# اَلتَّرْدِيْدُ الْقَوِيُّ

## عَلٰى مَنْ

# مُحِبِّ يَزِيْدَ الْغَوِيِّ

گمراهہ يزيد جي يارن جي مضبوط ترديد

مصنف

پير روشن ضمير شيخ التفسير و الحديث حضرت علامہ و مولانا

الحاج محمد ادريس ڏاهري نقشبندي دامت برڪاته

# أَلتَّرْدِيْدُ الْقَوِيُّ

عَلىٰ مَنْ

# يُحِبُّ يَزِيْدَ الْغَوِيَّ

**گمراھ يزيد جي يارن جي مضبوط ترديد**

مصنف

پير روشن ضمير شيخ التفسير والحديث حضرت علامہ و مولانا

**الحاج محمد ادريس ڏاهري نقشبندي دامت برکاته**

ناشر

**مهتمم**

**مدرسہ جامعہ محمديہ و مدير اداره**

**خدمة القرآن والسنة**

شاهپور جهانيان، ضلع بينظير آباد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | اَلتَّرْدِيْدُ الْقَوِيُّ عَلیٰ مَنْ يُّحِبُّ يَزِيْدَ الْغَوِيَّ |
| مصنف: | شيخ التفسير والحديث حضرت علامہ و مولانا پير طريقت صاحب شريعت الحاج محمد ادريس ڏاهري المعروف به "بلبل مدينه" |
| ڇاپو پهريون: | ٢٠١٣ع |
| تعداد: | ١٥٠٠ |

قيمت: -/٢٠٠ رپيا

ڇپائيندڙ

**مهتمم**

**مدرسہ جامعہ محمديہ و مدير اداره خدمة القرآن والسنة**

شاهپور جهانيان، ضلع بينظير آباد

# فهرست

| مضمون | صفحو |
|---|---|

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مصنف جو تعارف

نحمده و نصلي و نسلم علىٰ رسوله ونبيه الكريم

اما بعد! سنڌ سونهاري، ڀاڳن واري، قرب قراري، سچ سنواري جي مٽي ماڻ واري پياري آهي. تاريخ ۽ رجال جي ڪتابن ۾ سنڌ جي گهڻن محدثن، محققن، مصنفن ۽ شاعرن جو ذڪر آيل آهي.

اسان جي موجوده دور ۾ "العابد التقي، والصالح النقي، والعارف الزڪي، والعلامة الفهامة والشيخ المفسر الفقيه الحنفي محمد ادريس الداهري الطاهري البخشي الغفاري القادري به انهن مشهور عالمن جي تقرير ۽ تصنيف ۾ ياد تازي ڪرائي آهي ۽ پنهنجي هم قوم مخدوم ابوالحسن ڏاهري وانگر علمي سڪ لاٿي آهي.

هلندڙ دور ۾ علامه موصوف جو علمي دنيا ۾ وڏو نالو آهي. پاڻ صاحب محاسن و محامد ڪثيره آهن. الله ڪريم ڪين گهڻين خوبين سان نوازيو آهي. هڪ طرف پاڻ مجسم دين ۽ حسن اخلاق آهن ته ٻئي طرف پاڻ علوم شرعيه ۽ علوم روحانيه جو مجمع آهن. جي سندن لکيل تفسير ۽ تصانيف پڙهجي ٿي ته پاڻ ڀلا قلمڪار آهن. جي سندن تقرير ٻڌجي ٿي ته پاڻ بهترين مقرر آهن، جي سندن شاعري ٻڌجي ٿي ته سندن شعر شاعرائين خوبين سان سينگاريل پڪا پختا، پُرسوز، پُرمحبت ۽ پرخلوص آهن. وري جي سندن علمي فڪري ۽ روحاني خوبين ڏانهن ڏسجي ٿو ته پاڻ موجوده زماني ۾ وڏي قداور شخصيت جا مالڪ نظر اچن ٿا.

**ولادت با سعادت:** صحيح قول مطابق سندن ولادت ڳوٺ دنگ لڳ جمال شاهه موري موجوده تعلقه قاضي احمد ضلع شهيد بينظير آباد(نواب شاهه) ۾ صالح مرد جناب حاجي رب رکيو ڏاهري مرحوم جي گهر ۾ ١٣ ذوالقعد ١٣٦٧هه بمطابق ١٧ سيپٽمبر ١٩٤٨ع بروز جمعة المبارڪ تي ٿي.

**اسڪولي ابتدائي تعليم:** اتاهين سندن مائٽن جي لڏي اچڻ جي ڪري پاڻ ابتدائي پرائمري تعليم ڳوٺ حاجي غلام حيدر ڏاهري ۾ استاد محمد وارث چنا ۽ استاد قائم الدين چنا وٽ حاصل ڪيائون، جيڪي ان وقت اتي پرائمري استاد هئا.

**قرآن شريف پڙهڻ:** پاڻ قرآن شريف ناظره محترم حافظ الله بچايو چنا وٽ پڙهيا، جيڪي ان وقت اتي مدرسه حيدريه ۾ قرآن پڙهائڻ جا استاد هئا.

**فارسي تعليم:** پاڻ فارسي جا ڪتاب به حاجي غلام حيدر ڏاهري جي قائم ڪيل ديني درسگاهه مدرسه حيدريه ۾ مولانا خان محمد ڏاهري ۽ مولانا عبدالرزاق ڏاهري مرحومن وٽ پڙهيا.

**عربي تعليم:** پاڻ علم صرف جا ڪتاب، علم نحو جا ابتدائي ڪتاب تفسير مولانا عبدالرزاق ڏاهري مرحوم جن وٽ پڙهيا. باقي حديث، فقه، اصول فقه، منطق، ادب فلسفو جي بقيه ڪتابن جي تڪميل پنهنجي هاٽوڪي ڳوٺ مقيم ڏاهري ۾ مدرسه عربيه افضليه ۾ خلافت تحريڪ جي سرگرم مجاهد، وقت جي بيضاوي ۽ فقيه، عالم، شفيق استاد، حضرت علامه محمد اڪتڙائي تنيو رحمة الله عليه (متوفي ۱۳ ربيع الآخر ۱۳۹۶هه) جن وٽ مڪمل ڪري دستارِ فضيلت جو شرف حاصل ڪيائون.

**دوره حديث:** پاڻ حيدرآباد شهر ۾ اهلسنت جي مشهور ۽ معروف ديني درسگاهه "رڪن الاسلام" ۾ صحاح سته جو امتحان ڏنائي، مولانا قاري عبدالرزاق ۽ علامه مفتي محمود الوري رحمة الله عليهما وٽان حديث جي سَنَدَ حاصل ڪيائون. جنهن جو عڪس اڳتي ڏنو ويو آهي.

۱۹۷۵-۱۹۷۶ع ۾ پاڻ حيدرآباد بورڊ ۾ مولوي عربي، عالم ۽ فاضل عربي جو امتحان فرسٽ ۽ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيائون.

**تدريس:** علمي تحصيل کان پوءِ پاڻ پنهنجي شفيق استاد علامه محمد اڪتڙائي رحمة الله عليه جي زير نظر ڪيترائي سال درس ڏنائون. علم جي ڪافي اڃايلن جا سينه علم جي فيض سان سيراب ڪيائون.

**شادي ۽ اولاد:** پاڻ مديني منوره مان پنهنجي مامي جي پٽ حاجي عبدالحميد مرحوم جي نياڻيءَ سان مديني منوره جي حاضري دوران

شادي ڪيائون، جنهن مان ڪين پنج پٽ ۽ ٽي نياڻيون آهن. سندن فرزندن جا نالا هن طرح آهن: (١) صاحبزاده ميان عاشق حسين (٢) صاحبزاده ميان احسان الله (٣) صاحبزاده ميان اسدالله (٤) صاحبزاده ميان عبيدالله (٥) صاحبزاده ميان ولي الله جن آهن.

**اوصاف عاليه:** پاڻ اڪثر باوضو رهندا آهن. اڪثر سندن زبان تي اوراد ۽ وظائف جاري هوندا آهن. قلبي ذڪر گهڻو ڪندا آهن.

**گفتار جي اثر انگيزي:** الله ڪريم ڪين گفتار جي مٺاڻ ۽ بيان ۾ جادو جهڙو اثر عطا ڪيو آهي، سندن تقرير ۾ روانگي، تسلسل، بلاغت ۽ فصاحت، دليلن جي پختگي، عبارت ۾ اعراب جي شائستگي ۽ مخصوص انداز بيان خاص ڪري عربيءَ، اردو، فارسي، سرائيڪي، توڙي سنڌي ۾ شعر پڙهڻ جو منفرد انداز هوندو آهي. پوري سنڌ ۾ پاڻ اڄ به "بلبل باغ مدينہ" جي لقب سان مشهور آهن.

**مدارس جي سرپرستي:** هن وقت به سندن ڳوٺ مقيم ڏاهري ۽ شاهپور جهانيان ۾ سندن زير نگراني به مدرسا هلي رهيا آهن.

**تاليف و تصانيف:** پاڻ خطابت جي ميدان جا شهسوار هجڻ سان گڏ قلمي خدمت به گهٽي ڪئي اٿن. سندن قلم سان لکيل ڪتاب پوري سنڌ کان خراج محبت حاصل ڪري چڪا آهن. سندن ڪتابن جو مختصر تعارف پيش خدمت آهي.

**١- تفسير احسن البيان:** قرآن ڪريم جو سنڌي زبان ۾ مڪمل تفسير ٩ جلدن ۾ بهترين ٽائيٽل سان به دفعا ڇپجي چڪو آهي. هن تفسير ۾ اهل سنت و جماعت جي عقائد کي قرآن ڪريم جي آيات مان صاف صاف ثابت ڪيو ويو آهي. سندن زندگي جو هيءُ تمام عظيم ڪارنامو آهي. تازو انهيءَ تفسير کي جديد ڪمپيوٽرائيزڊ انداز ۾ ڪمپوز ڪرائي، ان جي پروگرام جي سي. ڊي پڻ تيار ڪئي پئي وڃي. سي.ڊيءَ لاءِ ڪمپوزنگ جو ڪم جاري آهي.

**٢- مناقب الصالحين:** اولياء ڪرام جي شان ۾ هيءُ ننڍو ڪتاب ١٩٨٢ع ۾ ڇپيو.

**٣- الاربعين في فضائل الخلفاء الراشدين:** خلفاء الراشدين رضي الله عنهم جي شان ۾ ٤٠ حديثون- هيءُ ڪتاب ١٩٨٣ع ۾ ڇپيو.

**٤- احسن التشريح لبردة المديح:** قصيده برده شريف جو سنڌي ۾ ترجمو، شرح ۽ مخصوص شعرن جي پڙهڻ جي فائدن بابت هيءُ ڪتاب ١٩٨٤ع ۾ ڇپيو.

**٥-جام تصوف:** تصوف جي متعلق هي رسالو پهريان ١٩٨٥ع ۾ ڇپيو.

**٦- الدولة الكبرىٰ شرح اسماء الله الحسنىٰ:** الله تبارڪ و تعالىٰ جي نالن مبارڪن جي معنىٰ ۽ انهن ڪي پڙهڻ جي برڪتن بابت هيءُ ڪتاب ١٩٨٦ع ۾ ڇپيو.

**٧- سيرت بادشاه بغدادي:** هن ڪتاب ۾ سيدي و مرشدي حضرت عبدالقادر جيلاني، غوث، صمداني، محبوب سبحاني، قطب رباني رحمة الله عليه جي زندگي جو احوال ۽ سندن ڪرامتن جو ذڪر آهي، جيڪو ١٩٨٦ع ۾ ڇپيو.

**٨- تحفة الحجاج:** ڇئن حصن ۾ حج جي متعلق مختصر احڪامن ۽ دعائن بابت هيءُ ڪتاب ١٩٨٧ع ۾ ڇپيو.

**٩- التحفة المرضية شرح القصيدة الغوثيه:** حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي عربي قصيدي جو سنڌي ۾ ترجمو ۽ شرح، ١٩٨٧ع ۾ ڇپيو.

**١٠-الله جو احسان شرح قصيده نعمان:** امام اعظم حضرت امام ابو حنيفه رحمة الله عليه جي عربي قصيده جو سنڌي ترجمو ۽ شرح ١٩٩١ع ۾ ڇپيو.

**١١- ترجمه مدح نامه سنڌ:** مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جي لکيل فارسي زبان ۾ ڪتاب "مدح نامه سنڌ" جو سنڌي ترجمو ١٩٩١ع ۾ ڇپيو.

**١٢- احسن التحقيق في سيرة الصديق:** حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه جي زندگي مبارڪ جو احوال، اولاد سيرت ۽ شان مبارڪ بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٢ع ۾ ڇپيو.

**١٣- تحفة الطلاب في سيرة سيدنا عمر بن خطاب:** حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي زندگي مبارڪ جو احوال، اولاد سيرت ۽ شان مبارڪ بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٢ع ۾ ڇپيو.

**١٤- اوضح البيان في سيرة عثمان بن عفان:** حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي زندگي مبارڪ جي احوال، اولاد سيرت، شان مبارڪ بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٣ع ۾ ڇپيو.

**١٥- فتح القوي الغالب في سيرة سيدنا علي ابن ابي طالب:** حضرت علي ڪرم الله وجهه جي زندگي مبارڪ جو احوال، اولاد، سيرت ۽ شان مبارڪ بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٤ع ۾ ڇپيو.

**١٦- قادري تحفه:** حضرت غوث اعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جن جو ٻڌايل درود شريف، جيڪو پاڻ بغداد شريف مان آندو هيائون. سنڌي ۽ اردو زبان ۾ سمجهاڻيءَ سان گڏ. هيءُ ڪتاب ١٩٩٢ع ۾ ڇپيو.

**١٧- سيرت اويس قرني:** سيدنا اويس قرني رضي الله عنه جي زندگي جي احوال بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٢ع ۾ ڇپيو.

**١٨- مومنن جي ماءُ سيده عائشه صديقه رضي الله عنها :** ام المومنين سيده عائشه صديقه رضي الله عنها جي سيرت ۽ شان مبارڪ بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٤ع ۾ ڇپيو.

**١٩- ماڻڪ موتي لال:** قصيده برده شريف، قصيده نعمان ۽ قصيده غوثيه ٽنهي ڪتابن جو مجموعو. هيءُ ڪتاب ١٩٩٥ع ۾ ڇپيو.

**٢٠- فضائل المسواڪ:** ڏندڻ ڏيڻ جي ديني، دنياوي فائدن ۽ سنت طريقي سان ڏندڻ ڏيڻ جي احڪامن بابت هيءُ ڪتاب ١٩٩٦ع ۾ ڇپيو.

**٢١- التحرير المقبول في اخبار اولاد الرسول صلي الله عليه وسلم:** هن ڪتاب ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي اولاد اطهار، ٣ فرزندن ۽ ٤ نياڻين جو مڪمل احوال آهي. هيءُ ڪتاب ١٩٩٦ع ۾ ڇپيو.

**٢٢- ترجمه رساله نور:** حضرت مخدوم ابوالحسن ڏاهري رحمة الله عليه جي ”نور مصطفيٰ عليه الصلوٰة والسلام جي متعلق لکيل فارسي رسالي جو سنڌي ترجمو، جيڪو ١٩٩٧ع ۾ ڇپيو.

**۲۳- سيرت الحسنين:** جگر گوشانِ رسول، فرزندان بتول حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهما جن جي زندگي مبارڪ جي احوال ۽ فضائل بابت هيءُ ڪتاب ۱۹۹۸ع ۾ شايع ٿيو.

**۲۴- نماز جي اهميت:** نماز جي متعلق تمام مسائل ۽ فضائل جي باري ۾ هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ۲۰۰۰ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڇاپو ۲۰۰۹ ۾ ڇپيو.

**۲۵- شاهه جا چونڊ شعر ۽ سندن مختصر سوانح حيات:** هن ڪتاب ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جن جي رسالي مان چونڊ شعر ۽ سندن زندگيءَ جو مختصر احوال سهيڙيو ويو آهي.

**۲۶- ترجمه النفحات الباهرة:** مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جن جو لکيل ڪتاب، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته 'پنجتن پاڪ' ۽ 'ٻارهن امام' چوڻ جائز آهي.

**۲۷- دلائل ثبوت ختم النبوة من القرآن والسنة:** نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن کان بعد ۾ ڪو به نبي نه ايندو ان جي متعلق قرآن ۽ حديث پاڪ مان ثبوتن بابت ڪتاب.

**۲۸- مفتاح السرور في تحقيق مسئلة النور:** هن ڪتاب ۾ حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نور هجڻ جي باري ۾ تحقيق بيان ڪيل آهي. هيءُ ڪتاب اڃان ڇپيو ناهي.

**۲۹- مجموعة الاشعار حصو اول ۽ حصو دوئم:** سندن جا شعر ٻن جلدن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

**۳۰- ترجمه الباقيات الصالحات:** مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جي لکيل فارسي رسالي جو سنڌي ترجمو حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جي گهر وارين رضي الله عنهن جي شان ۾.

**۳۱- التنبيه لمنكر نزول المسيح:** حضرت عيسىٰ عليه السلام جو قيامت کان اڳ ۾ زمين تي لهڻ جي متعلق هيءُ ڪتاب ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي.

**۳۲- عيدين جا فضائل ۽ مسائل:** ٻنهي عيدن جي متعلق فضائل ۽ ضروري مسائل بابت ڪتاب.

**٣٣- التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب:** انڪار حديث جي رد ۾.

**٣٤- ڪرامات امام رباني رحمة الله عليه :** حضرت امام رباني رحمة الله عليه جن جي ڪرامتن بابت هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ٢٠٠٧ع ۾، ٻيو ڇاپو ٢٠٠٨ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو هيءُ ٽيون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

**٣٥- سيرت شهيد گرهوڙي رحمة الله عليه:** حضرت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي شهيد رحمة الله عليه جن جي سيرت مبارڪ تي لکيل ڪتاب.

**٣٦- محبوب ﷺ جون محبوب دعائون:** حضور پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جن جي ٻڌايل ۽ گهريل دعائن بابت ڪتاب.

**٣٧- جمعہ جا فضائل ۽ مسائل:** جمعہ نماز جي فضيلتن ۽ مسئلن بابت لکيل ڪتاب.

**٣٨- الفيوضات المصطفوية شرح الشمائل المحمدية:** حضور پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جن جي مڪمل احوال سيرت ۽ صورت جي باري ۾ ٻن جلدن ۾ لکيل ڪتاب ٢٠١٢ع ۾ ڇپيو.

**٣٩- عظمت اهلبيت:** نبي ڪريم ﷺ جن جي اهلبيت جي شان ۾ لکيل ڪتاب ٢٠١٠ع ۾ ڇپيو.

مٿي ڄاڻايل ڪتابن کان سواءِ سائينءَ جن جي تصنيف جو سلسلو اڃان جاري آهي.

**حرمين شريفين جا سفر:** پاڻ ١٩٧١ع ۾ پاڪستان جي بحري جهاز "الشمس" جي ذريعي ڇهن ڏينهن ۾ مسافت طئي ڪري جده مقدس پهتا. پوءِ مڪ مڪرمہ ۽ مدينہ منوره جون زيارتون ڪرڻ جو شرف حاصل ڪري، حج جي سعادت بہ حاصل ڪيائون. وري ٻيو پيرو بہ ساڳيءَ طرح سرور عالم ﷺ جي بارگاهہ بيڪس پناهہ ۾ حاضري ڀريائون.

ٻئي سال ١٩٨٢ع ۾ سفينہ حجاج جي ذريعي ائن ڏينهن ۾ بحري سفر طئہ ڪري حرمين شريفين جي حاضري جي سعادت ماڻيائون. ان کان پوءِ هر سال ۾ پاڻ هڪ پيرو يا ٻہ پيرا حرمين شريفين جي حاضري ڏيندا آهن.

این سعادت بزور بازو نیست
تا نہ بخشد خدائے بخشندہ

**سلوڪِ تصوف ۾ حصول منازل:** علوم شرعيہ جي حصول بعد علوم روحانيہ باطنيہ جي حصول لاءِ مختلف روحاني شخصيتن کان اڪتساب فيض ڪري، عرفان ۽ وجدان جا مقام ماڻيائون ۽ ڪين مختلف مشائخ کان مختلف سلسلن ۾ دلائل الخيرات، حزب اعظم ۽ قصيده برده جون اجازتون بہ مليون.

**١- سلسلہ عاليہ غفاريه بخشيه مان سَندِ خلافت:** طريقہ نقشبنديه مجدديه غفاريه جا اسباق پاڻ پير طريقت رهبر شريعت خواجہ خواجگان حضرت الله بخش نقشبندي غفاري عرف حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کان حاصل ڪري ١٨ ربيع الثاني ١٤٠٢ هجري بمطابق ١٣ فيبوري ١٩٨٢ع تي سلسلي جي اجازت جي سند ۽ خلافت حاصل ڪيائون.

**٢ - علوي:** رب العالمين جي احسان ۽ حبيب ڪريم ﷺ جن جي نوازش سان مديني منوره ۾ بار بار حاضري نصيب ٿيڻ جي ڪري اتي جي بزرگن جي بہ مٿن وڏي مهرباني رهي. علوي سلسلي (هيءُ سلسلو حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلوي رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب "انتباه في سلاسل اولياءَ الله" ۾ بہ آندو آهي) ۾ ڪين مدينہ منوره جي رهندڙ مفسر، محدث، فقيه بزرگ ۽ علوي سلسلي جي ڪامل مڪمل ولي، حضرت شيخ زين ابراهيم سميط علوي، حسينيءَ کان اجازت ۽ سند اجازت مليل آهي.

**٣- شاذلي:** (هيءُ سلسلو بہ حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلوي "انتباه في سلاسل اولياء الله" ۾ آندو آهي) هن سلسلي ۾ ڪين مديني پاڪ جي مشهور عارف، صوفي، سالڪ بزرگ حضرت شيخ فهمي رحمة الله عليه زباني اجازت عنايت ڪئي هئي. دلائل الخيرات ۽ قصيدو برده شريف هنن پنهي برڪتن ڀرين بزرگن جي محصولات ۾ رڪيلن جي اجازت ۽ سند اجازت بہ ڪين مدينہ منوره جي رهندڙ (هن وقت جنت البقيع ۾ مدفون) بزرگ شيخ محمد حسين رمزي رحمة الله عليه ٢٢ ذوالحج ١٣٩٢ھ ۾ ڏني هئي.

از

صاحبزادگان: **1 _ حافظ اسدالله ڏاهري**

**2 _ مولانا عبيدالله ڏاهري**

# سَندون

## سند الحديث

رقم الاجراء ٢٥-٧-٥      رقم السلسلة ٩٧

### ركن الاسلام الجامعة المجدديه
### حيدرآباد باكستان

الشهادة العاليه لمن اكمل العلوم الدراسية

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله الذى خلق آدم من طين و فضله بالعلم على الملائكة المقربين والصلاة والسلام على من اوتى علوم الاولين والآخرين وعلى آله و اصحابه و اولياء امة الذين قاموا بنصرة الدين لاسيما على سراج الحق واليقين خواجه محمد ركن الدين النقشبندى المجددى القادرى الجشتى صاحب الولاية القاهرة و منبع الفيوض الباطنه و الظاهره الذى ينتمى اليه مدرسة ركن الاسلام الجامعة المجدديه وهى معهد فذ للعلوم شتى من العلم التفسير والحديث والفقه والادب يلتحق به التلاميذ من كافة انحاء البلاد.

امابعد فان اخانا فى الدين [illegible] ابن [illegible]

المتوطن [illegible] التحق به و اشتغل بتعلم العلوم الدينية فلما فرغ عن دراسته شرفناه بالشهادة العالية بمشهد العلماء العظام وكرمناه بالعمامة بايدى الفضلاء الكرام فعليه شكر هذه النعمة كما قال الله تعالى و اما بنعمة ربك فحدث و نوصيه بتقوى الله فى السر و العلانيه و ان يتواصل بنشر العلوم الدينيه و يتمسك باهداب الدين و ان يتخلق باخلاق العلماء الربانيين و بتزياء بزيهم و ان لاينسانا فى خلواته وجلواته و آخر دعوانا ان الحمد لله رب العلمين و العاقبة للمتقين.

وستاتى اسماء الكتب التى قرأها علينا

صحيح بخاري شريف ... مسلم شريف ... ترمذي شريف ... ابو داؤد شريف

ابن ماجه شريف ... نسائي شريف

حررفى ...... من الهجرية الموافق ...... من الميلاديه

امضاء      امضاء

من شهد من العلماء البارزين

رئيس الجامعه

امين الجامعه

عميد الجامعه

8-4-75

# حضرات نقشبندیہ مجددیہ فضلیہ غفاریہ علیہ

یاایھا الذین امنوا اتقوا الله وابتغوا الیه الوسیلة وجاهدوا فی سبیله لعلکم تفلحون۝

المجاهد من جاهد نفسه فی طاعة الله

الحمد لله رب العالمین۝ والصلوٰة والسلام علی حبیبه سید المرسلین۝ وآله الطاهرین واصحابه الطیبین اجمعین الی یوم الدین۝ اما بعد

می گوید حقیر فقیر لاشئ الله بخش نقشبندی غفاری الله آبادی که این عاجز خاکسار ذره بیمقدار در سلسله خاندان نقشبندیه مجددیه فضلیه داخل شده علم سلوک تا دائره لاتعین از حضرت قطب الارشاد خواجه خواجگان پیر پیران غوث الاعظم مجدد منور مأة اربعة عشر نائب خیر البشر علیه وعلی آله من الصلوٰة افضلها ومن التحیات اکملها سیدی وسندی قبله عالم محمد عبدالغفار قلبی وروحی فداه ابی وامی فداه حاصل نموده وشرف اجازت از آن حضرت قرة عینین محبوب سبحانی یافته وبرائے تحقیق سلسله شریف موجود است. پس ازاین عاجز لاشئ برادر طریقت جناب مولانا صاحب مولوی محمد ادریس صاحب داهری سندهی علم سلوک وجذبه وحالات وواردات صحیحه حاصل نموده وتکمیل تعلیم طریقه عالیه تا دائره لاتعین حاصل کرده. برائے تعلیم اسم ذات وعلم سلوک برائے طالبان مولیٰ وبرائے خدمت اسلام بموجب ضرورت اجازت داده شد وطالبان راه حق جل وعلا را مناسب است که زود فیض ظاهری وباطنی ازین شیخ کامل حاصل نمایند وهیچ خطره وشک در دل خود نیارند که جناب خلیفه صاحب موصوف لله فی الله خدمت اسلام وبرادران اسلام میکنند:-

| | |
| --- | --- |
| این اجازت نامه داده شد بمورخه ۱۸ - بماه ربیع الثانی سنه ۱۳۰۲ھ | لاشئ فقیر الله بخش نقشبندی غفله |

# سَنَدُ الاجازۃ

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی اَشْرَفِ الْمُرْسَلِیْنَ سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّآلِہٖ وَصَحْبِہٖ اَجْمَعِیْنَ. وَبَعْدُ:

فَقَدْ اَجَزْتُ الشَّیْخَ الْفَاضِلَ مولوی **محمد ادریس** اَعْلَی اللّٰہُ مُرْتَقَاہُ فِیْمَا تَجُوْزُ لِیْ رِوَایَتُہٗ مِنْ عِلْمِ الْمَنْقُوْلِ وَالْمَعْقُوْلِ وَفِیْ طَرِیْقَۃِ السَّادَۃِ بَنِیْ علوی وَالسَّلَفِ الْفُحُوْلِ کَمَا اَجَازَنِیْ بِذٰلِکَ مَشَائِخِیَ الْاَئِمَّۃُ الْاَعْلَامُ بِسَنَدِھِمِ الْمُتَّصِلِ اِلَی النَّبِیِّ عَلَیْہِ اَفْضَلُ الصَّلٰوتِ وَالسَّلَامُ کَمَا ھُوَ مَذْکُوْرٌ وَمُثْبَتٌ فِیْ کِتَابِ "عِقْدُ الْیَوَاقِیْتِ الْجَوْھَرِیَّۃِ" لِلْاِمَامِ الْعَارِفِ بِاللّٰہِ الرَّبَّانِیْ عید روس بن عمر الحبشی نفعنا اللّٰہُ بِہٖ وَبِسَائِرِ عِبَادِ اللّٰہِ الصَّالِحِیْنَ فَقَدْ حَصَلَتْ لِیَ الْاِجَازَۃُ الصَّحِیْحَۃُ فِی الْکِتَابِ الْمَذْکُوْرِ مِنْ شَیْخِیَ الْعَلَّامَۃِ محمد بن سالم بن حفیظ عَنْ وَالِدِہٖ عَنْ مُؤَلِّفِ الْکِتَابِ وَاُوْصِی الْمُجَازَ الْمَذْکُوْرَ بِتَقْوَی اللّٰہِ فِی السِّرِّ وَالْعِلَنِ بِخَشْیَۃِ اللّٰہِ تَعَالٰی فِیْمَا ظَھَرَ وَبَطَنَ. (اِنَّمَا یَخْشَی اللّٰہَ مِنْ عِبَادِہِ الْعُلَمَآءُ) وَفِی الْحَدِیْثِ کَفٰی بِالْمَرْءِ عِلْمًا اَنْ یَّخْشَی اللّٰہَ وَکَفٰی بِالْمَرْءِ اِثْمًا اَنْ یَّعْجَبَ بِنَفْسِہٖ۔

وکتبہ الفقیر الی فضل ربہ القدیر

زین ابراھیم سمیط العلوی الحسینی

بالمدینۃ المنورہ ۱۰ر جمادی الاخری ۱۴۱۲ھ

# سند المتصل من العلامة القدوة الشيخ المخدوم محمد ادریس الداھری الیٰ رسول اللہ ﷺ




**المراجع:** حصر الشارد في اسانید الشیخ محمد عابد ثبت الشیخ الامام عبدالحق محدث دھلوي الرحیم مشاھیر نمبر انوار علماء اھل سنت-سند

# تقريظ

# حضرت علامہ و مولانا مفتي عبدالرحيم سکندري

دامت عنايته

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی رَسُوْلِ اللّٰہِ ﷺ

امابعد! زيرنظر ڪتاب يزيد جي ڪارنامن ۽ ڪردار متعلق وسيع معلومات جو بيمثال دفتر آهي، جنهن ۾ وڏي محنت سان اسان جي محترم و مڪرّم، پير روشن ضمير، واعظ الاسلام، محقق اهل سنت، خطيب پاڪستان، شيخ الحديث والتفسير حضرت علامہ الحاج محمد ادريس ڏاهري "بلبل مدينه" دامت برڪاته العاليه جن مواد جمع ڪري، پهريون ڀيرو سنڌي زبان ۾ هن موضوع تي قلم کڻي، نئين باب جو اضافو فرمايو آهي.

حقيقت هيءَ آهي تہ يزيد لاءِ ڪڏهن بہ اهل سنت و جماعت جي عوام ۽ علماء ڪرام نيڪ راءِ قائم نہ فرمائي آهي، انهن هميشہ سندس ڪردار ۽ ڪارنامن کي ننديو آهي، جنهن ڪري ڪنهن بہ مُستند سُني محقق عالمہ يزيد کي دعاءِ مغفرت جو مستحق شمار ناهي فرمايو، نہ ئي سندس ظالمانہ دور حڪومت جي اقدامن جي تائيد فرمائي آهي. جڏهن بہ اهل سنت جي مشائخ ۽ علماء آڏو يزيد جو ذڪر نڪتو آهي، تہ انهن ان کان اظهار بيزاري فرمائيندي، ڪيس "رحمة الله عليه" وغيره جهڙن دعائيہ ڪلمات چوڻ کان بہ منع فرمائي آهي، ڇاڪاڻ جو هو پنهنجي ڪڌن ڪرتوتن، بي ادبين، ۽ اهل بيت ڪرام جي دشمنيءَ سبب نفرت جو حقدار بنجي، رُسواءِ زمانہ شخصيت جو مالڪ رهيو آهي. اهو سڀ ڪجهہ هن ڪتاب ۾ تفصيل سان تحرير فرمايو ويو آهي.

مون ناچيز جي ناقص معلومات موجب، هن کان اڳ ۾ سنڌي

زبان ۾ ان خاص موضوع تي ان کري به ڪنهن سنڌي عالم، قلم کڻڻ پسند ناهي فرمايو، جو اسان جي سنڌ سونهاريءَ ۾ ڪو به سُني عالم يا پير ان پليد جو حامي، يار ۽ همدرد ڪڏهن به پيدا نه ٿيو هو، ته ترديد ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪانه پئي، پر بدقسمتيءَ سان هن هلندڙ دور ۾ ڪي ناعاقبت انديش جاهل، ٻاهر ڪان درآمد ٿيل، ناصبي مذهب جي پيروڪارن ڪان متاثر ٿي، يزيد جي حمايت ۾ زبان ڪولڻ جي جرئت ڪرڻ لڳا آهن، ان جي پيش نظر، اسان جي فاضل محقق ڪي ان خاص موضوع تي قلم کڻڻ جي ضرورت محسوس ٿي. سندن اهو قدم قابل تحسين ۽ سنڌي ادب ۽ علم جي باب ۾ هڪ نئين ڪاوش چئجي ته مبالغو نه ٿيندو. اميد ته هن ڪتاب جي پڙهڻ کان بعد، محققين کي به وڌيڪ جستجو ۽ تحقيق ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿيندو ۽ گهٽ اختلافي مسئلن تي تحقيق ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيندو، جنهن سان يقيني علم ۽ صحيح معلومات پڙهندڙن جي اڳيان اچڻ جي قوي اميد آهي.

ڪافي سارن ٻين اختلافي مسئلن سان گڏ يزيد تي ڪفر جي فتوىٰ لڳائڻ ۽ سندس نالو وٺي، مٿس لعنت ڪرڻ وارو مسئلو به علماء وٽ زير بحث رهيو آهي، جنهن مان ڪي ناصبي بدبخت، ان کي مغفور (بخشيل) سمجهن ٿا، پر اها سندن جهالت ۽ بي دينيءَ جي علامت آهي. تڪفير ۽ لعنت ڪرڻ وارو مسئلو تفصيل طلب ۽ انتهائي نازڪ مسئلو آهي، جنهن تي هن مختصر تقريظي نوٽ ۾ بحث ڪرڻ في الوقت غيرضروري سمجهان ٿو، جو اهو عقائد جي باب جو محض علمي بحث آهي. ان ڪري هن هنڌ ان کي ڇيڙي، عوام ۽ گهٽ علم وارن کي مونجهاري ۾ وجهڻ جي مترادف ٿيندو ۽ اهو ڪو قابل تحسين قدم نه هوندو. باقي يزيد کي ڪنهن به مُستند ۽ محقق سُني عالم، يقيني طور مغفور نه سمجهيو آهي، نه چيو آهي ۽ اهو مسئلو ڪڏهن به علماء وٽ اختلافي ناهي رهيو، جنهن سان راقم الحروف، فاضل مؤلف جي مڪمل

تائيد ڪندي، هي مختصر الفاظ تحرير ڪيا آهن.

الله تعالىٰ عزوجل شال اسان جي اڪين جي ٺار، عالمن جي مهندار، فاضل جليل، علامہ الحاج محمد ادريس ڏاهري حفظه الله کي خضري حياتي عطا فرمائي ۽ سندس علم ۽ عرفان مان عوام اهل سنت کي مالامال فرمائي. آمين بجاه حبيبه الڪريم الرؤف الرحيم صلّي الله عليه وعلىٰ آلهٖ وصحبه اجمعين.

الراقم الاثيم

**فقير عبدالرحيم سڪندري**

شاهپورچاڪر، ضلع سانگهڙ

# تقريظ

## حضرت علامہ ومولانا مفتي خليل احمد جان اشرفي ويهڙائي دامت برکاته

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الۡمُرۡسَلِيۡنَ خَاتَمِ النَّبِيِّيۡنَ سَيِّدِنَا وَمَوۡلَانَا مُحَمَّدٍ شَفِيۡعِ الۡمُذۡنِبِيۡنَ وَعَلٰى آلِهِ الطَّاهِرِيۡنَ الطَّيِّبِيۡنَ وَ اَصۡحَابِهِ الۡمُكَرَّمِيۡنَ وَ اَتۡبَاعِهِ اَجۡمَعِيۡنَ

معلوم هجي تہ حق ۽ باطل جو مقابلو هميشہ کان وٽي هلندو پيو اچي. جڏهن بہ باطل طاقت وٺي عروج تي آيو تہ الله سبحانه وتعالىٰ انهيءَ جي مقابلي لاءِ ڪنهن برگزيده هستيءَ کي حق ڏئي موڪليو، جنهن باطل کي پيچي پور ڪري ڇڏيو آهي. باطل ڪڏهن شيطان جي صورت ۾، ڪڏهن نمرود ۽ قارون جي صورت ۾ تہ ڪڏهن فرعون ۽ ابوجهل جي صورت ۾ آيو. انهيءَ جي مقابلي ۾ حق ڪڏهن سيدنا آدم علىٰ نبيّنا و عليه الصلوٰة والسلام جي صورت ۾، ڪڏهن سيدنا ابراهيم ۽ سيدنا موسىٰ علىٰ نبيّنا وو عليهما الصلوٰة والسلام جي صورت ۾، ڪڏهن سيدنا ابراهيم ۽ سيدنا موسىٰ علىٰ نبينا و عليهما الصلوٰة والسلام جي صورت ۾، تہ ڪڏهن نبي مڪرم، نور مجسم، شفيع معظّم مٺي محبوب محمد ڪريم ﷺ جن جي صورت ۾ آيو. انهيءَ کان بعد باطل شيطاني، نمرودي، قاروني، فرعوني ۽ ابوجهلي رذيل صفتون وٺي، يزيد پليد جي صورت ۾ آيو تہ حق بہ فڪر آدم، جرئت موسىٰ ۽ استقامتِ مصطفىٰ عليهم الصلوٰة والسلام جون پاڪ وصفون وٺي، سيدنا و مرشدنا حضرت امام حسين عالي مقام رضي الله عنه جي صورت ۾ آيو.

حُسين ۽ يزيد اگرچہ شخصيتن جا نالا آهن، پر معرڪه ڪربلا کان بعد اهي ٻئي نالا شخصيتن سان گڏوگڏ ٻن مختلف ڪردارن جي عڪاسي ڪرڻ لڳا. جيئن 'يزيد' يا 'يزيديت' جبر، ظلم، لالچ، فسق ۽

جنگ و جدال جهڙين بڇڙين صفتن تي دلالت ڪرڻ لڳا ته هوڏانهن "حُسين" يا "حُسينيت" حق، سچ، جرئت، صبر، بلند حوصلي، غربت ۽ مظلوميت جهڙين اعلىٰ وصفن تي دلالت ڪري ٿي.

معرڪه ڪربلا، سانحهءِ حَرّه ۽ واقعه بلدالحرام کان بعد يزيد عليه ما يستحقه ته مري ويو، پر يزيديت زنده رهي، جنهن جو بيّن ثبوت هي آهي ته يزيد جي مرڻ کان تيرهن سؤ سال بعد پاڪ و هند ۾ يزيد جي چاڙڪن اسٽيج ۽ قلم جي ميدان ۾ اچي يزيد پليد کي خوب ساراهيو، جو هن کي امام برحق، اميرالمؤمنين، مجاهد اسلام، پيدائشي مغفور (ٻين لفظن ۾ جمندي جام) ۽ هيرو جهڙا خطاب ڏنا اٿن.

جڏهن ته حضرت امام عالي مقام علىٰ جده و عليه الصلوٰة والسلام کي ٻين لفظن سان گڏ 'خاطي' ۽ 'باغي' جهڙا ناقابل برداشت لفظ چيا اٿن. گڏوگڏ سندن اهل بيت ۽ اصحابي هجڻ جا به ڪلم ڪلا منڪر آهن. (نعوذبالله من هذه العقيدة) اوهان ڏسي سگهو ٿا:

(١) تبصره محمودي بر هفوات مودودي- مؤلف: محمود احمد عباسي وهابي

(٢) خلافت معاويه و يزيد- مؤلف: محمود احمد عباسي وهابي

(٣) رشيد ابن رشيد- مؤلف: ابويزيد محمدين بٽ لاهوري اهل حديث

(٤) سادات بنو اميه- مؤلف: محمّد سليمان وهابي

(٥) خلافت و ملوڪيت، تاريخي و شرعي حيثيت- مؤلف: حافظ صلاح الدين يوسف اهل حديث

(٦) نبي ڪاخواب (پمفليٽ) مؤلف: پروفيسر ڪمال احمد عثماني ديوبندي.

(٧) شهيد ڪربلا اور يزيد- مؤلف: ابوصهيب رومي مڄلي شهري فاضل دار العلوم ديوبند

انهيءَ کان سواءِ به ڪوڙ سارن رسالن ۽ ڪتابن جي ضمن ۾ به خارجين، وهابين، اهل حديثن، ديوبندين پنهنجي ليڊر ظالم يزيد جي تعريف ۽ حضرت امام عالي مقام علىٰ جده و عليه الصلوٰة والسلام جي توهين ڪئي آهي.

هوڏانهن ميدانِ ڪربلا ۾ جنتي جوانن جا سردار، شهيدن جا

سرتاج، حضرت امام حسين عالي مقام رضي الله عنه ته شهادت جي اعلىٰ مقام تي فائز ٿيا، پر حسينيت زنده رهي، جنهن جو واضح ثبوت اهو آهي ته هن دور ۾ خارجين، وهابين، يزيدين جيڪا امام عالي مقام رضي الله عنه جي خلاف قلمڪاري ڪئي، انهيءَ جي جواب ۾ علماء اهلسنت و جماعت حسيني مجددي، بريلوي ڀرپور نموني سان تقرير ۽ تحرير جو ميدان ملهايو آهي. اوهان ڏسي سگهو ٿا يزيدين جي ڪتابن جي جواب ۾ علماء اهل سنت جا هيٺيان ڪتاب:

(۱) تحقیق مزید فی مسئلۃ الیزید المعروف بہ کردارِ یزید کا تحقیقی جائزہ- مؤلف: علامہ حافظ شفقات احمد نقشبندی مجددی گیلانی

(۲) امام پاک اور یزید پلید- مؤلف : خطیب پاکستان علامہ محمّد شفیع نقشبندی مجددی اوکاڑوی

(۳) شہید ابن شہید- مؤلف: علامہ صائم چشتی

(۴) کُفرِ یزید- مؤلف: علامہ صاحبزادہ سید افتخار الحسن

(۵) سیدنا امام حسین علیہ السلام اور یزید- مؤلف: علامہ پیر محمد کرم شاہ الازہری، بھیرہ شریف

(٦) شبیر اور یزید- مؤلف: پروفیسر علامہ حبیب اللہ چشتی

(۷) یزید کون تھا- مؤلف: فقیہ العصر علامہ محمد امین نقشبندی فیصل آباد

(۸) سعی السعید- مؤلف: امام المناظرین علامہ استاد سعید احمد اسعد نقشبندی فیصل آباد

اهي سيئي ڪتاب اردوءَ ۾ آهن، جڏهن ته انهيءَ حوالي سان محبت اهل بيت خصوصًا امام عالي مقام عليه السلام جو قرض سنڌي ٻوليءَ وارن تي رهيل هو. ماشاء الله تعالىٰ اهو اسان جي سنڌ سگوري جي سدابهار فاضل مصنف صاحب التقرير والتحرير، محي السنة، قاطع رافضيت، فاتح خارجيت، پير طريقت علامه الحاج محمد ادريس نقشبندي

مجددي ڏاهري المعروف "بلبل مدينه" زيد مجده جن هي ڪتاب لکي ڪافي حد تائين لاهي ڇڏيو آهي. اگرچ هن کان اڳ پاڻ اهل بيت اطهار رضوان الله عليهم اجمعين جي محبت، فضائل ۽ مسائل ۾ ڪافي ڪتاب لکيا اٿن. جهڙوڪ: (١) التحرير المقبول في اخبار اولاد الرسول (٢) سيرة الحسنين (٣) عظمت اهل بيت (٤) فتح القوي الغالب سيدنا مشڪل ڪشا جي شان ۾ (٥) خلاصة النفحات الباهرة في جواز القول بالخمسة الطاهرة (پنجتن پاڪ مترجم) (٦) الباقيات الصالحات (ازواج مطهرات، مترجم) وغيره. تڏهن ب هن موضوع تي سنڌي ٻوليءَ ۾ ضروت هئي، جيڪا "بلبل مدينه" جي نوڪ قلم جي ڪاوش سان پوري ٿي.

اصل ۾ يزيدي ٽولي وارا پنهنجي شيطاني مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ هڪ خاص ٻن صحيح حديثن مان فاسد دليل جو سهارو وٺي، پوءِ تاريخ کي الٽ پلٽ ڪري، حوالا پيش ڪندا آهن، مگر انهن جي نصيب ۾ ناڪامي، بدبختي ۽ ذلت کان سواءِ ڪجھ ناهي.

پهريون دليل حديثِ قسطنطنيه، جنهن جي سهاري سان يزيد پليد کي ڄمندي ڄام ۾ جنت جو پڪو وارث ثابت ڪرڻ جي ناجائز ڪوشش ڪندا آهن، جڏهن ت انهيءَ باطل استدلال جو فاضل مصنف هن ڪتاب ۾ دشمنن کي دندان شڪن جواب ڏئي مروانين جو منهن بند ڪري ڇڏيو آهي.

باقي ٻيو دليل حضرت عُباده بن صامت رضي الله عنه واري حديث آهي، جنهن مان فاسد استدلال سان حضرت امام عالي مقام رضي الله عنه کي غيرحق تي ظاهر ڪرڻ جي ڪوڙي ڪوشش ڪندا آهن.

منهنجو خيال آهي ت هن پوئين دليل کي قرآن، حديث ۽ اقوال علماء ربانيين جي روشنيءَ ۾ ڏسون ت هن مان يزيدين جي استدلال جي حيثيت ڇا آهي. وري مٿان خارجي ٽولي جي مولوين جون ب شاهديون پيش ڪيون، تان ت حق، حق ظاهر ٿئي، ت پوءِ اچو ت حضرت عباده بن صامت رضي الله عنه واري حديث ڏسون ۽ انهيءَ مان يزيدين جو استدلال ب ڏسون، انهيءَ کان پوءِ انهيءَ جو جواب.

**حديث مبارڪ:** عَنْ جُنَادَةَ بْنِ أَبِي أُمَيَّةَ قَالَ دَخَلْنَا عَلٰى عُبَادَةَ بْنِ الصَّامِتِ وَهُوَ مَرِيْضٌ قُلْنَا أَصْلَحَكَ اللهُ حَدِّثْ بِحَدِيْثٍ يَنْفَعُكَ اللهُ بِهٖ سَمِعْتَهٗ مِنَ النَّبِيِّ ﷺ قَالَ دَعَانَا النَّبِيُّ ﷺ فَبَايَعْنَاهُ فَقَالَ فِيْمَا أَخَذَ عَلَيْنَا أَنْ بَايَعَنَا عَلَى السَّمْعِ وَالطَّاعَةِ فِي مَنْشَطِنَا وَمَكْرَهِنَا وَعُسْرِنَا وَيُسْرِنَا وَأَثَرَةً عَلَيْنَا وَأَنْ لَا نُنَازِعَ الْأَمْرَ أَهْلَهٗ إِلَّا أَنْ تَرَوْا كُفْرًا بَوَاحًا عِنْدَكُمْ مِنَ اللهِ فِيْهِ بُرْهَانٌ (صحيح بخاري شريف: ج۲ ص ۴۵- ڪتاب الفتن باب ۲- صحيح مسلم شريف: ج۲ ص ۱۲۵، ڪتاب الامارة: باب۸)

**ترجمو:** حضرت جنادة بن ابي اميه رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته اسان حضرت عباده بن صامت رضي الله عنه جي خدمت ۾ پهتاسين، جڏهن ته پاڻ مريض هئا. اسان عرض ڪيو ته الله اوهان کي صحت ڏئي، اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن ڪان ٻڌل ڪا حديث ٻڌايو، جنهن سان توهان کي الله تعالىٰ نفعو پهچائي. حضرت عباده رضي الله عنه فرمايو ته پاڻ ڪريمن ﷺ جن اسان کي گهرايو پوءِ اسان سندن بيعت ڪئي. هن چيو ته جن ڳالهين جو پاڻ سڳورن ﷺ جن اسان ڪان عهد ورتو هو، اهي هي هيون ته خوشي ۾ ڏاڍ، تنگي ۾ ڪشادگي ۾ پنهنجي حق تلفي ۾ به اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪريون ۽ هي به ته حڪمرانن سان حڪومت جي باري ۾ انهيءَ وقت تائين جهڳڙو نه ڪيو، جيستائين ظاهر ظهور ڪفر ڪندي، ڪين نه ڏسو. ته توهان کي الله تعالىٰ وٽ انهيءَ باري ۾ ڪو دليل ملي ويندو.

**طريقهء استدلال:** هن حديث مان ثابت آهي ته هر صورت ۾ هر حالت ۾ حڪمرانن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪيو، ڀلي ڪٿي توهان جي حق تلفي ٿئي، جيستائين هن ڪان ڪلم ڪلا ڪفر ظاهر نه ٿئي، تيستائين هن سان جهڳڙو نه ڪريو. يزيد جڏهن مسلمانن جي اجماع سان حڪمران ٿي ويو هو، ته انهيءَ جي اطاعت ۽ فرمانبرداري سڀن جي مٿان لازم هئي. پيو ته يزيد جو ڪوبه ڪفر ثابت نه آهي، تنهنڪري جنهن به امرِ حڪومت ۾ هن سان مخالفت ڪئي، ته اهو خاطي، خارجي ۽ باغي آهي.

**جواب:** اسان هتي ٻن طريقن سان بحث ڪنداسين. هڪ ته حديث ۾ لفظ

حڪمران يا والي يا امام يا خليفہ يا امير جو نہ آهي، پر ”اَلْأَمْرَ أَهْلَهٗ“ جا پيارا لفظ مبارڪ آهن، جنهن جو مفهوم آهي ”حڪومت جو اهل هجڻ“ هاڻي ڏسنداسين تہ جنهن يزيد کي حڪمران ثابت ڪيو ويو آهي، سو حڪومت جو اهل آهي يا نہ؟ ٻيو تہ حديث پاڪ ۾ ”كُفْرًا بَوَاحًا“ جا لفظ مبارڪ آيا آهن، هتي ڪفر مان مراد ڇا آهي ۽ بس! هن ٻن بحثن جي سمجهڻ سان مسئلو حل ٿي ويندو.

**بحث پهريون:** هتي اسان ڏسنداسين تہ امام، امير، خليفہ يا حڪمران ۾ اهليت جا شرط ڇا آهن؟ پوءِ يزيد جي شخصيت کي انهن تي پرکينداسين. هن ۾ اهليت نہ هئڻ جي صورت ۾ حڪمران ٿيڻ تي ڪجهہ سوال ۽ انهن جا جواب.

**شروطِ خلافت و ملوڪيت:** حضرت شاہ ولي الله محدث دهلوي رحمۃ الله علیہ (م:١١٨٦هہ) خليفي يا امير ٿيڻ جا هي شرط لکيا آهن: (١) مسلمان هجي (٢) عاقل هجي (٣) بالغ (٤) مرد (٥) آزاد (ٻانهو نہ هجي) (٦) متڪلّم (گونگو نہ هجي) (٧) ڪنن کان سجو (٨) اکين کان نيڪ (٩) بهادر (١٠) صاحبِ راءِ (يعني صلح، جنگ، امان ڏيڻ، مجاهدن جي وظيفن مقرر ڪرڻ، سردارن ۽ حاڪم جي مقرر ڪرڻ ۾ فيصلو صحيح هجي) (١١) عادل يعني ڪبيرن گناهن کان بچندڙ ۽ صغيرن تي اصرار ڪندڙ نہ هجي (١٢) صاحب مروّت هجي (١٣) مجتهد هجي. (ازالة الخفاء: ج١ ص١٨ تا ٢٠)

توهان ڏٺو تہ خلافت جي شرطن ۾ هڪ شرط هيءُ بہ آهي تہ خليفو عادل هجي، عدالت جي تعريف ۾ علامہ سيد شريف جرجاني رحمۃ الله علیہ (م٨٢٦هہ) لکن ٿا:

العدالة فى اللغة الاستقامة وفى الشريعة عبارة عن الاستقامة علىٰ طريق الحق بالاجتناب عما هو محظور دينا. (كتاب التعريفات: باب العين ص ١٠)

يعني عدالت لغت ۾ ”استقامت“ کي چوندا آهن ۽ شريعت ۾ راهہ حق تي اهڙيءَ طرح مستقيم ٿيڻ، جو دين جي اعتبار سان منع ڪيل شين کان رڪجڻ کي ”عدالت“ چئبو آهي.

قاضي عبدالنبي احمدنگري عدل ۽ عدالت جي باري ۾ لکي ٿو:

العدل: ضد الظلم واحقاق الحق واخراج الحق عن الباطن. العدالة: فی اللغة الاستواء و ضد الجور. ملخصًا

(دستور العلماء: باب العين مع الدال: ج ٢ ص ٢٢-٢٢١)

يعني 'عدل' 'ظلم' جو ضد آهي. عدل جو مفهوم حق کي مضبوط ڪرڻ ۽ باطل کان حق کي جدا ڪرڻ جو آهي ۽ 'عدالت' لغت ۾ برابر کي چئبو آهي ۽ هي فسق، فجور جو ضد آهي. (۽ شرعي تعريف علامه جرجاني واري ساڳي ڪئي اٿس)

انهيءَ مان واضح ٿيو ته خليفي يا امير جو عادل هجڻ، يعني ظالم، فاسق ۽ فاجر نه هجڻ ضروري آهي. وڏيڪ ڏسو قرآن حڪيم ۾ الله تعالىٰ سيدنا ابراهيم علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام سان خطاب ڪندي ارشاد فرمايو:

قَالَ إِنِّيْ جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ إِمَامًا قَالَ وَمِنْ ذُرِّيَّتِيْ قَالَ لَا يَنَالُ عَهْدِي الظّٰلِمِيْنَ (پ-١ البقره: ١٢٤)

يعني الله تعالىٰ فرمايو: مان توکي ماڻهن جو امام (اڳواڻ) ڪرڻ وارو آهيان. ابراهيم عليه السلام عرض ڪيو ۽ منهنجي اولاد مان؟ الله تعالىٰ فرمايو: منهنجو عهد ظالمن کي شامل نه ٿو ٿئي.

امام ابوجعفر محمد بن جرير طبري رحمة الله عليه (م: ٣١٠هه) انهيءَ آيت جي تفسير ۾ فرمائن ٿا:

إِنَّ الظالم لا يكون امامًا يقتدى به اهل الخير، لان الامامة انما هی لاوليائه واهل طاعته دون اعدائه والكافرين به. ملخصا

(تفسير ابن جرير: ج ١ ص ٦١)

يعني بيشڪ ظالم اڳواڻ نه ٿيندو، جو ڀلا ماڻهو هن جي اقتدا ڪن، ڇو ته امامت الله تعالىٰ جي دوستن ۽ انهيءَ جي فرمانبردارن جي لاءِ آهي. هن جي دشمنن ۽ منڪرن لاءِ نه آهي.

علامه قرطبي (م: ٦٦٨هه) رحمة الله عليه لکن ٿا:

أن الإمام يكون من أهل العدل والإحسان والفضل مع القوة على

القيام بذلك، وهو الذى أمر النبى ﷺ ألا ينازعوا الأمر أهله، على ما تقدم من القول فيه. فأما أهل الفسوق والجور والظلم فليسوا له بأهل. لقوله تعالى: ﴿لَا يَنَالُ عَهْدِي الظَّالِمِينَ﴾ ولهذا خرج ابن الزبير والحسين بن على رضى الله عنهم. وخرج خيار أهل العراق وعلماؤهم على الحجاج، وأخرج أهل المدينة بنى أمية وقاموا عليهم

(الجامع لاحكام القرآن: ج٢ ص١٠٩)

يعني بيشڪ امامت جو لائق اهو ٿيندو، جيڪو عدل، احسان ۽ فضل جي صفتن وارو هجي، گڏوگڏ حڪومتي ذميدارن کي پوري ڪرڻ جي قوت رکي، اهڙي امام جي متعلق نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي ته انهن سان جهڳڙو نه ڪيو، جيڪو اڳ ۾ بيان ٿي آيو. باقي فاسق، فاجر ۽ ظالم اهل نه آهن، ڇوته الله تعاليٰ فرمايو: ”منهنجو عهد ظالمن کي شامل نٿو ٿئي“ (يزيد ۾) انهيءَ اهليت نه هئڻ جي ڪري سيدنا عبدالله بن زبير ۽ سيدنا امام حسين رضي الله عنهم (يزيد جي) مقابلي لاءِ ڪڙا ٿيا ۽ عراق جا علماء ۽ اخيار حجاج جي مقابلي لاءِ ڪڙا ٿيا ۽ اهل مدينه بنواميه جي مقابلي لاءِ ڪڙا ٿيا.

حجة الاسلام امام ابوبڪر جَصّاص حنفي (م: ٣٧٠هـ) رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

فثبت بدلالة هذه الآية بطلان امامة الفاسق وانه لايكون خليفة وان من نصب نفسه فى هذا المنصب وهو فاسق لم يلزم الناس اتباعه ولا طاعته و كذالك قال النبى عليه السلام ﴿لَا طاعة لمخلوق فى معصية الخالق﴾ و دل ايضًا علىٰ ان الفاسق لا يكون حاكما وان الحاكم لا تنفذ اذا ولى الحكم

(احكام القرآن: ج١ ص٨٤)

يعني: هن آيت جي دلالت النص سان فاسق جي امامت جو بطلان ثابت ٿيو ۽ بلاشڪ هو خليفو نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن حالتِ فسق ۾ هو منصبِ خلافت تي مسلّط ٿي وڃي ته ماڻهن تي هن جي اتباع ۽

اطاعت لازم نہ آهي ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ جن بہ ائين فرمايو آهي تہ "خالق جي نافرمانيءَ ۾ مخلوق جي فرمانبرداري نہ آهي" هيءَ آيت فاسق حاڪم نہ هئڻ تي بہ دلالت ڪري ٿي. جيڪڏهن فاسق حاڪم ٿيو تہ انهيءَ جا احڪام نافذ نہ ٿيندا.

انهيءَ ڪان علاوه (١) قاضي بيضاوي (م:٦٨٥هـ) تفسير بيضاوي ۾ (٢) علامہ محمد بن مصلح الدين حنفي (م: ٩٥١هـ) حاشية محي الدين شيخ زاده (ج٢ ص ١٨١) ۾ (٣) امام فخرالدين محمد بن ضياء الدين عمر رازي شافعي (م:٦٠٦هـ) تفسير ڪبير (ج٢ ص ٣٩) ۾ (٤) علامہ حافظ عماد الدين اسماعيل ابن ڪثير (م: ٧٧٤هـ) تفسير ابن ڪثير (ج١ ص ١٦٨) ۾ (٥) علامہ ابو القاسم جار الله محمود بن عمر بن محمد زمخشري معتزلي (م:٥٣٨) تفسير ڪشاف (ج١ ص ٢١١) ۾ مذڪوره آيت جي تحت فاسق، فاجر ۽ ظالم جي امامت/ خلافت/ حڪومت ڪي باطل چيو آهي.

هنن دليلن مان ثابت ٿيو تہ فاسق، فاجر ۽ ظالم حڪومت جو اهل نہ آهي. هاڻي جائزو وٺون تہ ڇا يزيد ۾ اهي شرط موجود هئا؟ جيتريقدر يزيد ۾ عدالت جي شرط جو تعلق آهي، سو بلڪل مفقود آهي. يعني منجهس عدالت قطعًا نہ آهي، بلڪ هو فاسق، فاجر ۽ ظالم شخص هو. هن جي فاسق ۽ ظالم هجڻ جي ثبوت ۾ احاديث پاڪ جا اشارات، دليلات ۽ صحابہ ڪرام، اهل بيت اطهار ۽ علماء امت جا واضح ۽ روشن بيانات ڪافي آهن، جن مان اڪثر هن ڪتاب ۾ علامہ فاضل مصنف "بلبل مدينہ" سلمه ربّه ثبت فرمايا آهن. اسان انهيءَ تي اڪتفا ڪريون ٿا. وڌيڪ حضرت امام حسين رضي الله عنه جي نظر ۾ يزيد جو فسق ڪيتري قدر هو، انهيءَ جا بہ مثال نقل ڪريون ٿا:

(١) حضرت شاه عبدالعزيز محدث دهلوي رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

لما تملك يزيد وتسلطن وذالك فى رجب سنة ستين بدمشق كتب الى الاقاليم لاخذ البيعة له و كتب الى عامله بالمدينة الوليد بن عقبة ان ياخذ البيعة من الحسين رضى الله فامتنع الحسين من بيعته "لانه كان فاسقا مدمنا للخمر ظالما" (سِرّ الشهادتين مع تحرير الشهادتين: ص ٣٦)

يعني يزيد جڏهن مالڪ ۽ بادشاهه ٿيو ۽ اهو ماه رجب سن هجري سٺ، شهر دمشق ۾ ٿيو تہ ملڪن ۾ پنهنجي بيعت وٺڻ لاءِ خط لکيائين ۽ وليد بن عقبه عاملِ مدينہ ڏانهن حضرت امام حسين رضي الله عنه کان بيعت وٺڻ لاءِ لکيائين. حضرت امام عالي مقام رضي الله عنه هن جي بيعت ڪرڻ کان انڪار فرمايو، ڇو تہ يزيد فاسق، شراب جي نشي ۾ هر وقت مست رهندڙ ۽ ظالم هو.

(٢) علامہ ابن اثير ۽ علامہ طبري حضرت امام حسين رضي الله عنه جو اهو خطبو نقل فرمايو آهي، جيڪو پاڻ مقام بيضاء ۾ دوستن ۽ دشمنن جي سامهون فرمايو هو، جنهن جو اسان هيٺ صرف ترجمو لکون ٿا. جنت جي جوانن جي سردار شهيدن جي سرتاج، امام عالي مقام رضي الله عنه فرمايو تہ:

اي انسانؤ! رسول الله ﷺ جن فرمايو توهان مان ڪير بہ اهڙي حاڪم کي ڏسي، جيڪو ظلم ڪندڙ هجي، الله تعاليٰ جي حرام ڪيل شين کي حلال ڇوندڙ هجي، الله تعاليٰ جي عهد کي ٽوڙڻ وارو هجي، سنت رسول الله ﷺ جو مخالف هجي، خدا جي ٻانهن تي گناهہ ۽ سرڪشيءَ سان حڪومت ڪندو هجي، ايتري ڏسڻ جي باوجود بہ ڪنهن پنهنجي فعل ۽ قول سان انهيءَ جي مخالفت نہ ڪئي، تہ الله تعاليٰ کي حق آهي تہ انهيءَ کي انهيءَ بادشاهہ سان گڏ دوزخ ۾ داخل ڪري.

خبردار! انهن ماڻهن شيطان جي اطاعت لازم ڪري ورتي ۽ رحمان جي فرمانبرداري ڇڏي ڏنائون. هر طرف فتنو ۽ فساد برپا ڪيائون، حدود الله کي معطل ڪيائون، مال غنيمت تي ناجائز قبضو ڪيائون، الله تعاليٰ جي حرام ڪيل کي حلال ۽ انهيءَ جي حلال ڪيل کي حرام بنايائون ۽ مان ٻين جي بنسبت انهن جي خلاف جهاد ڪرڻ جو وڌيڪ حقدار آهيان. (تاريخ ابن اثير: ج ٤ ص ٤٨- تاريخ طبري: ج ٦ ص ٢٢٩)

هن مان ثابت ٿيو تہ حضرت امام عالي مقام عليه السلام وٽ يزيد فاجر، ظالم، بلڪ حلال الله کي حرام ۽ حرام الله کي حلال ڇوڻ سان هن جو حال ڪفر تائين پهتل هو.

هن پليد ۾ رڳو عدل وارو شرط نہ، پر انهيءَ سان گڏ ٻيا بہ

شرط نہ پئي لڏا ويا: (١) صاحب راء (٢) صاحبِ مروّت (٣) مجتهد، بلڪ (۴) ايمان. جڏهن تہ بادشاهہ/ حاڪم هجڻ ۾ اهليت جي شرطن مان پنج شرط نہ لڏا وڃن تہ اهو امير ٿيڻ جو لائق ئي نہ آهي. جيڪڏهن هو امير ٿي ويو تہ انهيءَ جي اطاعت واجب نہ آهي، پر انهيءَ جي خلاف جهاد ڪرڻ حق آهي. انهيءَ سبب سان حضرت امام عالي مقام رضي الله عنه يزيد جي خلاف خروج فرمائي، حق تي رهيا. نہ هو خاطي آهن نہ باغي آهن، بلڪ پاڻ حق جا امام آهن.

**سوال:** جڏهن يزيد فاسق، فاجر هو، يعني هن ۾ امير ٿيڻ جي اهليت جا شرط نہ هئا تہ حضرت امير معاويه رضي الله عنه ڪيس پنهنجو ولي عهد مقرر ڇو فرمايو ۽ صحابہ ڪرام هن جي بيعت ڇو ڪئي؟

**جواب:** انهيءَ حوالي سان مختصر عرض ڪنداسين تہ حضرت امير معاويه رضي الله عنه کي يزيد جي فسق جي خبر نہ هئي. انهيءَ تي علامہ ابن خلدون جي هيءَ شاهدي ڪافي آهي:

ما حدث فی یزید من الفسق ایام خلافته فایاك ان تظن بمعاویة رضی الله عنه علم ذالك من یزید فانه اعدل من ذالك وافضل بل كان یعزله ایام حیاته فی سماع الغناء وینهاه عنه وهو اقل من ذالك.

(مقدمہ ابن خلدون: ص ٣٧٣)

يعني: اهو فسق ۽ فجور جيڪو يزيد کان سندس خلافت ۾ ظاهر ٿيو اهو (ولي عهديءَ جي وقت) حضرت امير معاويه رضي الله عنه جي علم ۾ ڪونہ هو. تون هن بدگمانيءَ کان بچ تہ ڪين هن جي فسق جي خبر هئي، ڇو تہ سندن مقام ۽ مرتبو انهيءَ کان گهڻو بلند آهي (تہ پاڻ يزيد جي فسق تي واقف هوندي بہ هن کي پنهنجو ولي عهد منتخب فرمايو) بلڪ پاڻ تہ پنهنجي حياتيءَ ۾ يزيد کي راڳ ٻڌڻ کان منع فرمائيندا هئا، جو انهيءَ (فاسق کي ولي عهد مقرر ڪرڻ) کان بہ زور گهٽ آهي.

اهوئي سبب هو جو حضرت امير معاويه رضي الله عنه يزيد کي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪري، برسر منبر دوران خطبہ هي دعا گهرڻ فرمايائون:

اللهم ان كنت تعلم انى وليته لانه فيما اراه اهل لذالك فاتمم له ما وليته وان كنت وليته لانى احبه فلا تتم له ما وليته

(البداية والنهاية: ج٨ ص ١٢٣)

يعني: اي منهنجا الله! جيڪڏهن تون ڄاڻين ٿو تہ مون هن (يزيد) کي امير هئڻ جي اهليت تي ولي عهد ڪيو آهي تہ هن جي ولايت کي تڪميل تائين پهچاءِ ۽ جيڪڏهن مون هن کي صرف پنهنجي محبت جي بنا تي ولي عهد ڪيو آهي تہ پوءِ انهيءَ لاءِ پورو نہ فرماءِ.

عمدة المتڪلمين علامہ عبدالعزيز پرهاري رحمة الله عليه لکن ٿا:

انما نصبه معاوية ظنا بصلاحه كما روى عنه انه قال: اللهم ان كان يزيد على ما اظنه والا فعجل موته. وقد استجيب دعاؤه فلم يطل ملكه

(النبراس شرح العقائد: ص ٣٢٤)

يعني: حضرت امير معاويه رضي الله عنه يزيد ۾ امير هئڻ جي صلاحيت جي گمان تي ڪيس ولي عهد مقرر فرمايو. جيئن تہ روايت ڪئي وئي آهي تہ پاڻ دعا گهريائون: اي منهنجا الله! جيڪڏهن مون پنهنجي گمان مطابق هن کي ولي عهد ڪيو آهي (ڪيس وڏي عمر ڏجانءِ) نہ تہ ٻي صورت ۾ هن کي جلدي موت ڏي ۽ سندن اها دعا قبول ٿي، (جو هن ۾ صلاحيتون هيون ڪونہ) تنهن ڪري سندس حڪومت بہ ڍگهي ڪانہ هلي.

باقي صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جي باري ۾ علامہ پرهاري رحمة الله عليه لکن ٿا:

قلت: روى بيعتهم وقعت جبرًا، ولو سلم فكانت متفرقة على التسليم فاذا فسد الاصل فسد الفرع ولذا صح عن اهل المدينة انهم خلعوا بيعته اى عزلوه وقد كان فيهم الصحابة وعظماء التابعين

(النبراس شرح العقائد: ص ٣٢٤)

يعني جواب ۾ چوندس تہ روايت ۾ آهي تہ انهن کان زبردستي بيعت ورتي وئي هئي. جيڪڏهن اها تسليم ڪئي وڃي تہ پوءِ اها متفرع آهي تسليم ڪرڻ تي (يعني يزيد کي اهليت ۽ صلاحيت سان گڏ امير تسليم ڪرڻ تي) پوءِ جڏهن اصل فاسد ٿيو تہ فرع بہ فاسد ٿي (جڏهن هن

جي اهليت ۽ صلاحيت فاسد ظاهر ٿي تہ هن جي امير هجڻ ۽ هن جي بيعت ڪرڻ بہ فاسد ٿي) تنهن ڪري اهل مدينہ يزيد جي بيعت کي ختم ڪيو ۽ امارت تان معزول سمجهيائون، حالانڪ انهن ۾ صحابہ ڪرام ۽ عظيم تابعين رضي الله عنهم هئا.

**بحث ٻيو:** حديث پاڪ جا ٻيا لفظ آهن: "إِلَّا أَنْ تَرَوْا كُفْرًا بَوَاحًا"

يعني: اهل امير سان جنگ نہ ڪيو، پر جيڪڏهن هن ۾ کلم کلا ڪفر ڏسو (تہ پوءِ جنگ ڪرڻ گهرجي).

ظاهر حديث مان تہ ڪفر شرعي مراد آهي، پر هي ساڳي حديث هڪ ٻي روايت سان نقل ڪيل آهي، جنهن ۾ "مَعْصِيَةً لِّلّٰهِ" آيل آهي، جنهن جي معنىٰ آهي الله تعالىٰ جي نافرماني. ڏسو! حافظ ابن حجر عسقلاني (م: ٨٥٣هـ) ۽ علامہ بدرالدين عيني (م: ٨٥٥هـ) رحمة الله عليهما لکن ٿا:

ووقع فی روایة حبان بن ابی النضر المذکورة "إِلَّا اَنْ يَّكُوْنَ مَعْصِيَةً لِّلّٰهِ بَوَاحًا"

(فتح الباري: ج ١٣ ص ٩- عمدة القاري: ج ٢٤ ص ١٧٩)

يعني حبان بن ابي النضر جي روايت ڪيل متين حديث ۾ "كُفْرًا بَوَاحًا" جي جاءِ تي "مَعْصِيَةً لِّلّٰهِ بَوَاحًا" جا لفظ مبارڪ واقع ٿيا آهن.

علامہ يحيٰ بن شرف نووي شافعي (م: ٦٧٦هـ) ۽ علامه عيني رحمة الله عليهما لکن ٿا:

والمراد بالکفر ھٰھنا المعاصی

(شرح مسلم للنووي: ج ٢ ص ١٢٥- عمدة القاري: ج ٢٤ ص ١٧٩)

يعني: هتي ڪفر مان مراد نافرماني آهي.

جڏهن ڪفر مان مراد نافرماني آهي تہ يزيد بيشڪ نافرمان هو. نافرمان سان مقابلو ڪرڻ حديث پاڪ جي موافق آهي، مخالف نہ آهي. پر جيڪڏهن هن حديث پاڪ کي ڪفر شرعي تي ئي محمول ڪجي تہ بہ سيدنا امام عالي مقام رضي الله عنه حق بجانب آهن. جهڙيءَ طرح علامہ پرهاري

لکيو آهي:

لعله وجد ما يدل علىٰ كفره وقد تقرر ان منع الخروج انما هو اذا لم يبلغ فسق الامام الكفر. ويروى من شعر يزيد:

وشمة كرم برجها قعرونها ومطلعها الساقى ومغربها فمى

فأن حرمت يومًا علىٰ دين احمد فخذها علىٰ دين المسيح بن مريم

(النبراس شرح العقائد: ص ٣٢٤)

يعني: اميد تہ امام عالي مقام رضي الله عنه يزيد ۾ اهڙي شيءِ ڏٺي، جيڪا هن جي ڪفر تي دلالت ڪري رهي هئي ۽ هيءَ ڳالھ بار بار تي چڪي آهي تہ جيستائين فسق ڪفر تائين ناهي پهتو، تيستائين هن جي خلاف خروج ڪرڻ منع آهي ۽ يزيد جو ڪفر هن شعر مان ظاهر آهي: (ترجمو: انگور جي وَل جو برج تمام گهرو آهي، هن جي ايرڻ جي جاءِ ساقي آهي تہ لهڻ جي جاءِ منهنجو وات آهي. جيڪڏهن دين احمد ۾ ڪو ڏينهن اهو شراب حرام آهي تہ پوءِ انهيءَ کي مسيح ابن مريم جي دين تي وٺ- يعني حلال سمجھ).

علامہ ابن حجر هيتمي مڪي رحمة الله عليه (م: ٩٧٤هـ) يزيد جي پٽ جا هي لفظ نقل ڪيا آهن، جيڪي هن جي ڪفر تي دلالت ڪن ٿا:

ثم قلد ابى الامر وكان غير اهل له ونازع ابن بنت رسول الله ﷺ فقصف عمره وانبتر عقبه وصار فى قبره رهينًا بذنوبه ثم بكىٰ وقال: ان من اعظم الامور علينا علمنا بسوء مصرعه وبئس منقلبه وقد قتل عترة رسول الله واباح الخمر وخرّب الكعبة. (صواعق المحرقة: ص ٢٢٤)

يعني: (امير معاويه ڪان بعد) منهنجي پيءُ خلافت سنڀالي، حالانڪ پاڻ خلافت جو اهل ڪونہ هو ۽ رسول الله ﷺ جن جي نياڻي سڳوري جي فرزند سان ناحق جهيڙو ڪيائين، تنهنڪري سندس عمر بہ ڪُٺي پئي ۽ سندس اولاد بہ تباھ ٿيو. آخر پنهنجي قبر ۾ پنهنجن گناهن جي سبب قيدي ٿيو. پوءِ (پٽس) رنو ۽ چيائين تہ جيڪا وڏي ڳري ڳالھ

اسان تي آهي، سا هيءَ ته اسان کي هن جي بڇڙن ڪرتوتن ۽ بري انجام جو علم آهي. جڏهن ته هن آلِ رسول ﷺ کي شهيد ڪيو ۽ شراب حلال سمجهيائين ۽ ڪعبه شريف کي ويران ڪيائين.

اهل حديث (غيرمقلد) وهابين جو شيخ وحيدالزمان (م: ۱۳۲۸ھ) بخاري شريف جي شرح ۾ لکي ٿو:

میں کہتا ہوں کہ امام حسین علیہ السلام نے جو یزید پر خروج کیا، تو اول تو آپ نے اس سے بیعت نہیں کی تھی اور اس کی خلافت قبول نہیں کی تھی، دوسرے یزید نے وہ باتیں کرنی شروع کیں، جو صراحتاً کفر تھے، جیسے شراب اور زنا اور جمع بین الاختین کی حلت وغیرہ اور ایسی حالت میں اس سے لڑنا اور اس پر جہاد کرنا واجب تھا۔ اور امام نے جو کیا، وہ بجا کیا۔ آپ نے دین اور شریعت کی حفاظت کے لئے اس پر خروج کیا اور اللہ کی راہ میں شہید ہوئے، درجاتِ عالیہ حاصل کیئے۔

(تيسير الباري: ج٦ ص ۴۸۴)

هنن حوالن مان ثابت ٿيو ته ڪفر مان مراد ڪفر ئي هجي يا معصيت. بهرحال حضرت امام عالي مقام رضي الله عنه وٽ يزيد جو ڪفر ٻنهي صورتن وارو ثابت هو. تنهنڪري هن پليد سان امام عالي مقام رضي الله عنه جو مقابلو نه 'خطا' هو ۽ نه 'بغاوت'، پر حق ۾ جهاد هو. تنهنڪري علامه ملا علي بن سلطان قاري (م: ۱۰۱۳ھ) فرمائن ٿا:

واما ما تفوّہ به بعض الجهلة من ان الحسين كان باغيًا فباطل عند اهل السنة والجماعة ولعل هذا من هذيانات الخوارج عن الجادة

(شرح الفقه الاكبر: ص ۷۲)

يعني: پر بعض جاهلن افواهه هلائي آهي ته حضرت امام حسين رضي الله عنه باغي هئا (نعوذ بالله منها) ته هي اهل سنت و جماعت وٽ باطل آهي.

سمجهجي ٿو ته هي خارجين جي بڪواس آهي، جيڪي صراط مستقيم تان هٽيل آهن.

آخر ۾ حضرت شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي رحمة الله عليه (م: ۱۲۳۹ھ)

جي فتويٰ تي هن بحث کي ختم ٿا ڪريون، جو پاڪ ۽ هند جا تمام وهابي بہ شاهہ صاحب کي مڃيندا آهن. پڙهي، من هنن کي توبہ جي توفيق ملي. اسان هتي صرف ترجمي تي اڪتفا ڪريون ٿا، جيڪو اصل ڪتاب تان نقل ڪيو اٿئون:

حضرت امام حسين عَلَيْهِ السَّلَامُ جو خروج (يزيد جي خلاف) خلافت راشده جي دعويٰ تي نہ هو، ڇوجو اها ٽيهن سالن جي گذرڻ سان ختم ٿي وئي هئي، پر رعيت کي هڪ ظالم جي هٿ کان نجات ڏيارڻ جي بنا تي هو ۽ ظالم جي مقابلي ۾ مظلوم جي مدد ڪرڻ واجبات منجهان آهي ۽ جيڪي مشڪواة شريف ۾ ثابت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن بادشاهِ وقت سان بغاوت ۽ انهيءَ جي خلاف خروج ڪرڻ کان منع فرمائي آهي توڙي جو هو ظالم ڇو نہ هجي، هي انهيءَ وقت ۾ آهي، جو ظالم بادشاهہ بغير جهڳڙي جهيڙي جي (ملڪ تي) پورو تسلط حاصل ڪيو هجيس.

۽ هتي اجا تائين اهل مدينہ ۽ اهل مڪہ يزيد پليد جي تسلط تي راضي ئي ڪونہ هئا ۽ حضرت امام حسين، عبدالله بن عباس، عبدالله بن عمر، عبدالله بن زبير رضوان الله عليهم اجمعين جهڙن شخصن هن جي بيعت ئي ڪانہ ڪئي هئائون. مطلب آهي تہ حضرت امام حسين رضي الله عنہ جو خروج يزيد جي تسلط کي دفع ڪرڻ جي لاءِ هو، رفع ڪرڻ لاءِ نہ هو. (ڇوجو پاڻ هن جي حڪومت مڃن ها تہ پوءِ سندن خروج رفع لاءِ چئجي ها، پر جڏهن مڃيو ئي ڪونہ تہ اها دفع واري صورت آهي، جيڪا منع نہ آهي) باقي حديث ۾ جنهن خروج کان منع آهي تہ اهو ظالم بادشاهہ جي تسلط رفع ڪرڻ لاءِ هجي (انهيءَ کان منع آهي) دفع ۽ رفع ۾ جيڪو فرق آهي، اهو فقهي مسئلن ۾ ظاهر ۽ مشهور آهي. (فتاويٰ عزيزي (فارسي): ج ا ص ٢١)

حاصل هي ٿيو تہ حديث پاڪ پنهنجي جاءِ تي صحيح آهي تہ حڪومت جي اهل امير سان ايستائين اختلاف ناهي رکڻو، جيستائين هن کان ڪفر ظاهر نہ ٿئي. جڏهن ڪفر ظاهر ٿيو تہ هن سان اختلاف رکڻ حق آهي. هن مان بہ ڳالهيون ثابت ٿيون: هڪ تہ اهو اهل هجي، ٻيو تہ هن کان ڪفر ظاهر نہ هجي. جڏهن حضرت امام حسين عالي مقام رضي الله عنہ وٽ يزيد

پليد جي نااهلي ۾ هن جو ڪفر ثابت آهي تہ هن سان اختلاف رکڻ سندن حق آهي ۽ لڙائي سندن جهاد آهي.

خبردار! هن حديث جي آڙ ۾ ڪڏهن بہ امام پاڪ رضي الله عنه کي 'خاطي'، 'خارجي' يا 'باغي' چوڻ جو ڪنهن کي بہ اختيار نہ آهي، اهو پاڻ خاطي ۽ خارجي آهي.

جهيڙو لاهہ يزيد، عليءَ جي اولاد سين،
سا نہ پسندين عيد، جا هوندي مير حسين سين.

(شاهہ جو گنج: سگهڙ، جنجهي صاحب: ص ١٣٨)

دعا آهي تہ الله تعالىٰ اسان کي هميشہ حق ۽ سچ تي قائم فرمائي، باطل ۽ گمراهيءَ کان بچائي. حضرات حسنين ڪريمين جي نانا سائين ﷺ جن جي شفاعت نصيب فرمائي ۽ قبلہ 'بلبل مدينہ' جي خدمت قبول فرمائي، ڪين صحت ۽ عافيت عطا فرمائي. آمين بجاه حبيبه الڪريم الامين ﷺ وعلىٰ آله وصحبه واتباعه اجمعين.

ڪتبه

الفقير خليل احمد الاشرفي الازهري
المجددي عفي عنه
درگاهہ عاليہ ويهڙ شريف، ضلع دادو

١٢ رمضان المبارڪ ١٤٣٤هہ
بمطابق ٢٦ جولاءِ ٢٠١٣ع
بروز جمعة المبارڪ

# تقريظ

## فاضل جليل مولانا مولوي رحيم بخش ڏاهري

ايم.اي، ايم.ايڊ- ساڪن مورو

الحمد لله الذی هدانا سبل السلام وجعلنا من امة خیر الانام و سقانا کاسات حب الاصحاب الکرام و اهل البیت العظام، والصلواة والسلام علیٰ خاتم النبین، اکرم الاولین والاخرین، رحمة للعالمین، حبیب رب العالمین، سیدنا و مولانا محمد وعلیٰ آله الطیبین الطاهرین، واصحابه الراشدین المهدیین، و اولیاء امته الواصلین الکاملین، وعلماء امته الراسخین من المفسرین والمحدثین، والائمة المجتهدین اجمعین.

اما بعد!

الحمد لله سهڻيءَ سنڌ جي سر زمين ۾ الله ﷻ اهڙا هزارين املهه هيرا پيدا ڪيا آهن جن پنهنجي چمڪ سان دنيا جي افق ۾ علم جي اها روشني پکيڙي جنهن روشني ماڻهن جي من ڪي موهي وڌو ۽ هزارين ڀٽڪيل حق جي راهه جا راهي بڻيا.ڪيئي علم جي شمع سيني ۾ سمائي عوام الناس لاءِ رهنماء ۽ رهبر بنيا. اهڙن سپوتن مان سنڌ ڌرتيءَ جو انمول هيرو منهنجو محسن ۽ استاد مفسر قرآن شيخ الحديث ، فقيه العصر خطيب عديم المثل، مدرس بي بدل، محقق، مصنف، شيخ طريقت رهبر شريعت حضرت علامه مولانا قبلہ الحاج محمد ادريس ڏاهري مد ظله العالي بہ هڪ آهن. سائين جن پنهنجي هر ڪاوش ۾ پنهنجو پاڻ مڃايو آهي سندن تقرير توڙي تحرير مان محبوب ﷺ ، صحابه ڪرام، اهل بيت عظام جي محبت جي اها خوشبوءِ اچي ٿي جيڪا عام مقرر يا محرر کان حاصل نہ ٿي ٿئي. هر دعویٰ لاءِ دليل گهربل هوندو آهي ۽ دليل جو ثبوت انسان جي پنهنجي ئي قول ۽ فعل مان حاصل ٿيندو آهي. سندن

محبت جي ثبوت لاءِ حضرت قبله سائين جن جي تقرير ۽ تحرير پڙهي ڏسو، سندن فعل به اوهان کان لڪل نه هوندو جو پاڻ هر سال ۾ تقريبًا ٻه دفعا الله تعالىٰ جي گهر مڪه مڪرمه ۽ مدني تاجدار جي حرم شريف جي حاضري لاءِ تشريف وٺي ويندا آهن ۽ محبوب مديني واري کان روحاني فيض سان ڀرپور ٿي موٽندا آهن. سندن فعل آهي ته اچي ڏسو جو پاڻ ته عابد، زاهد، متقي، پرهيزگار آهن پر سندن پرورش جي برڪت سان سندن سڄو گهراڻو صوم و صلاة جو پابند آهي، سندن فرزند به عالم ۽ قرآن پاڪ جا حافظ آهن. سندن هر ڪتاب ۾ محبوب جي روحاني فيض جي پالوٽ نظر اچي ٿي خصوصًا سندن تفسير "**احسن البيان في تفسير القرآن**" ۾ ته اهو سُڳند آهي، جو مطالع ڪرڻ سان محبت وارن جا نيڻ نري پون ٿا. جيڪڏهن عشق جي اک سان پڙهجي ته سينو محبوب عليه الصلوٰة والسلام جي محبت سان سرشار ٿي ويندو. حضرت قبله سائين جن محبوب جي محبت رکڻ وارن جي هر طرح رهنمائي ڪرڻ ۾ مشغول رهيا آهن. پاڻ محبوب عليه الصلوٰة والسلام سان نسبت واري هر پهلو تي لکي عوام الناس جي غلط فهمين دور ڪرڻ ۽ صحيح طريقي ڏانهن رهنمائي ڪرڻ جي جدوجهد ۾ همه تن مصروف هوندا آهن. اهوئي سبب آهي جو پاڻ محبوب عليه الصلوٰة والسلام جي سيرت متعلق لکيل عربي ڪتاب المعروف "**شمائل ترمذي**" جو بهترين شرح "**الفيوضات المصطفوية شرح الشمائل المحمدية**" ٻن جلدن ۾ لکي عاشقن جي، محبوب عليه الصلوٰة والسلام سان محبت ڪي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن، هن ۾ محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي سيرت ۽ سندن پاڪ حليو مبارڪ بيان ڪيو ويو آهي ته محبوبن جا زلف مبارڪ ڪيئن هئا؟ سندن پاڪ ڳل مبارڪ ڪيئن هئا؟ سندن اکيون مبارڪ ڪيئن هيون؟، سندن هلڻ مبارڪ ڪيئن هو وغيره، سڄو تفصيل سان بيان ڪيل آهي. ان سان گڏوگڏ محبوب جي حديث جي اهميت ۽ حجيت متعلق "**التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب** صلى الله عليه وسلم" هن ۾ قرآن و حديث مان قوي دلائل سان حديث جي منڪرن لاءِ ثابت ڪيو ويو آهي ته محبوب عليه الصلوٰة والسلام

جي حديث اسلام جو اهم ماخذ آهي ۽ خود الله تبارڪ وتعالیٰ حديث مبارڪ تي عمل ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي.

ان ئي سلسلي جي هڪ ڪڙي اسان اهل السنت والجماعت جي روحاني رهنما، سيني جي سرور، دل جي چين سيدنا و مولانا حضرت امام حسين رضي الله عنه جي محبت ۽ اهلبيت جي دشمن اسلام جي منڪر يزيد پليد ملعون کان نفرت متعلق هي ڪتاب **"الترديد القوي علیٰ من يحب يزيد الغوي"** (گمراهه يزيد جي يارن جي مضبوط ترديد) تحرير ڪري اسان اهل السنت والجماعت مٿان خصوصي احسان فرمايو اٿن، ته جيئن سيني کي خبر پوي ته اسان اهل السنت والجماعت وارن جو ان لاءِ صحيح عقيدو ڪهڙو آهي اسان جي امام عالي مقام سان دلي محبت ۽ يزيد پليد لعين سان دلي نفرت آهي، اسان ان پليد تي هميشه لعنت ڪئي آهي هن وقت به مٿس لعنت ڪيون ٿا. هي ڪتاب لکي سائين جن محبوب جي ٻچڙن اهلبيتن سان پيار جو ثبوت پيش ڪيو آهي جو محبوب جي ٻچڙن سان پيار ڪرڻ محبوب کي راضي ڪرڻ جو ذريعو آهي ۽ محبوب راضي ته رب رحمان به راضي. جيئن الله تبارڪ و تعالیٰ محبوبن کي فرمايو ته اوهان مؤمنن کي فرمايو ته "مان توهان کان اسلام پهچائڻ تي ڪو اجورو نه ٿو گهران فقط پنهنجي اهلبيت سان محبت ٿو گهران".

﴿ قُلْ لَّآ اَسْئَلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِي الْقُرْبٰى ﴾ شوریٰ: آيت ٢٣

سائين جن هي ڪتاب لکي، محبوبن جي ان فرمان جو حق ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. الله تعالیٰ سندن هن سعي کي پنهنجي بارگاهه بيڪس پناهه ۾ مقبول فرمائي.

اسان جي دعا آهي ته شال الله رب العزة سائين جن کي خضري حياتي عطا فرمائي ۽ ڪين پنهنجي محبوب عليه الصلوٰة والسلام جي صدقي صحت ڪامله عاجله نصيب فرمائي ۽ سندن سايو اسان تي تا دير قائم و دائم فرمائي جو پاڻ اسان جي رهنمائي ۽ رهبري فرمائيندا رهن. آمين بجاه سيد المرسلين عليه وعليهم الصلوٰة والسلام اجمعين.

هڪ پوڙهيءَ وانگر، جنهن حضرت يوسف عليه السلام جي خريدارن جي لسٽ ۾ نالو ڳڻايو ٿي، مان به محبوب جي پياري ٻچڙي پنهنجي روحاني مرشد سيدنا امام حسين عالي مقام رضي الله عنه جي محبت وارن ۾ نالي ڳڻائڻ خاطر چند سٽون لکان ٿو، ورنه مون ڪم علم وٽ نه لکڻ جو ڏانءُ آهي، نه وري ڪو علمي مواد ميسر آهي.

مُحَبتَ پائي مَنَ ۾ ، رندا روڙيا جن
تَن جو صَرافَن، اڻ توريو ئي اگهائيو.

(سرڪاپائتي: بيت ١٢)

بس سهڻي لطيف جي هن شعر کي مد نظر رکندي رب ڪريم جي رحمت ۾ اميد آهي ته شال رب ڪريم هي ٽُٽل ڦِٽل الفاظ پنهنجي دربار ۾ قبول فرمائي ۽ آخرت ۾ محبوبن جي شفاعت نصيب ڪري ۽ سهڻي امام حسين عليه السلام جي مريدن جي صف ۾ شامل فرمائي. آمين.

**يزيد پليد جي ڪردار متعلق تاريخي پس منظر:** جڏهن يزيد جي بيعت ورتي وئي ته حضرت حسين بن علي، حضرت عبدالله بن عمر، حضرت عبد الله بن زبير ۽ حضرت عبدالرحمان بن ابي بڪر رضوان الله عليهم اجمعين ان وقت بيعت نه ڪئي هئي. يزيد کي وڏيڪ خوف حضرت امام حسين ۽ حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهم کان محسوس ٿي رهيو هو، ان جي ڪري يزيد مدينه جي گورنر کي لکيو ته مذڪور شخصن کي گرفتار ڪري فوري بيعت وٺ، گورنر انهن کي پيغام موڪليو، پر حضرت ابن زبير ۽ حضرت امام حسين مکه پاڪ هليا ويا. اتي ڪوفين حضرت امام حسين کي بيعت متعلق خط لکيا ۽ حضرت امام حسين انهن جي دعوت تي ڪوفه روانه ٿيا انهن بي وفائي ڪئي ۽ يزيد طرفان مقرر حاڪم عبيدالله بن زياد حضرت امام حسين رضي الله عنه کي ڪوفه پهچڻ کان پهريان شهيد ڪري ڇڏيو. انا لله وانا اليه راجعون.

حضرت امام حسين رضي الله عنه جي شهادت کان پوءِ حضرت ابن زبير لاءِ حجاز خالي رهجي ويو پاڻ مکه مکرمه وارن کي عراق ۽ ڪوفه وارن

جي بي وفائي ٻڌايائون ۽ ان طرح مدينه ۽ مکه وارن يزيد جي بيعت ٽوڙي ڇڏي ۽ مدينه ۾ قريش جو عبد الله بن مطيع ۽ انصار جو عبدالله بن حنظله امير مقرر ٿيو ۽ مکه وارن حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه جي بيعت ڪري ڇڏي، مدينه جي گورنر ۽ جيڪي بہ بنو اميہ جا ماڻهو هئا، انهن کي مدينہ مان ڪڍي ڇڏيائون اهي مروان بن الحڪم جي گهر ۾ رهيا ۽ انهن (بنواميہ) وارن يزيد کي ان کان باخبر ڪيو، يزيد عمرو بن سعيد بن عاص کي گهرايو، پر ان قريش جي خون وهائڻ کان معذرت ڪئي بعد ۾ ضحاڪ بن قيس فهري کي گهرايائين ان بہ معذرت ڪئي بعد ۾ ان مسلم (مجرم) بن عقبہ مُري لعين کي گهرايو، جنهن جا وار ڪنڊڙيل ، اک کان ڪاڻو ۽ پير کان منڊو تقريبًا ٩٠ سالن جو پوڙهو هو،يزيد ان بد بخت سان تقريبًا ١٢٠٠٠ ڪن روايتن ۾ ٢٥٠٠٠ لشڪر تيار ڪري مدينہ شريف تي حملي لاءِ موڪليو ۽ ان کي چيائين تہ جيڪڏهن توسان ڪو حادثو پيش اچي تہ حصين بن نمير کي امير بنائي ڇڏجان ۽ جڏهن مدينہ پهچين تہ ٽي ڏينهن انهن کي ڏيڇارجان، ڌمڪائجان. جيڪڏهن اهي پنهنجي موقف کان رجوع ڪن تہ پوءِ لشڪر وٺي ابن زبير طرف روانو ٿجان. جيڪڏهن اهل مدينه رجوع نہ ٿين تہ انهن سان جنگ ڪجان ۽ جڏهن انهن تي قابض ٿي وڃين تہ اهل مدينه جو طعام ، اسلحو، مال (سون ،چاندي) ٽن ڏينهن تائين توهان لاءِ مباح آهي (يعني ظلم سان ڦر لٽ ڪجو) جڏهن هي شامي لشڪر مدينه شريف پهتو تہ انهن کي ٽن ڏينهن جو چئلينج ڏنائون تہ يزيد جي بيعت ۽ اطاعت ڪيو، ورنہ جنگ ڪنداسين اهل مدينه وارن چيو الله جا دشمنؤ! توهان جي وعدن تي اسان کي ڪو ڀروسو ڪونهي. جيڪڏهن توهان اسان سان ناحق جنگ ڪئي تہ اسان جنگ ڪنداسين. آخر ڪار حره جي ميدان ۾ جنگ ٿي ۽ ظالمن مدينه منوره ۾ جيڪي ڦهر ڪيا، سي قلم جي لکڻ کان ڳرا آهن. ڪجھ تہ هن ڪتاب ۾ ذڪر ٿي چڪا آهن. مختصر هي تہ جيڪو شخص انهن کي مليو، انهن جي دل چاهيو تہ ان کي قتل ڪري ان جو مال لٽي ٿي ورتائون. هڪ عورت سُعدىٰ بنت عوف مريہ مسلم بن عقبہ کي چيو تہ مان تنهنجي سؤٽ آهيان، منهنجا اٺ نہ

ڪاهجو ان ڪميٽي ساٿين کي چيو تہ پهريان ان جا اٺ لٽيو. هڪ عورت چيو تہ مان تنهنجي ٻانهي آهيان ۽ هي منهنجو پٽ تنهنجو قيدي آهي مسلم بن عقبہ ان جو ڪنڌ لاهي ڇڏيو. محبوب جي شهر ۾ عورتن جون زبردستي عزتون لٽيون ويون، ايتري قدر جو هڪ هزار عورتون بغير مڙسن جي حامل ٿي ويون. شهيدن جي تعداد ۾ مختلف روايتون آهن. هڪ روايت ۾ آهي تہ ٧٠٠ مهاجر ۽ انصار ۽ ١٠٠٠٠ ٻيا مسلمان شهيد ڪيا ويا. ٻي روايت ۾ علامہ قرطبي بيان ڪيو آهي تہ ١٧٠٠ مهاجر و انصار صحابہ ۽ خيار تابعي ۽ عام ماڻهن ۾ عورتن ۽ ٻارن کان سواءِ ١٠٠٠٠ مسلمان شهيد ڪيا ويا ٧٠٠ قرآن ڪريم جا قاري شهيد ڪيا ويا ۽ ٩٧ قريش شهيد ڪيا ويا. مسجد نبويءَ ۾ گهوڙا ٻَڌا ويا، جن مسجد نبوي ۾ منبر رسول تي گندگي ڪئي. ٣ ڏينهن مسجد نبوي ۾ جماعت نہ ٿي مسلم بن عقبہ ماڻهن کي مجبور ڪيو تہ اهي ان ڳالهہ تي بيعت ڪن تہ اهي يزيد جا غلام آهن، پوءِ اهو چاهي تہ انهن کي وڪڻي، چاهي تہ آزاد ڪري. يزيد بن عبدالله بن زمعہ چيو تہ مان قرآن ۽ سنت جي حڪم تي بيعت ٿو ڪيان تہ ان کي ٻَڌي، ان جو ڪنڌ لاٿو ويو. انا لله وانا اليه راجعون

**مسلم بن عقبہ جو عبرتناڪ موت:** ان ظالم مسلم بن عقبہ جو عبرت ناڪ موت ٿيو. جڏهن مدينه وارن سان ظلم و قهر ڪري مڪه پاڪ تي حملي جي ارادي سان وڃي رهيو هو تہ رستي ۾ ئي مري ويو مدينه پاڪ ۾ هڪ شخص کي هن ظالم چيو تہ تون بيعت ڪر تہ الله جي اطاعت ۽ معصيت ۾ يزيد جو غلام آهين، ان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ مان صرف الله جي اطاعت تي بيعت ڪندس. هن ظالم ان کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. ان جي والده قسم کنيو تہ جيڪڏهن الله مون کي طاقت ڏني تہ مان ان ظالم کي باهہ ڏئي ساڙينديس. جڏهن اهو رستي ۾ مري ويو تہ اها عورت ان جي قبر تي وئي ماڻهن کي چيائين تہ کوٽيو تہ ڏٺائون تہ هڪ واسينگ نانگ ان کي ڏنگي رهيو هو، پوءِ ان عورت ان کي باهہ ڏئي ساڙي ڇڏيو.

مرڻ کان اڳ ۾ هن يزيد جي نصيحت مطابق حصين بن نمير کي لشڪر جو اڳواڻ مقرر ڪيو تہ تون وڃي مڪه پاڪ ۾ عبدالله بن زبير

کي قتل ڪجان. ١٦ محرم ٦٤ هجري تي حصين بن نمير لشڪر وٺي مڪه روانو ٿيو ۽ ٢٦ تاريخ مڪه جي ٻاهران پهتو. محرم ۽ صفر ۾ جنگ هلندي رهي. ٣ ربيع الاول ٦٤ هجري ڇنڇر جي ڏينهن انهن يزيدي ظالمن منجنيقن سان ڪعبي تي پٿر وسايا، تانجو ڪعبه ڪريم جي ڇت، سڙي وئي ڪعبه کي باهه لڳائي وئي. انا لله وانا اليه راجعون.

تقريبًا ٦٤ ڏينهن مڪه پاڪ جو گهيرو رهيو ان ئي دوران ١٤ ربيع الاول سنه ٦٤ هجري تي يزيد لعين مري ويو، (مقصد ته ان ظلم جي ڪارروايين دوران ئي مري ويو، توبه جي توفيق ڪٿان نصيب ٿيس.) يزيد جي موت جي خبر ٻڌي يزيدين ڪعبه جو گهيرو ختم ڪيو.

يعني ٢٢ رجب سن ٦٠ هه ۾ يزيد لعين تخت نشين ٿيو سن ٦١ هه جي شروعات ۾ محرم جي ١٠ تاريخ حضرت امام عالي مقام ۽ سندس اهلبيت کي شديد تڪليفون ۽ اذيتون ڏئي شهيد ڪرايائين، سن ٦٣ هجري ٢٧ ذوالحج تي مدينه پاڪ تي حملو ڪرايائين، جيڪو 'واقعه حره' سان تاريخ ۾ مشهور آهي ۽ سن ٦٤ هجري محرم، صفر، ربيع الاول ۾ الله تعالىٰ جي پاڪ گهر ڪعبه ڪريم تي حملو ڪرايائين ۽ آخر ان ئي سال جهنم رسيد ٿيو. اهڙي طرح سندس ڪل دور حڪومت ٣ سال ٧ مهينا ٢٢ ڏينهن بعض روايتن ۾ ٨ ۽ ٩ مهينا به آيو آهي اهو اسلام جي تاريخ ۾ سياه دور ۽ بدنما داغ هو، جيڪو هن ظالم جي ڪارن ڪڌن ڪرتوتن جي ڪري پيش ٿيو.

هي ڪجهه انهن لاءِ جيڪي يزيد جي ڪردار کي تاريخ جي آئيني ۾ ڏسڻ چاهين ٿا، مختصر معلومات لکي وئي آهي، باقي تفصيل تاريخ جي وڏن ڪتابن ۾ موجود آهي ۽ ڪافي مواد ته هن ڪتاب ۾ اڳ ۾ ئي تحرير ٿي چڪو آهي.

جنهن ظالم، محبوب جي ڪلهن جي سوار، جنتي نوجوانن جي ان سردار کي شهيد ڪرايو، جنهن سهڻي حسين جا حديث ۾ ڪيترائي فضائل آهن، قرآن ڪريم ۾ الله تعالىٰ انهن اهلبيتن جو شان بيان فرمايو:

﴿إِنَّمَا يُرِيْدُ اللهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ أَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا﴾
احزاب: آيت ٣٣

الله تعالي محبوبن کي فرمايو تہ

﴿قُلْ لَا أَسْأَلُكُمْ عَلَيْهِ أَجْرًا إِلَّا الْمَوَدَّةَ فِي الْقُرْبٰى﴾ شوريٰ: آيت ٢٣

يعني: دين جو عوض توهان کان نہ ٿو گهران فقط منهنجي قرابتدارن سان محبت رکجو.

هن ظالم نہ محبوب جي فرمانن تي نظر ڪئي، نہ الله جي فرمانن جو احترام ڪيو، بجاء محبت جي اهڙن پيارن کي سختيون ڏئي شيهد ڪرايائين، جنهن مدينه پاڪ ۾ رياض الجنة جي تقدس کي پائمال ڪرايو، مدينه جي رهاڪن کي رڳو ڏيڇاريو ڏمڪايو نہ بلڪ جليل القدر صحابي ، تابعي سوين قرآن جا قاري ظلم سان شهيد ڪرايائين جڏهن تہ هڪ عام مسلمان جي قاتل لاء بہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

﴿وَمَنْ يَّقْتُلْ مُؤْمِنًا مُتَعَمِّدًا فَجَزَآؤُهٗ جَهَنَّمُ خَالِدًا فِيْهَا وَغَضِبَ اللهُ عَلَيْهِ وَلَعَنَهٗ وَأَعَدَّ لَهٗ عَذَابًا عَظِيْمًا﴾ نساء: آيت٩٣

يعني: جنهن هڪ مؤمن کي قتل ڪيو، ان جي جاء جنهم آهي. اهو ان ۾ هميشه هوندو ۽ ان تي الله جو غضب ۽ الله جي لعنت آهي ان لاء الله تعاليٰ وڏو عذاب تيار ڪري رکيو آهي.

ڪعبة الله شريف الله تعاليٰ جي گهر جي تعظيم ايتري آهي، جو حرم جو گاهہ پٽڻ بہ جائز نہ آهي.

﴿فِيْهِ آيَاتٌ بَيِّنَاتٌ مَقَامُ إِبْرَاهِيْمَ وَمَنْ دَخَلَهٗ كَانَ آمِنًا﴾ آل عمران: آيت ٩٧

يعني: ان ۾ چٽيون نشانيون آهن. مقام ابراهيم بہ آهي، هن ۾ جيڪو داخل ٿيو اهو امن وارو آهي.

هن ظالم خود ڪعبه ڪريم کي ساڙائي ڇڏيو، ان کان وڌيڪ ظالم ڪير هوندو ۽ ظالمن تي الله تعاليٰ پاڻ لعنت فرمائي آهي:

﴿لَعْنَةُ اللّٰهِ عَلَى الظّٰلِمِيْنَ﴾ هود: آيت ١٨

ان ڪري ان ظالم تي لعنت ڪرڻ جائز آهي، جائز آهي، جائز آهي. حيرت جي ڳالهہ آهي تہ رڳو مسلمان هجڻ جي احتمال ڪري لعنت نہ ڪجي، ليڪن سندس ظالم هجڻ جو احتمال نہ بلڪ يقين آهي جو تاريخ گواهہ آهي تہ اهي سڀ ڪم سندس ئي اشاري تي ٿيا تہ پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير هوندو.

## حضرت حسين رضي الله عنه جي موقف جي تائيد ۾ ڪجهہ حديثون

١- إِنَّ أَنَسَ بْنَ مَالِكٍ حَدَّثَهُ أَنَّ مُعَاذًا قَالَ يَا رَسُولَ اللّٰهِ أَرَأَيْتَ إِنْ كَانَ عَلَيْنَا أُمَرَاءُ لَا يَسْتَنُّونَ بِسُنَّتِكَ وَلَا يَأْخُذُونَ بِأَمْرِكَ فَمَا تَأْمُرُ فِي أَمْرِهِمْ فَقَالَ رَسُولُ اللّٰهِ صلى الله عليه وسلم لَا طَاعَةَ لِمَنْ لَمْ يُطِعِ اللّٰهَ عَزَّ وَجَلَّ

(رواه احمد- حافظ نور الدين الهيثمي متوفي ٨٠٧ هـ مجمع الزوائد ج٥ ص ٢٢٥ مطبوعہ دار الكتب العربيہ بيروت الطبعة الثالثة ١٤٠٢هـ)

يعني حضرت معاذ بن جبل حضور صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلى الله عليه وسلم! جيڪڏهن اسان تي اهڙا امير مسلط ٿين جيڪي اوهان جي سنت تي عمل نہ ڪن ۽ اوهان جي احڪامن تي نہ هلن تہ اوهان انهن جي باري ۾ اسان کي ڪهڙو حڪم فرمايو ٿا. محبوبن فرمايو جيڪو الله جي اطاعت نہ ٿو ڪري ان جي اطاعت نہ آهي.

علامہ علي متقي بن حسام الدين هندي متوفي ٩٧٥ هـ ڪنز العمال ج ٦ صفحہ ٦٧ مطبوعہ مؤسسة الرسالة بيروت الطبعة الخامس ١٤٠٥هـ پڻ مذڪوره حديث مسند احمد جي حوالي سان آندي آهي.

٢- عَنْ عُبَادَةَ بْنِ الصَّامِتِ قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صلى الله عليه وسلم سَيَكُوْنُ أُمَرَاءُ مِنْ بَعْدِيْ يَأْمُرُوْنَكُمْ بِمَا تَعْرِفُوْنَ وَيَعْمَلُوْنَ مَا تُنْكِرُوْنَ ، فَلَيْسَ أُولٰئِكَ بِأَئِمَّةٍ (رواه الطبراني- حافظ نور الدين الهيثمي متوفي ٨٠٧ هـ مجمع الزوائد ج٥ ص ٢٢٧ مطبوعہ دار الكتب العربيہ بيروت الطبعة الثالثة ١٤٠٢هـ)

يعني محبوب صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ مون کان پوءِ عنقريب اهڙا امير

ٿيندا، جيڪي توهان کي نيڪ ڪمن جو حڪم ڏيندا ۽ پاڻ برا ڪم ڪندا، اهي توهان جا اڳواڻ نہ آهن.

علامہ علي متقي بن حسام الدين هندي متوفي ٩٧٥ ھ ڪنزالعمال ج ٦ صفحہ ٦٨ مطبوعہ مؤسسة الرسالة بيروت الطبعة الخامس ١٤٠٥ھ ۾ مذڪوره حديث طبراني جي حوالي سان آندي آهي.

٣- عَنِ ابْنِ عَبَّاسٍ قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ سَيَكُوْنُ أُمَرَاءُ تَعْرِفُوْنَ وَتُنْكِرُوْنَ فَمَنْ نَابَذَهُمْ نَجَا وَمَنِ اعْتَزَلَهُمْ سَلِمَ وَمَنْ خَالَطَهُمْ هَلَكَ (رواه الطبراني- حافظ نور الدين الهيثمي متوفي ٨٠٧ ھ مجمع الزوائد ج٥ ص ٢٢٨ مطبوعہ دارالكتب العربيہ بيروت الطبعة الثالثة ١٤٠٢ھ)

يعني محبوبن فرمايو تہ مون کان پوءِ عنقريب اهڙا امير ٿيندا جيڪي نيڪ ڪم بہ ڪندا تہ برا ڪم بہ ڪندا جيڪو انهن سان بيعت ٽوڙيندو اهو نجات حاصل ڪندو جيڪو انهن کان عليحده رهندو اهو سلامت رهندو جيڪو انهن سان ميل جول ڪندو اهو هلاڪ ٿي ويندو.

علامہ علي متقي بن حسام الدين هندي متوفي ٩٧٥ ھ ڪنزالعمال ج ٦ صفحہ ٦٨ مطبوعہ مؤسسة الرسالة بيروت الطبعة الخامس ١٤٠٥ھ ۾ مذڪوره حديث طبراني جي حوالي سان آندي آهي.

٤- عَنْ مُعَاذِ بْنِ جَبَلٍ قَالَ سَمِعْتُ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ يَقُوْلُ: أَلا إِنَّ الْكِتَابَ وَالسُّلْطَانَ سَيَفْتَرِقَانِ فَلا تُفَارِقُوا الْكِتَابَ أَلا إِنَّهُ سَيَكُوْنُ أُمَرَاءُ يَقْضُونَ لِأَنْفُسِهِمْ مَا لَا يَقْضُوْنَ لَكُمْ فَإِذَا عَصَيْتُمُوْهُمْ قَتَلُوْكُمْ وَإِنْ أَطَعْتُمُوْهُمْ أَضَلُّوْكُمْ قَالُوْا يَارَسُوْلَ اللهِ كَيْفَ نَصْنَعُ ؟ قَالَ : كَمَا صَنَعَ أَصْحَابُ عِيسَى ابْنِ مَرْيَمَ ، نُشِرُوْا بِالْمَنَاشِيْرِ وَحُمِلُوا عَلَى الْخَشَبِ أَلْمَوْتُ فِيْ طَاعَةِ اللهِ خَيْرٌ مِّنْ حَيَاةٍ فِيْ مَعْصِيَةِ اللهِ (رواه الطبراني- حافظ نور الدين علي بن ابي بكر الهيثمي متوفي ٨٠٧ ھ مجمع الزوائد ج٥ ص ٢٢٧-٢٢٨ مطبوعہ دارالكتب العربيہ بيروت الطبعة الثالثة ١٤٠٢ھ)

حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه فرمائي ٿو مون رسول ڪريم ﷺ جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون ته عنقريب حاڪم ۽ ڪتاب الله الڳ الڳ ٿي ويندا توهان ڪتاب الله کان جدا نه ٿجو. عنقريب توهان تي اهڙا حاڪم مسلط ٿيندا جو اهي پنهنجي لاءِ جيڪو فيصلو ڪندا اهو توهان لاءِ نه ڪندا ، توهان انهن جي نافرماني ڪندؤ ته اهي توهانکي قتل ڪندا ۽ جيڪڏهن توهان انهن جي اطاعت ڪندؤ ته اهي توهانکي گمراهه ڪري ڇڏيندا. صحابن عرض ڪيو ته يارسول الله اسان ان وقت ڇا ڪيون فرمايائون توهان ان وقت اهو ڪجو جيڪو حضرت عيسىٰ بن مريم جي ساٿين ڪيو هو، انهن کي ڪرٽن سان چيريو ويو ۽ ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو، الله تعالىٰ جي اطاعت ۾ مرڻ ، الله جي معصيت ۾ زندگي گذارڻ کان بهتر آهي.

هي اهي حديثون آهن جن جي پيش نظر حضرت امام حسين رضي الله عنه يزيد پليد جي بيعت نه ڪئي. ڪوفه وارن جڏهن کين خط لکي بيعت جي دعوت ڏني ته پاڻ مسلم بن عقيل کي موڪليو، حالات جي تصديق ڪرائي جڏهن کين تسلي جو پيغام مليو ته پاڻ ڪوفي وارن جي دعوت کي قبول فرمايائون ان جو سبب اهو هو، جو پاڻ يزيد جي حڪومت کي صحيح نه ٿي سمجهيائون ۽ جڏهن کين خلافت علىٰ منهاج النبوة قائم ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني پئي وڃي ته پاڻ ان کي قبول ڪندي ڪوفي ويا، ورنه کين ڪا حڪومت جي لالچ نه هئي.

ان کان علاوه حضرت امام حسين رضي الله عنه اهو به سمجهيو ٿي ته جيڪڏهن ديندار هڪ بي دين شخص جي بيعت ڪندا ته اها رسم ٿي ويندي ۽ يزيد ماڻهن کي گمراهه ڪندي چوندو ته ڏسو مان حق تي آهيان تڏهن ته اهڙا دينداربه منهنجي بيعت ڪن ٿا. ان ڪري به پاڻ ان جي بيعت نه ڪيائون. اڄوڪي دور ۾ به ڪوڙ اهڙا بي دين پير ، فقير ، نيم ملا جيڪي وڏا وڏا جلسه منعقد ڪرائيندا آهن، انهن ۾ وقت جي پرهيزگار، دينداره گادي نشينن ۽ محقق عالمن کي دعوت ڏئي، فقط ان خاطر گهرائيندا آهن ته جيئن عوام کي گمراهه ڪري سگهن ته ڏسو ته هيڏا وڏا وڏا مجيل گادي نشين، ههڙا محقق عالم اسان جي محفلن ۾ اچن ٿا. جيڪڏهن اسان غلط هجون ته اهي اسان وٽ نه اچن ها، اهو فقط عوام الناس کي گمراهه ڪرڻ

جو ڍونگ ڪندا آهن، نہ انهن کي دين سان محبت آهي ۽ نہ ئي اهي عاشق رسول آهن. ان ڪري اهڙن ڍوڪيباز، مڪار، شريعت جي احڪامن کان پري، عمل کان عاري، نام نهاد پيرن ۽ هتڙ ادو گادي نشينن کان بچڻ گهرجي.

**ڇا صحابه ڪرام يزيد جي بيعت ڪئي هئي؟** علامہ ابن خلدون لکي ٿو تہ جڏهن يزيد فسق و فجور ۾ مبتلا ٿيو تہ صحابہ ڪرام جي ان جي باري ۾ راء مختلف ٿي. بعض ان کان بيعت ٽوڙي جنگ جو ارادو ڪيو، جيئن حضرت امام حسين ۽ حضرت ابن زبير رضي الله عنهم جي تابعن جي راء هئي ۽ بعض اهو سوچي، جنگ کان پري رهيا، جو ان سان ملڪ ۾ فتنو فساد ٿيندو ۽ گهڻي خونريزي ٿيندي. ان کان علاوه يزيد سان مقابلو ڪرڻ بہ آسان نہ هو، جو هو برسر اقتدار هو ۽ عسڪري طاقت سندس حڪم ۾ هئي. ان کان علاوه ڪجھ قبيلا جيئن مضر قبيلو جيڪو سيني کان طاقتور هو، يزيد جو حامي هو. ان ڪري اهي بغاوت ڪرڻ کان رڪيا رهيا ۽ الله تعالىٰ کان هن جي هدايت لاء يا ان کان ڇوٽڪاري لاء دعائون گهرندا رهيا. (علامہ عبدالرحمان بن خلدون متوفي ٨٠٨ ھ ،مقدمہ ابن خلدون ص ٢١٢ مؤسسة العلمي للمطبوعات بيروت)

حضرت امام حسين رضي الله عنه پنهنجي فضيلت ۽ استحقاق خلافت تي ڪربلا ۾ انهن اصحابن کي بطور شاهد جي پيش ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ منهنجي فضيلت ۽ استحقاق خلافت جي باري ۾ جابر بن عبدالله، ابوسعيد خدري، انس بن مالڪ، سهل بن سعيد ۽ زيد بن ارقم رضي الله عنهم اجمعين وغيره کان پڇو، پر پاڻ انهن کان مدد نہ گهريائون. (علامہ عبدالرحمان بن خلدون متوفي ٨٠٨ ھ ،مقدمہ ابن خلدون ص ٢١٢ مؤسسة العلمي للمطبوعات بيروت)

جڏهن يزيد برن ڪمن جو مرتڪب ٿيو تہ صحابن سندس بيعت ٽوڙي ڇڏي جيئن واقعہ ڪربلا ۽ واقعہ حره ۾ ٿيو ۽ ڪيترائي صحابہ شهيد ٿيا.

علم سان محبت رکندڙ دوستن کي التجا آهي تہ اسلامي ڪتابن جو مطالعو ڪري پنهنجي علم ۾ اضافو ڪندا رهن خاص ڪري اهل سنت جي محقق عالمن جي ڪتابن جو مطالعو ڪن جو ان سان ذهني سڪون ۽ دلي اطمينان حاصل ٿيندو آهي. اهڙن ڪتابن جي مطالعي لاء

هي شعر مناسب لڳي ٿو:

سرور علم ہے کیف شراب سے بہتر
کوئی رفیق نہیں کتاب سے بہتر

الله تعالیٰ کان دعا آهي ته شال رب العزة پنهنجي حبيب جي صدقي اسان کي صحيح رستي تي هلائي ۽ محبوب ﷺ جي سيني پيارن صحابن ، اهلبيتن ، اوليائن ۽ محبوب جي نسبت واري هر شيء سان صحيح ۽ سچي محبت نصيب فرمائي. آمين. ڇو ته محبوبن جي محبت ايمان جي جان ، دين جو روح آهي. جيئن علامه اقبال جو فرمان آهي:

مغز قرآن جانِ ایمان روح دین
ہست حب رحمۃ للعالمین

جو سچي محبت هڪ اهڙو جذبو آهي جيڪو نه توري سگهجي ٿو نه ماپي سگهجي ٿو نه ئي ان ڪيفيت کي الفاظن جي قالب ۾ آڻي سگهجي ٿو. ڪنهن شاعر ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

محبت معنٰی و الفاظ میں لائی نہیں جاتی
یہ اک ایسی حقیقت ہے جو سمجھائی نہیں جاتی

الله جل شانه جي دربار ۾ نهايت عاجزي سان التجا آهي ته اهڙي سچي محبت سان نوازي جنهن لاء محبوبن جو ارشاد اشارو فرمائي رهيو آهي: أَلَا لَا إِيْمَانَ لِمَنْ لَّا مُحَبَّةَ لَهٗ

آخر ۾ مان پنهنجي محسن، استاد ۽ روحاني رهنما حضرت علامه مولانا قبلا سائين الحاج محمد ادريس ڏاهري مد ظله العالي جن جو ٿورائتو آهيان، جو پاڻ پنهنجي شفقت فرمائي مون جهڙي ڪم علم ۽ ڪم فهم کي پنهنجي ڪتاب ۾ ڪجھ لکڻ جي اجازت عنايت فرمايائون. هي سندن نظر عنايت آهي، جو مون جهڙي سست ۽ ڪاهل کي هر وقت ياد فرمائيندا آهن، ورنه سائين جن جي ڪتابن واسطي مواد

موڪلن لاءِ ڪيترائي موجوده وقت جا جيد عالم فاضل موجود آهن، جيڪي مون کان بهترين مواد لکي موڪلي سگهن ها، پرسائين جن غايت شفقت سان مون کي موقعو ڏنو. اگرچہ گهٽ ۾ معياري مواد پيش نہ ڪري سگهيو آهيان، تاهم دوستن ، قارئين کان دعا جو طالب آهيان تہ منهنجي حق ۾ دعا فرمائين، جو الله تعالىٰ محبوب مديني واري جي محابي منهنجي علم ۾ عمل ۾ ترقي عطا فرمائي. خصوصي دعا حضرت استاذي المحترم جن لاءِ ڪندا، جن پنهنجي سموري زندگي محبوب ﷺ جن جي دين لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. ڪافي عمر پنهنجي تقرير پرتاثير سان عوام الناس جي دلين ۾ محبوب جي محبت جي شمع روشن ڪندي گذاري ڇڏي اٿن، پر سندن تحريري خدمتون بہ ناقابلِ فراموش آهن. خصوصًا اسان اهل السنة والجماعة وارن تي سندن احسان آهن، جو اسان جي عقائد برحق جي تائيد و توثيق قرآن وسنت مان ثابت ڪئي اٿن. خصوصًا سندن تفسير هن صديءَ جو عظيم شاهڪار آهي. الله تعالىٰ سائين جن جي عمر ۾ صحت ۾ برڪت عطا فرمائي ۽ سندن ڇانوَ اسان جي مٿان تا دير قائم فرمائي آمين.

طالب العلم

رحيم بخش ڏاهري

عفي عنه ما ڪان منه

اا شوال ۱۴۳۴ھ مطابق

۱۸ آگسٽ ۲۰۱۳ع

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# وجہ تاليف

نَحْمَدُهٗ وَنُصَلِّيْ وَ نُسَلِّمُ عَلٰى رَسُوْلِهِ الْكَرِيْمِ اَمَّا بعد!

جاڻ گهرجي تہ موجوده دور ۾ جيئن ٻيا فتنا وڌي رهيا آهن، تيئن پراڻو ناصبين جو فتنو بہ وري وڌڻ ۽ ويجهڻ لڳو آهي. ناصبين جو مذهب حضور پرنور عليه الصلوٰة والسلام جي پاڪ اولاد، اهل بيت اطهار سان دشمني ۽ سندن شان جي تنقيص ۽ توهين آهي. اهي ڪتابن، ٽي وي، انٽرنيٽ ۽ ويب سائيٽن جي ذريعي پنهنجي باطل ۽ ڪوڙي مذهب جي پرزور پرچار ڪرڻ ۾ مصروف آهن. يهوديت ۽ عيسائيت جي اڳواڻن جي طرفان ملندڙ پئسن تي مفت ۾ لٽريچر ڏئي، منهنجي محبوب آقا ﷺ جي پيارن سيدنا علي المرتضيٰ، سيدنا امام حسن، سيدنا امام حسين ۽ سيده فاطمة الزهرا رضوان الله عليهم اجمعين جي مٿان حملا ڪري، انهن جي دل آزاري ڪرڻ سان خود حضور ﷺ جي دل آزاري ڪري، الله عزوجل جي پاڪ ذات جي غضب ۽ لعنت جا حقدار ٿي، ٻين ڪي بہ ان عذاب ۾ مبتلا ڪرڻ جي جدوجهد ۾ مصروف آهن. ٽي وي تي تقريرون ڪندڙن مان هڪ مُقَرّر جي تقرير ٻڌندڙن ٻڌايو تہ اهو مُقَرّر چئي رهيو هو تہ حضرت امام حسين رضي الله عنه ۽ يزيد (عليه ما يستحقه) بہ شهزادا هئا. ڪربلا واري جنگ انهن ٻن شهزادن جي پاڻ ۾ اختلاف راءِ جي ڪري لڳي هئي. (معاذالله ثم معاذ الله) ان منحوس يزيد پليد کي حضرت امام حسين رضي الله عنه جي مدمقابل اهميت ڏئي، ٻنهي ۾ فرق نہ ڪيو آهي. جڏهن تہ تقرير ٻڌندڙن ۾ سيئي ماڻهو هڪ ذهن هڪ فڪر ۽ هڪ سوچ نہ ٿا رکن، تڏهن دل ۾ خيال آيو تہ يزيد جي متعلق هڪ ڪتاب قرآن، حديث، سيرت ۽ تاريخ جي ڪتابن مان حوالا ڏئي مسلمانن پاڻرن کي معلومات فراهم ڪجي. جنهن سان بہ فائدا حاصل ٿيندا.

**فائدوا:** الله عزوجل جي دين جي دشمن ۽ حضور عليه الصلوٰة والسلام جي گستاخ، آل رسول ﷺ جي قاتل ، مدينہ منوره ۽ مڪہ مڪرمہ جي سخت توهين ۽ بي

ادبي ڪندڙ ڪربلا کان پوءِ حرمين شريفين ۾ رت جا ريلا وهائيندڙ ظالم يزيد کان تہ سچا مسلمان ذهني طور بيزار ٿي، نفرت ڪندا، پر ان جي يارن سان بہ ياري نہ رکندا.

**فائدو ۲:** ٻيو تہ ماڻهو حضرت حُسين سهڻي رضي الله عنہ سان محبت ڪندا ۽ ان حق جي اڳواڻ امت مسلمه جي صحيح پيشوا سان محبت رکندي، "اَلْحُبُّ لِلّٰهِ" جو اجر ۽ ثواب حاصل ڪرڻ سان گڏ غير سنين جي ان فتني کان محفوظ رهندا، جو اهي سُني نوجوانن کي چوندا وتندا آهن تہ اوهان سني يزيد کي حق جو بادشاهہ مڃيو ٿا. اوهان ان جي هر عمل کان خوش آهيو. (مَعَاذَ اللهِ مِنْ هٰذِهِ الْعَقِيْدَةِ الْفَاسِدَةِ)

انهن کي سنين جي طرفان صحيح جواب ڏيڻ بي دين کان نفرت ڪرڻ "اَلْبُغْضُ لِلّٰهِ" جو پلو عمل ڪرڻ آسان ٿيندو. هن ڪتاب ۾ اول قرآن ڪريم جي آيتن، مفسرن جي قولن نبوي احاديث (علىٰ قائلها الصلواة والسلام) مان يزيد جي مذمت ۽ بدبختي ظلم ۽ بي رحمي ذڪر ڪري، ان کان پوءِ امت مسلمه جي اڪابر علماء جا يزيدي ڪردار جي متعلق اقوال ارشاد ۽ لکت ذڪر ڪئي وئي آهي، قرآن ڪريم جي آيتن مان ان ۾ جيڪي برايون هيون (جيڪي هن ڪتاب ۾ علماء جي لکت سان پيش ڪيل آهن) ان جي سزا لکي وئي آهي ۽ نبوي حديثن ۾ تہ ان بدبخت جو نالي سان ذڪر ۽ سندس برايون ذڪر ٿيل آهن، اهي آنديون ويون آهن ۽ انهن ڳالهين کي ذڪر ڪرڻ سان ان شاءَالله ڪتاب ڪامل ٿيو آهي. اهڙي بي حياءَ جي ذڪر تي وقت وڃائڻ اجايو آهي، پر مذڪوره فائدن کي ذهن ۾ رکي ڪجهہ لکڻ ضروري سمجهيم (بِعَوْنِ اللهِ تَعَالٰى وَمَنِّهٖ وَفَضْلِهٖ) ۽ ان جو نالو "اَلتَّرْدِيْدُ الْقَوِيُّ عَلٰى مَنْ يُّحِبُّ يَزِيْدَ الْغَوِيَّ" (گمراهہ يزيد جي يارن جي مضبوط ترديد) رکان ٿو. شال ڪريم رب پنهنجي ڪرم سان منهنجي هيءَ ٿورڙي خدمت قبول ڪري آمين.

الفقير محمد ادريس ڏاهري

عفي عنه

# قرآن ڪريم جي آيتن مان يزيدي ڪردار جو حڪم

آيت ①: ﴿فَهَلْ عَسَيْتُمْ اِنْ تَوَلَّيْتُمْ اَنْ تُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ وَتُقَطِّعُوْٓا اَرْحَامَكُمْ ۝٢٢ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ﴾ (سوره محمد: آيت ٢٢ ـ ٢٣)

ترجمو: ڇا پوءِ اوهان هن ڳالهه کي ويجها آهيو جو جيڪڏهن اوهان حڪومت وارا ٿيو ته زمين ۾ فساد ڪيو ۽ پنهنجون مائٽيون ڪٽيو اهي ئي آهن جن تي الله لعنت ڪئي آهي.

**فائدو:** هن آيت مان واضح ٿيو ته جيڪي زمين جا حاڪم ٿي فساد ڪن ۽ مٽيون مائٽيون ڇنن، انهن تي الله ﷻ جي لعنت آهي. اهي محبت رکڻ جا لائق ناهن. ان جي ڪري يزيد به محبت رکڻ جو لائق نه آهي.

سوال: ڇا يزيد ۾ اهي برايون هيون؟

جواب: بالڪل هيون. مذڪوره آيت جي تفسير ۾ مفسرن جيڪو لکيو آهي، اهو اوهان پڙهي ڏسو:

علامه آلوسي بغدادي هن آيت جي تفسير ۾ لکيو آهي ته "استدل بها على جواز لعن يزيد عليه من الله تعالى ما يستحق نقل البرزنجي في الإشاعة والهيتمي في الصواعق إن الإمام أحمد لما سأله ولده عبد الله عن لعن يزيد قال كيف لا يلعن من لعنه الله تعالى في كتابه

فقال عبد الله قد قرأت كتاب الله عز وجل فلم أجد فيه لعن يزيد فقال الإمام إن الله تعالىٰ يقول: ﴿فَهَلْ عَسَيْتُمْ اِنْ تَوَلَّيْتُمْ اَنْ تُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ وَتُقَطِّعُوْٓا اَرْحَامَكُمْ ○ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ﴾ وأى فساد وقطيعة أشد مما فعله يزيد ... لا توقف فى لعن يزيد لكثرة أوصافه الخبيثة وارتكابه الكبائر فى جميع أيام تكليفه ويكفى ما فعله أيام استيلائه بأهل المدينة ومكة فقد روى الطبرانى بسند حسن: "اَللّٰهُمَّ مَنْ ظَلَمَ أَهْلَ الْمَدِيْنَةِ وَأَخَافَهُمْ فَأَخِفْهُ وَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللهِ وَالْمَلَائِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِيْنَ لَا يُقْبَلُ مِنْهُ صَرْفٌ وَّلَا عَدْلٌ" وقد جزم بكفره وصرح بلعنه جماعة من العلماء منهم الحافظ ابن الجوزى وسبقه القاضى أبو يعلى وأنا أقول: الذى يغلب على ظنى أن الخبيث لم يكن مصدقاً برسالة النبى صلى الله عليه وسلم وأن مجموع ما فعل مع أهل حرم الله تعالى وأهل حرم نبيه عليه الصلاة والسلام وعترته الطيبين الطاهرين فى الحياة وبعد الممات وما صدر منه من المخازى ليس بأضعف دلالة على عدم تصديقه ... ومن كان يخشى القال والقيل من التصريح بلعن ذلك الضليل فليقل: لعن الله عز وجل من رضى بقتل الحسين ومن أذى عترة النبى صلى الله عليه وسلم بغير حق... ولا يخالف أحد فى جواز اللعن بهذه الألفاظ ونحوها (روح المعاني: ص ٧٢-٧٣، جزء ٢٦ جلد٩)

يعني هن آيت سان يزيد تي لعنت ڪرڻ کي جائز قرار ڏنو ويو آهي. علامہ برزنجي پنهنجي ڪتاب "الاشاعة" ۾ ۽ هيتمي "الصواعق" ۾ هي نقل ڪيو آهي تہ امام احمد ابن حنبل رحمۃ اللہ علیہ کان سندس فرزند عبدالله يزيد تي لعنت ڪرڻ جي متعلق پڇيو تہ ان فرمايو: "ان شخص تي ڇونہ لعنت ڪئي وڃي، جنهن تي الله پنهنجي ڪتاب قرآن ڪريم ۾ لعنت ڪئي آهي". عبدالله عرض ڪيو تہ "بابا سائين! مون قرآن ڪريم پڙهيو آهي، مون کي تہ ان ۾ ڪٿي بہ يزيد تي لعنت نظر نہ آئي آهي". حضرت

امام احمد رحمة الله عليه پنهنجي پٽ کي مذڪوره آيت پڙهي ٻڌائي ۽ فرمايو ته ”ان ڪان وڌيڪ فساد ۽ مائٽي ڪٽڻ ڪهڙي هوندي جيڪا يزيد ڪان ٿي“... اسين ان جي انهن برن فعلن ۽ ڪبيرن گناهن جي ڪري جيڪي ان ڪان ٿيا هئا، ان تي لعنت ڪرڻ ۾ توقف نه ٿا ڪيون ۽ ان جي لعنتي هجڻ لاءِ اهي ظلم ڪافي آهن، جيڪي ان پنهنجي حڪومت جي ڏينهن ۾ مدينه منوره ۽ مڪ مڪرمه ۾ رهندڙن سان ڪيا هئا. محدث طبراني حسن سَنَدَ سان روايت آندي آهي ته حضور صلى الله عليه وسلم فرمايو: يا الله! جيڪو مدينه منوره وارن سان ظلم ڪري ۽ انهن کي ڊيڄاري تون ان کي (مصيبتن ۽ عذابن ۾ ڦاسائي) خوف ۾ رک ۽ ان تي الله ۽ ملائڪن ۽ سڀني انسانن جي لعنت آهي ۽ ان جو (نه في سبيل الله ) خرچ ڪرڻ قبول آهي ۽ نه عدل ڪرڻ (بعض عالمن پوين اکرن جو ترجمو هن طرح لکيو آهي ته ”نه ان جو فرض قبول آهي ۽ نه نفل) علماءَ جي هڪ جماعت ان جي ڪفر ۾ توقف ڪيو آهي، پر ان تي لعنت جي صراحت ڪئي آهي ۽ انهن مان مشهور مفسر ۽ محدث ۽ ڪيترن ڪتابن جو مصنف علامه ابن الجوزي آهي.

قاضي ابويعلىٰ ان ڪان به اڳيرو آهي. مذڪور مفسر لکيو آهي ته: منهنجو خيال آهي ته يزيد حضور عليه الصلوٰة والسلام جي تصديق ڪندڙ ئي نه هيو ۽ اهي سمورا ظلم جيڪي هن مدينه منوره ۽ مڪ مڪرمه وارن ۽ نبوي اهلبيت سان سندن زنده هجڻ ۽ شهادت ڪان پوءِ ڪيا، اهي سڀ ان جي طرفان (حضور عليه الصلوٰة والسلام جي) رسالت کي نه مڃڻ جي لاءِ ڪافي ثبوت آهن. جيڪڏهن ڪو يزيد جو نالو وٺي ان تي لعنت ڪرڻ ڪان ڊڄي ٿو ته اهو هن طرح چوي ته ”ان تي الله تعالىٰ جي لعنت آهي، جيڪو حضرت امام حسين رضي الله عنه ۽ ان جي ساٿ وارن کي شهيد ڪرڻ ۾ راضي رهيو ۽ ان تي لعنت آهي، جنهن حضرت نبي ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جي اهلبيت کي ايذايو. اهي اهڙا الفاظ آهن، جن سان لعنت ڪرڻ جي جائز هجڻ جو ڪو به مخالف ناهي.

علامه ثناءُ الله پاني پتي رحمة الله عليه جيڪو نقشبندي سلسلي ۾ ڪامل اڪمل ولي، تفسير ۽ حديث جي فن ۾ ماهر هو، جنهن کي ”بَيهقيُّ الْوَقْتِ“ جي لقب سان ياد ڪيو ويجي ٿو، ان پڻ مذڪوره آيت جي تفسير ۾

ساڳي ڳالهه لکي آهي. (تفسير مظهري: ص ۴۳۴ جلد۸)

مفتي محمد شفيع صاحب لکيو آهي تہ يزيد کان وڌيک مائٽي چنڻ ۾ ڪير هوندو، جنهن رسول الله ﷺ جي رشتي ۾ قرابت جي رعايت نہ ڪئي. (معارف القرآن: ج ۸ ص ۴۳)

آيت ④: ﴿اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ كُفْرًا وَّاَحَلُّوْا قَوْمَهُمْ دَارَ الْبَوَارِ ۝۲۸ جَهَنَّمَ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۭ وَبِئْسَ الْقَرَارُ ۝۲۹﴾ (سوره ابراهيم: ۲۸-۲۹)

ترجمو: ڇا اوهان انهن ڏانهن نہ ڏٺو جن الله جي نعمت کي ڪفر سان مٽايو ۽ پنهنجي قوم کي هلاڪت جي جاءِ ۾ داخل ڪيو.

هن آيت جي تفسير ۾ علامہ ثناءُالله پاني پتي رحمه الله لکيو آهي تہ: " اخرج ابن مردويه عن ابن عباس رضي الله عنهما انه قال لعمر يا امير المؤمنين هٰذه الآية: ﴿الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ كُفْرًا﴾ قال هم الأفجران من قريش: بنو المغيرة وبَنُو أمية أما بنو المغيرة فكفيتموهم يوم بدر وأما بنو أمية فمُتّعوا إلى حين وكذا ذكر البغوى قول عمر رضي الله عنه واخرج ابن جرير وابن المنذر وابن ابى حاتم والطبرانى فى الاوسط والحاكم و صححه وابن مردويه من طرق عن على ابن ابى طالب رضى الله فذكر نحوه- قلت اما بنو امية فمتعوا بالكفر حتى اسلم ابوسفيان ومعاوية وعمرو بن العاص وغيرهم ثم كفر يزيد ومن معه بما انعم الله عليهم وانتصبوا لعداوة آل النبى ﷺ وقتلوا حسينا رضي الله عنه ظلما و كفر يزيد بدين محمد ﷺ حتى انشد ابياتا حين قتل حسينا رضي الله عنه مضمونها "اين اشياخى ينظرون انتقامى بآل محمد(ﷺ) وبنى هاشم" وآخر الابيات

ولست من جندب ان لم انتقم
من بنى احمد ما كان فعل

وايضًا احلّ الخمر وقال:

مدام كنز فى اناء كفضة
وساق كبد مع مدام كانجم
وشمسه كرم برجها قعرها
مشرقها الساقى ومغربها فمى
فان حرمت يومًا على دين احمد
فخذها على دين المسيح ابن مريم

وسبوا اٰل محمد ﷺ على المنابر فمتعوا بهٰذه الضلالة الف شهر فانتقم الله منهم حتى لم يبق منهم احد". (تفسير مظهري: ص٢١ جلد٥)

يعني ابن مردويه (حضرت) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي: ان (حضرت) عمر بن الخطاب کي چيو تہ اي اميرالمومنين! هيءَ آيت: ﴿الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ كُفْرًا﴾ کنهن جي باري ۾ لٿي آهي؟ تہ ان فرمايو قريشين جي ٻن وڏن فاجرن (قبيلن) جي باري ۾ ١- بنو مغيره ٢- بنواُميه پر بنو مُغيره پوءِ اوهان انهن (جي شر) کان جنگ بدر جي ڏينهن کفايت کيا ويئو (ختم ٿي ويا) ۽ باقي بنواُميه اهي ڪجهہ وقت لاءِ فائدو (پِر) ڏنا ويا. اهڙي طرح بغوي بہ حضرت عمر جي قول کي ذڪر ڪيو آهي. ابن جرير، ابن المنذر، ابن ابي حاتم الاوسط ۾ طبراني ۽ حاڪم ان کي صحيح چيو آهي. ابن مردويه مختلف سَنَدُن سان حضرت علي رضي الله عنه کان بہ اهڙي روايت آندي آهي. مان (علامہ مظهري) چوان ٿو تہ: پر بنو اُميه ڪفر ۾ پِر ڏنا ويا، تانجو ابوسفيان، معاويه ۽ عمرو بن العاص وغيره اسلام قبول ڪيو. ان کان پوءِ يزيد ۽ جيڪي ان سان گڏ هئا، انهن ان نعمت جو ڪفر ڪيو. نبي پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جي آل سان دشمنيءَ ۾ اُيا ٿي ويا

(حضرت) حسين رضي الله عنه کي ظلم ڪندي شهيد ڪيائون ۽ يزيد ان وقت رسول الله ﷺ جي دين جو انڪار ڪري (ڪفر) ڪيو، تانجو جنهن وقت حضرت حسين رضي الله عنه کي شهيد ڪرايائين ته شعر ٺاهيائين جن جو مضمون هو ته "منهنجا وڏا ڪٿي آهن؟ جو (حضرت) محمد ﷺ جي آل ۽ بني هاشم کان منهنجو پلاند وٺڻ ڏسن. انهن بيتن ۾ آخري بيت (جو ترجمو) هي آهي: "مان جندب جي اولاد مان ئي ناهيان، جيڪڏهن مان احمد جي اولاد کان سندس (احمد ﷺ) ڪيل ڪم (مسلمان بنائڻ) جو پلاند نه وٺان.

يزيد شراب کي به حلال سڏيو هو ۽ (ان جي باري ۾) چيو هيائين: "شراب جو خزانو چانديءَ جهڙي ٿانو ۾ هجي ۽ انگور جي شاخ انگورن سان ڀريل آهي، جيڪي ستارن وانگر آهن. انگور جي ول جي گهرائي سج جي برجن جي قائم مقام آهي. سج جو اوڀر طرف ساقيءَ جو هٿ آهي ۽ ان جو اولهه طرف منهنجو منهن آهي. جيڪڏهن اهو شراب احمد (ﷺ) جي دين ۾ حرام ڪيل آهي ته مسيح (حضرت عيسىٰ) بن مريم جي دين تي ٿي (يعني عيسائي ڪافر بڻجي) پيئڻ کپي. (ڪفر جي صلاح ڏيندڙ خود به ڪافر ٿي ويندو) ۽ يزيدي بدبخت منبرن تي چڙهي رسول الله ﷺ جي اولاد کي گاريون ڏيندا هئا ان گمراهيءَ تي هزار سال تائين مهلت ڏنا ويا هئا. ان کان پوءِ الله تعالىٰ انهن کان اهڙو انتقام ورتو جو منجهائن ڪير به باقي نه رهيو.

آيت ③: ﴿وَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ﴾ (سورة النور: ۵۵)

ترجمو: ۽ جنهن ان کان پوءِ ڪفر ڪيو پوءِ اهي ئي فاسق آهن.

هنن سهڻن لفظن کان اڳ ۾ الله ﷻ، صحابه ڪرام سان جيڪو خلافت عطا ڪرڻ جو ذڪر فرمايو هو، ان ۾ ايمان ۽ صالح اعمال جو ذڪر هو ۽ هتي ٻڌايو ويو آهي ته جنهن ان خلافت ملڻ جهڙي نعمت

جي بي شڪري ۽ بي قدري ڪئي، اهي فاسق بي دين آهن، انهن ۾ دين آهي ئي ڪونہ. مذڪوره سٽ جي وضاحت ڪندي بيهقي الوقت ولي ڪامل نقشبندي سلسلي جي سرواڻ حضرت علامہ ثناءُالله پاني پتي رحمه الله لکيو آهي:

ويمكن ان يكون قوله تعالىٰ: ﴿ وَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذٰلِكَ ﴾ اشارة الى يزيد بن معاوية حيث قتل ابن بنت رسول الله صلى الله عليه وسلم ومن معه من اهل بيت النبوة واهان عترته وافتخر به وقال هٰذا يوم بيوم بدر وبعث جيشا على مدينة وبالمسجد الذى أُسّسَ على التقوى من اول يوم وهو روضة من رياض الجنة ونصب المجانيق على بيت الله تعالى وقتل ابن الزبير ابن بنت خليفة رسول الله صلى الله عليه وسلم وفعل ما فعل حتى كفر بدين الله واباح الخمر". (تفسير مظهري: ص ۵۵۴ ج ۶)

يعني ممڪن آهي تہ "وَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذٰلِكَ" ۾ يزيد ڏانهن اشارو هجي، جنهن رسول الله ﷺ جي ڏوهٽي ۽ اهلبيت نبوت مان ان جي ساٿين کي شهيد ڪيو، جو سندس اڪثر ساٿي خاندانِ نبوت جا فرد هئا. يزيد رسول الله ﷺ جي عترت جي توهين ڪئي ۽ ان تي فخر ڪندي چوڻ لڳو هو تہ اڄوڪو ڏينهن بدر جي جنگ واري ڏينهن جو بدلو آهي (بدر جي جنگ ۾ مسلمانن اسان جي وڏن ڪافرن کي قتل ڪيو هو. اڄ مسلمانن جي آقا ﷺ جي ڏوهٽي سندن خاندان جي فردن کي شهيد ڪري اهو پلاند ورتو اٿئون) ۽ يزيد مدينہ منوره تي چڙهائيءَ لاءِ لشڪر موڪلي مسجد تي حملو ڪرايو، جنهن جو بنياد شروع کان ئي تقوىٰ تي رکيو ويو ۽ ان دوران (وقعة الحَرَّة ۾) مدينہ منوره کي لٽيو ويو ۽ ان مسجد جي توهين ٿي، جنهن ۾ جنت جي باغن مان باغ آهي (رَوْضَةٌ مِّنْ رِيَاضِ الْجَنَّةِ) ۽ انهيءَ (بدبخت) بيت الله تي ڪرينون (منجنيقون) ڪڙيون ڪرائي، پٿر وسرايا ۽ حضور ﷺ جي پهرئين خليفي سيدنا حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي ڏوهٽي حضرت عبدالله زبير (جيڪو پاڻ بہ صحابي هو ۽

صحابيءَ جو فرزند پڻ هو جنهن جي ماءُ، نانو ۽ ناني صحابي هئا) کي شهيد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ الله عزوجل جي دين جو منڪر ٿي، شراب کي حلال چوڻ لڳو.

## حضرت عبدالله بن الزبير رضي الله عنه جو تعارف

ياد ڪرڻ گهرجي تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ڦڦي صفيه بنت عبدالمطلب رضي الله عنها، العوام نالي ابوعبدالله القرشي سان شادي ڪئي، جنهن مان ان کي حضرت زبير ڄائو. حضرت زبير رضي الله عنه پنهنجي والده سائڻ سان گڏ سورهن (١٦) سالن جي عمر ۾ مسلمان ٿيو هو ۽ ڪيس سندس چاچي وڏي تڪليف ۽ عذاب ڏنا. پر پاڻ پڪو مسلمان رهيو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم سان سيني جنگين ۾ گڏ رهيو ۽ اهو پهريون مسلمان هو، جنهن اُحدَ جي جنگ ۾ اول اول تلوار هلائي هئي ۽ حضور عليه الصلوٰة والسلام سان گڏ رهيو ۽ ڏهن جنت جي بشارت ڏنلن (عشره مبشره) مان هڪ آهي. جسم جو هلڪو قدآور ۽ اچاڻ ڏانهن مائل پورو مڙس هو. بصره جي سرزمين ۾ سفوان علائقي ۾ عمرو بن جرموز جي هٿان شهيد ٿيو. في الحال وادي السباع نالي مقام ۾ دفن ڪيو ويو، وري اتاهين ڪڍي بصره ۾ دفن ڪيو ويو، جتي سندس مزار مشهور آهي. ان ڪان سندس ٻن فرزندن عبدالله ۽ عروه وغيرهما حديثون روايت ڪيون آهن. حضرت زبير رضي الله عنه جي شادي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي نياڻي حضرت بيبي اسماء بنت ابي بڪر صديق رضي الله عنهما سان ٿي هئي، جنهن کي ذات النطاقين (ڪپڙي جي ٻن ٽڪرن واري) سڏيندا هئا. ڇو تہ ان حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي هجرت واري رات پنهنجي رئي (چادر) کي ٻہ ٽڪرا ڪري هڪڙي سان سندن سفر جو سامان تہ ٻئي سان سندن پاڻي واري ڪلي جو منهن ٻڌو هو ۽ هڪ قول آهي تہ هن ٻن ٽڪرن مان هڪ حضور عليه الصلوٰة والسلام جي خدمت ۾ استعمال ڪيو هو تہ هڪ سان پنهنجي مٽي مبارڪ کي ڍڪيو. ان مان ئي حضرت زبير کي

حضرت عبدالله پٽ ڄائو هو ۽ اها اسلام قبول ڪرڻ ۾ گهٽو آڳاٽي هئي هن ڪان اڳ ۾ صرف سترهن ماڻهو مسلمان ٿيا هئا، ارڙهين پاڻ هئي. اها سيده عائشه رضي الله عنها ڪان عمر ۾ وڏي هئي. پاڻ پنهنجي پٽ حضرت عبدالله جي شهادت ڪان ڏهه يا ويهه ڏينهن پوءِ سنه ٧٣هه ۾ وفات ڪئي هيائين. جڏهن سندس پٽ جي جسم مبارڪ کي ڦاسيءَ جي تختي تان هيٺ لاٿو ويو هو ته ان وقت ان جي عمر مبارڪ سؤ سال هئي.

(الاكمال في اسماء الرجال مع مشكواة المصابيح: ص٥٨٧-٥٩٥)

حضرت عبدالله هنن عظيم هستين جو فرزند هو: علامه ابن حجر عسقلاني لکيو آهي ته: عبدالله بن زبير بن عوام بن خويلد بن اسد الاسدي سندس ڪنيت ابوبڪر يا ابوخبيب آهي. سندس والده جڏهن مدينه منوره ڏانهن هجرت ڪئي هئي ته هيءُ سندس پيٽ ۾ هو. هجرت ڪان پوءِ اهو پهريون مسلمان ٻار هو، جيڪو مدينه منوره ۾ ڄائو هو.

(تهذيب التهذيب: ص٢١٥ ج ٥)

علامه ذهبي لکيو آهي ته: حضرت عبدالله بن زبير جا ٻه ڪنيا هئا: ① ابوبڪر ② ابوخبيب. هيءُ وڏن عالمن مان هڪ عالم ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حواري حضرت زبير جو فرزند آهي. ڪانئس تقريبًا ٽيٽيهه (٣٣) حديثون روايت ڪيل آهن. سندن شمار ننڍن صحابن مان آهي. جيتوڻيڪ علم شرف جهاد ۽ عبادت ۾ وڏو هو. پنهنجي پيءُ، ناني والده، ماسيءَ سيده عائشه، حضرت عمر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهم اجمعين وغيره ڪان حديثون روايت ڪيون اٿس. ڪيس حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پاڪ ظاهري زندگي جا اٺ سال ۽ چار مهينا نصيب ٿيا هئا. حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي خدمت ۾ گهڻو ايندو هو، ڇو ته سندس ماسي سيده عائشه رضي الله عنها اتي موجود هوندي هئي. جڏهن والد صاحب جي حڪم تي ستن سالن جي عمر ۾ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي بيعت ڪرڻ لاءِ آيو ته حضرت حبيب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن ڪيس ايندي ڏسي مرڪڻ لڳا ۽ ڪيس بيعت ۾ ورتائون. علامه موصوف لکيو آهي ته جڏهن صحابه ڪرام مڪه پاڪ ڪان هجرت ڪري

مدينہ منوره ۾ آيا ۽ ڪين ڪوبہ ننڍڙو ٻار نہ ٿي ڄائو تہ ڪي چوڻ لڳا تہ انهن تي يهودين سحر ڪري ڇڏيو آهي ۽ اها ڳالھ گهٽي گهٽي هُلي وئي. پوءِ جڏهن حضرت عبدالله بن زبير ڄائو تہ مسلمانن خوشي مان اهڙو زور سان نعره تڪبير هنيو، جو سڄو مدينہ منوره ان آواز سان پرجي ويو حضور عليه الصلوٰة والسلام جن حضرت ابوبڪر کي حڪم ڪيو تہ اُن عبدالله جي ڪن ۾ بانگ ڏني.

حاشيي نمبر-۱ تي آندو اٿس تہ حضرت عبدالله قبا شريف ۾ ڄائو هو. سندس والده ڪيس حضور عليه الصلوٰة والسلام جن وٽ ڪٺي آئي، تہ جيئن پاڻ ڪارڪ چٻاڙي سندس وات ۾ وجهن. پوءِ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن عبدالله کي پنهنجي والده کان ورتي، پنهنجي هنج پاڪ ۾ ويهاري ڪارڪ گهرائي چٻاڙي سندس وات ۾ وڌائون ۽ ان کي هٿ مبارڪ لڳائي ان لاءِ دعا فرمائي، سندس نالو عبدالله رکيائون.

**حضرت عبدالله بن زبير هڪ محبوب شخصيت هو:** هن کان اڳ لکي چڪا آهيون تہ حضرت عبدالله جو والد حضرت زبير شاندار صحابي هو جيئن هنن حديثن مان واضح آهي:

**حديث ①:** حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن (جنگ احزاب جي دوران) فرمايو تہ "مون وٽ ڪافرن جي خبر ڪير آڻيندو؟ حضرت زبير عرض ڪيو "مان" پوءِ پاڻ فرمايائون: "إِنَّ لِكُلِّ نَبِيٍّ حَوَارِيًّا وَحَوَارِيَّ الزُّبَيْرُ" (متفق عليه) يعني هر نبي جو هڪ (مخلص) دوست مددگار هوندو آهي ۽ منهنجو مددگار زبير آهي.

علامہ نعيمي لکيو آهي تہ: ان رات ايتري سخت سردي هئي، جو اوڏانهن وڃڻ تہ ڇا، گهر مان نڪرڻ بہ وڏي ڳالھ هئي. ان وقت اها خدمت وڏي جرئت سان حضرت زبير ڪئي، ان جي ڪري ڪيس مخلص دوست سڏيائون. (مرآة شرح مشڪواة: ص ۴۳۱ جلد۸)

**حديث ②:** حضرت زبير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن

فرمايو: "مَنْ يَأْتِيْ بَنِيْ قُرَيْظَةَ فَيَأْتِيْنِيْ بِخَبَرِهِمْ فَانْطَلَقْتُ فَلَمَّا رَجَعْتُ جَمَعَ لِيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ أَبَوَيْهِ فَقَالَ فِدَاكَ أَبِيْ وَأُمِّيْ"

(متفق عليه- مشكواة: ص٥٦٥- مسند احمد بن حنبل: جزء ٤٢ ص٣٦٥)

يعني مون وٽ بني قريظ وارن جي خبر (رپورٽ) ڪير آڻيندو؟ پوءِ مان ويس ۽ جڏهن واپس آيس ته رسول الله ﷺ جن پنهنجا والدين (ڪريمين) گڏي فرمايو ته "توتان منهنجا والدين قربان ٿين".

مذڪوره روايت جي شرح ڪندي علامہ نعيمي لکيو آهي ته: غالبًا هي واقعہ غزوه احزاب جو ئي آهي. ان غزوه ۾ مدينہ منوره ۾ رهندڙ يهودين بغاوت ڪئي هئي، مڪہ مڪرمہ جي ڪافرن سان سازباز ڪئي هئي ته ٻاهران اوهان حملو ڪجو، اندران اسين حملو ڪنداسون ۽ مسلمانن کي داڻي وانگر پيهي رکنداسون. حضور انور ﷺ جي حڪم مطابق حضرت زبير ٻيو ڀيرو جاچ ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر ويو تڏهن پاڻ ائين فرمايو هئائون ۽ بعض علماءَ جو قول آهي ته حضور عليه الصلوٰة والسلام جن اهو فرمان غزوه بني قريظ ۾ ڪيو هو، جڏهن بني قريظ پنهنجن قلعن (پناهگاهن) ۾ لڪي ويا هئا.

ياد رهڻ گهرجي ته (توتان منهنجا والدين قربان) اهي الفاظ چوڻ انتهائي محبت ۽ عظمت ظاهر ڪرڻ لاءِ آهن.

حديث ③: حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته منهنجي ڪنن حضور عليه الصلوٰة والسلام جي منهن مبارڪ کان ٻڌو، جو فرمايائون "اَلطَّلْحَةُ وَالزُّبَيْرُ جَارَايَ فِي الْجَنَّةِ" (ترمذي — مشكواة ص٥٦٦)

يعني طلحه ۽ زبير جنت ۾ منهنجا پاڙيسري آهن.

يعني ڪين منهنجي قرب جو ڪمال حاصل ٿيندو. حضرت عبدالله اهڙي پياري صحابي ۽ پياري صحابياڻي حضرت بيبي اسماء بنت ابي بڪر جو پٽ هو، جنهن کي نيڪ صالحن ٻانهن ۾ اهم مقام حاصل هو. علامہ ذهبي بيان ڪيو آهي ته:

① محمد بن يعقوب کان روايت آهي تہ : حضرت معاويہ جڏهن حضرت عبدالله بن زبير سان ملندو هو تہ کيس چوندو هو: "مَرْحَبًا يَا ابْنَ عَمَّةِ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ"

رسول الله ﷺ جي ڦُڦيءَ ۽ سنڌن حواري جي پٽ کي مرحبا، ان کان پوءِ کيس هڪ لک درهم ڏيڻ جي لاءِ امر ڪندو هو.

② ابن ابي مليڪہ کان روايت آهي، ان فرمايو تہ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما وٽ ابن زبير جو ذڪر ٿيو تہ فرمايائون: "قَارِئٌ لِكِتَابِ اللهِ عَفِيْفٌ فِي الْإِسْلَامِ...الخ" الله جي ڪتاب جو قاري ۽ اسلام ۾ پاڪ صاف هو.

③ مسلم زنجي چيو تہ مون عمرو بن دينار کان ٻڌو اهو فرمائي پيو تہ "مَا رَأَيْتُ مُصَلِّيًا قَطُّ أَحْسَنَ صَلٰوةً مِّنْ عَبْدِ اللهِ ابْنِ الزُّبَيْرِ" مون ڪنهن کي بہ نماز پڙهڻ ۾ عبدالله بن الزبير کان وڌيڪ سهڻو نہ ڏٺو.

④ نعمان جي ڌيءُ اُمِ جعفر حضرت ابو بڪر جي ڌيءَ اسماء، حضرت عبدالله بن الزبير جي ماءُ تي سلام ڪيو تہ ان وقت حضرت عبدالله بن زبير ان وٽ ويٺو هو، اُمِ جعفر فرمايو: "قَوَّامُ اللَّيْلِ صَوَّامُ النَّهَارِ" يعني عبدالله رات جو (عبادت ۾) گهڻو بيهندڙ ۽ ڏينهن جو گهڻا روزا رکندڙ آهي.

⑤ ابن ابي مليڪہ روايت ڪئي تہ مون کي عمر بن عبدالعزيز چيو: تنهنجي دل ۾ عبدالله بن زبير جي ڪا ڳالهہ آهي؟ مون ان کي چيو جيڪڏهن تون ان کي ڏسين ها تہ ان جهڙو مناجات ڪندڙ ۽ نماز پڙهندڙ نہ ڏسين ها.

⑥ حبيب بن شهيد ابن ابي مليڪہ کان روايت آندي آهي تہ : ابن الزبير ست ڏينهن لاڳيتو روزي ۾ هوندو هو ۽ ستين ڏينهن صبح جو بہ اسان کي شينهن نظر ايندو هو. علامہ ذهبي لکيو آهي تہ شايد ان تائين اها روايت نہ پهتي هئي تہ حضور ﷺ جن لاڳيتو روزي رکڻ کان روڪيو هو. حضرت ابن الزبير عبادت ۾ هڪ مخصوص قسم جو هو.

⑦ عمر بن قيس کان روايت آهي تہ :حضرت عبدالله بن الزبير کي هڪ سئو غلام هئا، انهن مان هرهڪ غلام سان جدا ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو هو. پوءِ جڏهن مان ان جي آخرت جي لاءِ سوچ کي نهاريندو هوس تہ چوندو هوس تہ "هن دنيا لاءِ هڪ اک ڇنڀڻ جيترو قدر بہ نہ سوچيو آهي ۽ جڏهن دنيا واري امر ڏانهن ڏسندو هوس تہ چوندو هوس هن الله ﷻ جي لاءِ اک ڇنڀ جيترو قدر بہ نہ سوچيو آهي".

⑧ مجاهد جو بيان آهي تہ : حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه جنهن وقت نماز ۾ بيهندو هو تہ (خشوع ۽ خضوع) ۾ اهڙو ٿي ويندو هو. ڄڻ تہ ڪا ڪاٺي بيٺي آهي ۽ ان ئي ٻڌايو تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه بہ ائين هوندو هو.

⑨ ثابت بناني بزرگ فرمايو تہ: مان حضرت عبدالله بن زبير کان ان وقت لنگهندو هوس، جنهن وقت مقامِ ابراهيم جي پويان نماز پڙهندو هو تہ ائين لڳندو هو ڄڻ ڪا ڪاٺي بيٺل آهي جيڪا چري ئي نہ ٿي.

⑩ يوسف بن ماجشون هڪ ثقہ راوي کان روايت آندي آهي ان فرمايو تہ "حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه پنهنجي وقت کي ٽن راتين ۾ ورهايو هو: هڪ سڄي رات صبح تائين بيهڻ ۾ گذاريندو هو تہ هڪ سڄي رات صبح تائين رڪوع ۾ گذاريندو هو ۽ هڪ سڄي رات صبح تائين سجدي ۾ گذاريندو هو.

⑪ مسلم بن يناق چيو تہ حضرت عبدالله بن زبير رڪوع ۾ شروع ٿيو تہ اسان سورة البقره، سوره آل عمران، سورة النساء ۽ سورة المائده پڙهي پوريون ڪيون تہ ان اجان رڪوع کان متو مٿي نہ ڪنيو هو.

⑫ عمرو بن دينار کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت ابن زبير کي گهيرو ڪري مٿس منجنيق جي ذريعي توب هلائي گولا وسايا ٿي ويا تہ پاڻ حطيم شريف ۾ نفل پڙهي رهيو هو ۽ انهن ڏانهن واجهايائين بہ ڪو نہ ٿي.

⑬ هشام بن عروه ابن المنکدر کان روايت آندي آهي تہ: حضرت ابن الزبير رضي الله عنه تي پٿر وسايا تي ويا، پر ان حال ۾ بہ پاڻ نماز ۾ قرآن ڪريم پڙهي جهومي رهيو هو، جڻ وڻ جي ٽاري هوا ۾ جهومي رهي آهي.

⑭ عمر بن قيس پنهنجي ماءُ ڪان روايت آندي آهي اها حضرت ابن زبير جي گهر ۾ وئي تہ "فَإِذَا هُوَ قَائِمٌ يُّصَلِّيْ فَسَقَطَتْ حَيَّةٌ عَلَى ابْنِهٖ هَاشِمٍ فَصَاحُوْا "اَلْحَيَّةُ اَلْحَيَّةُ" ثُمَّ رَمَوْهَا فَمَا قَطَعَ صَلَاتَهٗ" يعني اوچتو سندس پٽ هاشم تي هڪ نانگ اچي ڪريو. سيني دانهون ڪري چيو "نانگ، نانگ" پوءِ ان کي پٿر هٽي مارياڻون پر پاڻ نماز نہ ڀڄائين.

⑮ مجاهد ڪان روايت آهي تہ "مَا كَانَ بَابٌ مِّنَ الْعِبَادَةِ يَعْجُزُ عَنْهُ النَّاسُ إِلَّا تَكَلَّفَهُ ابْنُ الزُّبَيْرِ وَلَقَدْ جَآءَ سَيْلٌ طَبَقَ الْبَيْتَ فَطَافَ سَبَاحَةً" يعني عبادت جو ڪوبہ اهڙو قِسم، جنهن کان ماڻهو عاجز ٿيا هجن هوندو هو تہ حضرت ابن زبير تڪلف ڪري بہ اهو ڪندو هو. هڪ ڀيري مٿان اچڻ وارين ٽَين جو پاڻي بيت الله ۾ اچي ويو (طواف لاءِ هلڻ ممڪن نہ هو تہ حضرت) عبدالله بن زبير رضي الله عنه پاڻيءَ ۾ تري بہ طواف ڪيو.

⑯ عثمان بن طلحه ڪان روايت آهي ان فرمايو تہ : " كَانَ ابْنُ الزُّبَيْرِ لَا يُنَازَعُ فِيْ ثَلَاثَةٍ شَجَاعَةٍ وَّلَا عِبَادَةٍ وَّلَا بَلَاغَةٍ" يعني حضرت ابن زبير سان ٽن ڳالهين ۾ ڪوبہ مقابلو ڪري نہ سگهندو هو: بهادريءَ ۾، عبادت ۾ ۽ بلاغت ۾.

⑰ ابراهيم بن سعد زهري ڪان، ان انس رضي الله عنه ڪان روايت آندي آهي تہ: حضرت عثمان جن ماڻهن کي قرآن ڪريم جا نسخا اتارڻ جي لاءِ چيو هو، انهن ۾ حضرت ابن زبير رضي الله عنه بہ شامل هو.

⑱ ابو نعيم عبدالواحد بن ايمن ڪان روايت آندي آهي تہ مون ابن زبير کي عدن (يمن) جي ٺهيل چادر ۾ نماز پڙهندي ڏٺو ۽ ايڏي بلند آواز

جو صاحب هو، جو جڏهن خطبہ ڏيندو هو تہ جبلن مان آواز ايندو هو. سندس وارن جو چوٽو ڪنڌ مبارڪ تائين هوندو هو، سندس ڏاڙهي (مبارڪ) ميندي هڻڻ جي ڪري سونهري رنگ تي چمڪندڙ لڳندي هئي.

(١٩) هشام بن عروه فرمايو تہ: "اَوَّلُ مَنْ كَسَى الْكَعْبَةَ الدِّيْبَاجَ ابْنُ الزُّبَيْرِ وَكَانَ يُطَيِّبُهَا حَتّٰى يُوْجَدَ رِيْحُهَا مِنْ طَرَفِ الْحَرَمِ وَكَانَتْ كِسْوَتُهَا قَبْلَهُ الْاَنْطَاعُ" يعني ڪعبة الله شريف کي اول ريشمي غلاف (حضرت) ابن زبير ڍڪايو هو ۽ ان کي ايتري خوشبوء هڻائيندو هو، جو حرم ۾ داخل ٿيندڙ کي داخل ٿيڻ شرط محسوس ٿيندي هئي ۽ ان کان اڳي ڪعبہ شريف جو غلاف چمڙي جا ٽڪرا هوندو هو.

(٢٠) ابن ابي الدنيا ڪتاب "الخلفاء" ۾ آندو آهي تہ ابن الزبير کي جڏهن ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو هو تہ سندس ڪنڌ مبارڪ ڍڳل هو. پاڻ ڪڻڪ رنگو، صفا سنهڙو، قد جو وچولو هو، سندس اکين مبارڪن جي وچ تي گهٽا سجدا ڪرڻ جا نشان هئا.

(٢١) ڦاسيءَ تان لاهڻ کان پوء سندس والده ڪيس مدينہ منوره ڏانهن ڪڻائي وئي ۽ اتي ڪيس دارِ صفيہ ۾ دفن ڪرايائين ۽ ڪجھ عرصي کانپوء دارصفيہ واري زمين مسجد نبوي ۾ ملائي وئي. پوء حضرت ابن زبير حضور ﷺ جن کي ويجهو مدفون آهي. سندس رحلت کان پوء بہ مهينا يا ان جي لڳ ڀڳ سندس امان سائڻ سيده اسماء بن ابي بڪر وفات ڪئي ۽ ان وقت ان جي عمر سئو سال جي لڳ ڀڳ هئي ۽ اها هجرت ڪندڙ صحابياڻين ۾ اول ۽ وفات ڪرڻ ۾ آخري صحابياڻي هئي. ام المومنين سيده عائشه رضي الله عنها کان ڪجھ سال وڏي هئي. هن سائڻ بہ ڪجھ حديثون روايت ڪيون آهن. حضرت اسماء سائڻ وڏي سخاوت واري هئي. ڪابہ شيء ٻئي ڏينهن جي لاء بچائي نہ رکندي هئي. ڪيترا ٻانها آزاد ڪيا هئائين. (سير اعلام النبلاء للعلامة الذهبي: ص ٣٢ کان ٣٨ جلد ٣ مطبوعہ مؤسسة الرسالة)

الغرض تہ اهڙي پياري شخصيت تي حملي ڪرائڻ جي لاءِ يزيد بي ديد بيت الله شريف تي پٿر وسرايا هئا پر پاڻ مري ويو تہ پوءِ سندس دل جي مراد يوسف بن حجاج ظالم (عليہ ما يستحقه) پوري ڪرائي. " وَاِنَّ الظّٰلِمِيْنَ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ " ۽ بيشڪ ظالم ظالمن جا دوست آهن.

آيت④: ﴿اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿٥٧﴾﴾

(سورة الاحزاب: آيت ٥٧)

ترجمو: بلاشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول کي ايذائن ٿا الله انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي آهي ۽ انهن جي لاءِ خوار ڪندڙ عذاب تيار ڪيو اٿس.

سمجهاڻي: هن آيت جي لفظن تي غور ڪرڻ سان هر سچي مسلمان کي محسوس ٿيندو تہ حضرت حسين ۽ ان جي ساٿين اهلبيتن شهيدن جي ذات کي ايذائيندڙ الله ﷻ ۽ ان جي رسول ﷺ کي ايذائيندڙ آهي ۽ ان جي اهائي سزا آهي، جيڪا هن آيت ۾ مذڪور آهي. غير مقلدن جي مايہ ناز عالم علامه وحيد الزمان جي لکت هن ڪتاب جي پڙهندڙن لاءِ پيش خدمت آهي:

" انما لعنّه لانه لعن عليه امامنا احمد بن حنبل و كذالك روى ابن الجوزى من اصحابنا السلف جواز اللعن عليه ومنع الغزالى عنه تحكم وهو لم يلتفت الى قوله تعالى ﴿اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا﴾ واىّ ايذاء اعظم من قتل آله واقاربه صلى الله عليه وسلم وهتك حرمته وقتل اهل المدينة وامره

بذالك واستبشاره بذالك متواتر لايمكن الانكار عنه وروى عن يزيد لعنه الله

ليت اشياخى ببدر شهدوا
وقعة الخزرج من وقعة الاسل
قد قتلنا الضعف من ساداتهم
وعدلنا ميل بدر فاعتدل

فان كانت هٰذه الرواية فلا شك فى كفره والحاده"

(حاشية هدية المهدي: ص ٩٨٩)

يعني اسين يزيد تي لعنت كيون ٿا ڇو تہ ان تي اسان جي امام احمد بن حنبل لعنت ڪئي آهي ۽ اسان جي اڳين بزرگن مان ان تي لعنت ڪرڻ کي ابن جوزي جائز چيو آهي ۽ ان تي لعنت ڪان امام غزالي جو منع ڪرڻ دليل ڪان سواءِ آهي (جيڪو قبول ڪرڻ جي قابل ناهي) ان مذڪوره آيت تي غور ڪيو: "بلاشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول کي ايذائن ٿا، الله انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي آهي ۽ انهن لاءِ خوار ڪندڙ عذاب تيار ڪيو اٿس". حضور ﷺ جي آل ۽ اقارب کي شهيد ڪرڻ ۽ انهن جي بي عزتي ڪرڻ ۽ اهل مدينہ کي شهيد ڪرڻ ڪان وڌيڪ وڏو گناهہ ڪهڙو آهي؟ ۽ ان جو ان متعلق امر ڪرڻ ۽ ان جو ان تي خوش ٿيڻ متواتر (طريقي سان ثابت) آهي، جنهن جو انڪار ڪرڻ ممڪن ناهي ۽ يزيد (الله ان تي لعنت ڪري) ڪان هي شعر روايت ڪيل آهن: (ترجمو) ڪاش! جيڪڏهن (مسلمانن جي هٿان) بدر ۾ ڪٺل منهنجا وڏا موجود هجن ها، تہ ڏسن ها تہ اسان (مسلمانن بلڪ) نبي پاڪ (ﷺ) جي هڪ نسل کي شهيد ڪري بدر وارو پلاند ورتو آهي هاڻي حساب برابر ٿي ويو آهي. مسلمانو! جڏهن يزيد ۾ اهي سڀ ڳالهيون هيون تہ ان جي ڪفر ۽ الحاد ۾ ڪوبہ شڪ ناهي. مذڪوره شعر علامہ ابن ڪثير ذڪر ڪيا آهن.

(البداية والنهاية: جزء ٨ ص ١٩٢)

آيت⑤: ﴿مَآ اَصَابَ مِنْ مُّصِيْبَةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مِّنْ قَبْلِ اَنْ نَّبْرَاَهَا﴾

(سورة الحديد: آيت ٢٢)

ترجمو: جيڪا مصيبت بہ زمين ۾ يا اوهان جي سرن ۾ پهچي ٿي، اها ان کان اڳي جو اسين ان کي ظاهر ڪيون ڪتاب ۾ آهي.

هشام راوي بيان ڪيو آهي تہ جڏهن ڪربلا ۾ شهيد ٿيلن جا سر مبارڪ يزيد وٽ پهتا تہ يزيد خوشي جو اظهار ڪيو ۽ پنهنجي اندر جي جذبات کي شعرن ۾ ظاهر ڪيو (جيڪي هن کان اڳ ۾ لکي آيا آهيون) يزيد جي اها سرڪشي تڪبر وارو انداز ڏسي "قال له علی بن الحسين بل ما قال الله تعالیٰ ﴿مَآ اَصَابَ مِنْ مُّصِيْبَةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مِّنْ قَبْلِ اَنْ نَّبْرَاَهَا﴾ فقال يزيد لا بل ﴿وَمَآ اَصَابَكُمْ مِّنْ مُّصِيْبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ اَيْدِيْكُمْ وَيَعْفُوْا عَنْ كَثِيْرٍ﴾

(تاريخ طبري: جلد٥ ص ٤٦١- الڪامل في التاريخ لابن الاثير: ج ٤ ص ٨٦-١٨٧)

يزيد جي مذڪوره حالت تي حضرت علي بن الحسين (المعروف بہ حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه) ڪيس مذڪوره آيت پڙهي ٻڌائي جنهن جو مقصد آهي تہ تنهنجو خيال غلط آهي، بلڪ جيڪو الله تعالیٰ فرمايو اهو مناسب آهي. "يعني جيڪا بہ مصيبت زمين تي يا اوهان جي سرن تي اچي ٿي، اها ان کان اڳي جو ان کي ظاهر ڪيون هڪ ڪتاب (لوح محفوظ) ۾ لکيل آهي". يزيد اهو ٻڌي چيو تہ ائين ناهي بلڪ "اوهان کي جيڪا مصيبت پهتي آهي، سا اوهان جي هٿن جي ڪمائي آهي ۽ گهڻو معاف تو ڪري". يعني اوهان سان جيڪو ڪربلا ڪوفي ۽ دمشق ۾ ٿيو، اهو سڀ اوهان جي غلطيءَ جي ڪري ٿيو آهي ۽ اهو ٿورو

آهي، گهڻو اوهان کي معاف ڪيو ويو آهي. علامہ ابن الاثير لکيو آهي تہ: حضرت امام زين العابدين کي ڳچي مبارڪ ۾ ڳٽ وجهي يزيد وٽ آندو ويو هو. پاڻ ان کي فرمايائون تہ "جيڪڏهن اسان کي رسول الله ﷺ جن هن حالت ۾ ڏسن ها تہ اهي ڳٽ کولي ڇڏين ها" يزيد چيو تہ سچ ٿو چوين "پوءِ ان کان ڳٽ کولارايائين".

انهن ڳالهين تي غور ڪرڻ سان واضح ٿيو تہ حضرت حسين سهڻي رضي الله عنه کي ملڻ واري هر تڪليف يزيد جي اشاري ۽ ڪيس خوش ڪرڻ جي لاءِ ڏني وئي هئي ۽ ان کي هر تڪليف ڏيڻ جي خبر بہ هئي ان کي اهڙي ظلم کان آزاد سمجهندڙ بي قصور چوندڙ الله عزوجل جي فرمان "وَلَا تَرْكَنُوْٓا اِلَى الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا فَتَمَسَّكُمُ النَّارُ" (سوره هود آيت ١١٣) "۽ انهن ڏانهن لاڙو بہ نہ ڪيو. جيڪي ظلم ڪن ٿا پوءِ اوهان کي بہ جهنم جي باهہ لڳي وڃي" جي مطابق جهنم جي باهہ ۾ وڃا ويندا. يزيد ظالم جي لشڪر سيدنا امام حسين رضي الله عنه جي پاڪ جسم کي شهادت کان پوءِ ڇا ڪيو ذرا علامہ ابن الاثير جي لکت پڙهندا. علامہ موصوف لکيو آهي تہ يزيد جي مقرر ڪيل امير ابن زياد عمرو بن سعد کي لکيو هو تہ: "فان قتل الحسين فاوطئ الخيل صدره وظهره" (الکامل في التاريخ: ص ۵۵ ج ۴ مطبوعہ دار صادر بيروت) يعني جيڪڏهن حسين قتل ڪيو وڃي تہ گهوڙا هلائي ان جي سيني ۽ پٺيءَ پاڪ کي گهوڙن سان لتاڙيو وڃي.

ڇا هن ظلم کان يزيد بيخبر هو؟ جي بفرض محال پهريان بيخبر هو تہ خبر پوڻ کان پوءِ انهن بي دردن ظالمن کي ڪهڙي سزا ڏنائين؟ علامہ ابن الاثير يزيد جي دربار ۾ آل رسول عليه الصلوٰة والسلام سان ٿيل بيحيائي واري گفتگو بہ نقل ڪئي آهي. علامہ موصوف لکيو آهي تہ جڏهن حضرات اهل بيت جون پرديدار عورتون يزيد وٽ قيد ڪري آنديون ويون تہ انهن کي ڏسي يزيد جي موجودگيءَ ۾ هڪ شامي شخص چيو تہ: "هَبْ لِيْ هٰذَا" هيءَ مون کي هبو ڪري ڏي. يعني حضرت حسين جي نياڻي فاطمہ جي

لاءِ. جيڪا سندس نياڻي سُڪينہ کان وڏي هئي. شامي شخص جي اها ڳالهہ ٻڌي ڊپ کان سيده فاطمه سيده زينب ۾ هٿ وڌا ۽ ان فرمايو: "اي شامي شخص! تو ڪوڙ ڳالهايو آهي ۽ تون ملامت ڪيل آهين ۽ اهو فيصلو نہ تنهنجو هلندو نہ يزيد جو" اهو ٻڌي يزيد ڪاوڙ ۾ اچي چيو تہ "اي زينب! تون ڪوڙ تي ڳالهائين، اهو فيصلو منهنجي هٿ ۾ آهي جيڪڏهن مان اهو ڪم ڪرڻ گهران تہ ڪري سگهان ٿو". سيده زينب ان کي فرمايو تہ: "الله جو قسم آهي اهو تون نہ ٿو ڪري سگهين. ها جيڪڏهن اسان جي دين اسلام کان نڪري ٻئي دين ۾ داخل ٿين تہ پوءِ ڪري سگهين ٿو". اهو ٻڌي يزيد وڌيڪ ڪاوڙ ۾ ڀرجي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ مون سان ائين ٿي ڳالهائين؟" اِنَّمَا خَرَجَ مِنَ الدِّيْنِ اَبُوْكِ وَ جَدُّكِ" (دين کان تہ تنهنجو پيءُ ۽ ڏاڏو نڪري ويا) هنن لفظن تي غور ڪرڻ سان واضح ٿيو تہ يزيد حضرت زينب جي ابي ۽ ڏاڏي کي دين کان خارج (ڪافر) چيو ۽ انهن کي ڪافر چوندڙ پاڻ ڪافر آهي. اهي الفاظ ٻڌي سيده زينب ان کي فرمايو: "بِدِيْنِ اللّٰهِ وَدِيْنِ اَبِيْ وَ اَخِيْ وَ جَدِّيْ اِهْتَدَيْتَ اَنْتَ وَ اَبُوْكَ وَ جَدُّكَ" (الله جي دين ۽ منهنجي بابي ۽ ڀاءُ ۽ ڏاڏي واري دين سان تہ تون ۽ تنهنجو پيءُ ۽ ڏاڏو هدايت وارا ٿيا هئا). (هاڻي اهو ڇڏي رهيو آهين) تہ ان بيحياءَ سيده کي چيو: "اي الله جي دشمن! تون ڪوڙ ٿي ڳالهائين". سائڻ فرمايس: "تون ظالم کي پيار ڏيندڙ امير آهين ۽ پنهنجي سلطنت جي زور تي قهر ٿو ڪرين". پوءِ يزيد حياءَ کان چپ ڪئي.

جڏهن هي پرديدار پاڪ بيبيون يزيد جي ڪورٽ ۾ آنديون ويون تہ ان جون عورتون پٽينديون پار ڪڍنديون آيون ۽ يزيد پرديدارن پاڪ کان پڇيو تہ اوهان کان ڇاڇا کسيو ويو آهي. جڏهن انهن ٻڌايو ۽ يزيد کين ان کان ٻيڻو ڏياريو تہ پوءِ سيده سُڪينہ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا چوندي هئي: "مَا رَاَيْتُ كَافِرًا بِاللّٰهِ خَيْرًا مِّنْ يَزِيْدَ بْنَ مُعَاوِيَةَ" (الڪامل في التاريخ: ص٨٦ ج٤) (مون ڪوبہ الله سان ڪفر ڪندڙ يزيد بن معاويه کان ڀلو نہ ڏٺو). هن

عبارت ۾ اشارتًا سيده سکينه رضي الله عنها ٻڌايو تہ يزيد ڪافر هو.

**يزيدي يار! هي بہ پڙهو:** ”عن القاسم بن البخيت قال لما وضع راس الحسين بين يدی يزيد بن معاوية جعل ينکت بالقضيب کان فی يده فی ثغره.... فقال له ابوبرزة الاسلمی: اما والله لقد اخذ قضيبك هٰذا ماخذًا لقد رايتُ رسول الله صلی الله عليه وسلم يرشفه ثم قال: الا ان هذا سيجيئ يوم القيامة وشفيعه محمد و تجيئ وشفيعك ابن زياد“

(البداية والنهاية: ص ١٩٢ جزء ٨)

قاسم بن بخيت کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت حسين رضي الله عنه جو (سر مبارڪ) يزيد بن معاويه جي اڳيان رکيو ويو تہ اهو پنهنجي هٿ وارو لڪڻ امام پاڪ جي شهيد ڪيل سرمبارڪ جي نرگهٽ تي هڻڻ لڳو. (اتي موجود صحابي حضرت ابوبرزه اسلمي ان کي فرمايو تہ الله جو قسم! تنهنجو لڪڻ ان جاء تي لڳي رهيو آهي، جنهن کي حضور صلی الله عليه وسلم جن چميو هو. ان کان پوء ان (يزيد کي) فرمايائين تہ: هي (حضرت حسين) ايندو تہ ان جي شفاعت ڪندڙ (حضرت) محمد صلی الله عليه وسلم جن هوندا ۽ تون ايندين تہ تنهنجي شفاعت ابن زياد ڪندو.

مطلب تہ نہ ان جي شفاعت قبول پوندي نہ تنهنجو ڇوٽڪارو ٿيندو. هن ڪتاب جي پڙهندڙن پيارن کان انصاف طلب ڪندي پڇان ٿو تہ: ڇا جيڪو مظلوم شهيد حسين پاڪ جي ڳچيءَ مبارڪ تي لڪڻ هڻي ۽ شعر ويهي چوي ڇا ان سان محبت رکڻ جي ايمان اجازت ڏي ٿو؟ نہ ڪڏهن بہ نہ.

آيت ⑥: ﴿وَاِذْ نَجَّيْنٰكُمْ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ يُذَبِّحُوْنَ اَبْنَآءَكُمْ وَيَسْتَحْيُوْنَ نِسَآءَكُمْ ؕ﴾ (سورة البقره: آيت ٤٩)

ترجمو: (ياد ڪيو) جڏهن اسان اوهان کي فرعونين کان ڇڏايو جيڪي اوهان کي برو عذاب چکائين پيا، جو اوهان جي پٽن کي ڪُهن پيا ۽ اوهان جي عورتن کي زنده ڇڏين پيا.

هيءَ آيت مبارڪ اِها آهي، جيڪا حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه يزيد وٽ موجود هجڻ جي دوران انهن کي پڙهي ٻڌائي هئي، جنهن کانئن سوال ڪيو هو ته "اوهان جو حال ڪهڙو آهي"؟

حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رحمة الله عليه لکيو آهي: جڏهن اهلبيت جو لٽيل ۽ ڦٽيل قافلو يزيد جي دربار ۾ آندو ويو ته انهن مان هڪڙي ڄڻي ڪيس چيو ته:

" ڪيف اصبحت يا علي و يا اهل بيت الرحمة! قال اصبحنا من قومنا بمنزلة قوم موسى من آلِ فرعون يذبحون ابناءهم و يستحيون نساءهم فلا ندري صباحنا من مساءنا من حقيقة بلاءنا"

يعني اي علي ۽ رحمت واري گهرجا اهل! اوهان ڪهڙي حال ۾ صبح ڪئي آهي؟ ته پاڻ جواب ۾ فرمايائون "اسان جو صبح پنهنجي قوم جي ظلم ۾ ائين آهي جيئن (حضرت) موسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) جي قوم جو صبح فرعون جي قوم جي آفت سان ٿيو هو. انهن بني اسرائيل جي پٽن کي قتل ٿي ڪيو ۽ انهن جي عورتن کي (ٻانهيون بنائڻ جي لاءِ) زنده ٿي ڇڏيو. ايستائين جو اسين نه صبح کي سڃاڻون ٿا نه شام کي اها اسان جي آزمائش ۽ مصيبت جي حقيقت آهي.

ائين به فرمايائون ته "اسين الله تعالىٰ جي نعمتن تي شڪر ڪيون ٿا ۽ ان جي طرفان آيل آزمائش تي صبر ڪيون ٿا".

**فائدو:** حضرت علي هجويري المعروف به داتا گنج بخش لاهوري رحمة الله عليه سيدنا امام زين العابدين رضي الله عنه جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: علي زين العابدين بن حسين بن علي بن ابي طالب رضوان الله عليهم اجمعين نبوت جا وارث، امت جا

چراغ، مظلومن جا سردار، محرم راز وارن جا امام، عابدن جي زينت ۽ اوتادن جي شمع آهن. پنهنجي زماني جي سڀني ماڻهن کان وڌيڪ عبادتگذار هئا. پاڻ حقيقتن کي ظاهر ڪرڻ ۽ باريڪين کي بيان ڪرڻ ۾ مشهور آهن. ڪنهن پڇيو ويو ته دنيا ۽ آخرت ۾ سڀ کان وڌيڪ نيڪ بخت ڪير آهي؟ پاڻ فرمايائون ته: "مَنْ إِذَا رَضِيَ لَمْ يَحْمِلْهُ رِضَاهُ عَلَى الْبَاطِلِ وَإِذَا سَخِطَ لَمْ يُخْرِجْهُ سَخَطُهُ مِنَ الْحَقِّ "يعني اهو شخص جيڪو جڏهن راضي هجي ته باطل تي راضي نه هجي ۽ جڏهن ڪاوڙ ۾ اچي ته حق کان ٻاهر نه هجي اها معنىٰ ڪامل سچائي وارن جي وصفن مان آهي، ڇو ته باطل تي راضي هجڻ باطل آهي ۽ ڪاوڙ جي حالت ۾ حق کان ٻاهر نڪرڻ باطل آهي. ان جي ڪري مؤمن ڪڏهن به باطل جي ڳالهين جو عاشق نه هوندو آهي.

مذڪوره ڪامل ولي لکيو آهي ته: هڪ ڀيري ان وقت جو حاڪم هشام بن عبدالملڪ بن مروان حج ڪرڻ لاءِ آيو. ڪعبي شريف جو طواف ڪندي، حجر اسود کي چمڻ لاءِ اڳتي وڌيو، پر ماڻهن جي هجوم جي ڪري حجر اسود کي چمي نه سگهيو ۽ جڏهن حضرت امام زين العابدين سهڻو صاف ڪپڙن ۽ چمڪندڙ چهره سان حرم ۾ داخل ٿيو ته سندن ڪپڙا عطر جي خوشبوءِ سان مهڪي رهيا هئا. اينديءَ ئي طواف شروع ڪيائون جڏهن حجر اسود کي چمڻ لاءِ اڳتي وڌيا ته ماڻهو سندن عزت عظمت ۽ احترام کي ذهن ۾ رکي، هٽي ويا ۽ کين حجر اسود کي چمڻ جي لاءِ جاءِ ڏنائون ۽ پاڻ حجر اسود کي چمي ڏئي ورتائون. ان وقت تائين سڀ ماڻهو حجر اسود کان پري رهيا. شام جي رهڻ وارن مان هڪ ماڻهوءَ اهو منظر ڏسي، هشام حاڪم کي چيو ته اي امير المومنين! ماڻهن حجر اسود جو رستو تنهنجي لاءِ خالي نه ڪيو، حالانڪ تون امير المؤمنين آهين، مگر جڏهن هي خوبصورت جوان آيو، تڏهن ان جي لاءِ سڀني رستو صاف ڪري ڇڏيو؟ ان وقت جي حاڪم هشام چيو ته "مان ان کي ڪونه ٿو سڃاڻان" ان جو مقصد هو ته شام وارا ان کان ناواقف رهن، متان انهن جي دل ۾ حضرت امام زين العابدين جي محبت پيدا ٿي وڃي ۽

ان محبت جي ڪري امام کي پنهنجو حاڪم بنائڻ جي ڪوشش ڪن. عين ان وقت اتي ان وقت جو مشهور شاعر فرزدق بيٺو هو، ان فرمايو تہ "مان ان سهڻي نوجوان کي سڃاڻان ٿو". وقت جي حاڪم هشام فرزدق کي فرمايو تہ: "اي ابوفراس! مون کي ٻڌاءِ تہ هي تمام سهڻو ۽ رعب وارو جوان ڪير آهي؟ فرزدق چيس تہ خيال سان ٻڌ مان ان جي حب ۾ ساراهہ بيان ڪيان ٿو. پوءِ اتي جو اتي فرزدق فورًا حضرت امام زين العابدين جي منقبت ۾ هي شعر پڙهڻ شروع ڪيو:

هٰذَا الَّذِیْ تَعْرِفُ الْبَطْحَاءُ وَطْأَتَهٗ
وَالْبَیْتُ یَعْرِفُهٗ وَالْحِلُّ وَالْحَرَمُ

هي اهو (محبوب جوان) آهي، جنهن جي قدمن (پاڪن) جي نشان کي بطحاء (مڪہ مڪرمہ) حلّ ۽ حرم سڃاڻن ٿا.

هٰذَا ابْنُ فَاطِمَةَ الزَّهْرَآءِ اِنْ کُنْتَ جَاهِلَهٗ
بِجَدِّهٖ اَنْبِیَاءُ اللهِ قَدْ خُتِمُوْا

هي فاطمہ زهرا جو پٽ (پوٽو) آهي. جيڪڏهن تون ان کي نہ ٿو سڃاڻين ان جي ناني (حضرت حبيب ڪريم ﷺ) تي الله جا نبي ختم ڪيا ويا (ان کان پوءِ ڪوبہ نبي نہ ايندو)

هَذَا ابْنُ خَيْرِ عِبَادِ اللهِ كُلِّهِمُ
هَذَا التَّقِيُّ النَّقِيُّ الطَّاهِرُ الْعَلَمُ

هي الله جي سڀني ٻانهن مان ڀلو (حضور ﷺ) جو پٽ آهي. هي متقي پاڪيزه صاف ۽ (دين جو) نشان آهي.

يَبِيْنُ نُوْرُ الدُّجٰى عَنْ نُّوْرِ طَلْعَتِهٖ
كَالشَّمْسِ يَنْجَابُ عَنْ اِشْرَاقِهَا الظُّلَمُ

ان جي پاڪ پيشانيءَ جي چمڪار سان انڌيرن مان بہ ائين نور ظاهر ٿئي ٿو، جيئن سج جي چمڪائڻ سان انڌيرا ختم ٿين ٿا.

يَغُضُّ حَيَاءً وَيُغْضِيْ مِنْ مَهَابَتِهٖ
فَمَا يُكَلَّمُ إِلَّا حِيْنَ يَبْتَسِمُ

اڪيون حياءَ جي ڪري هيٺ رکندو آهي ۽ ان جي هيبت جي ڪري ماڻهو ان جي اڳيان اکيون هيٺ ڪندا آهن. پوءِ ان سان ڪير به ڳالهائي نه سگهندو آهي، مگر ان وقت جو اهو مرڪندو آهي.

إِذَا رَأَتْهُ قُرَيْشٌ قَالَ قَائِلُهَا
إِلٰى مَكَارِمِ هٰذَا يَنْتَهِي الْكَرَمُ

جڏهن قريشي ان کي ڏسندا آهن ته انهن مان چوندڙ چوندو آهي ته هن جي سهڻين خصلتن تي بخشش جي انتها آهي.

يُنْمٰى إِلٰى ذَرْوَةِ الْعِزِّ الَّتِيْ قَصُرَتْ
عَنْ نَيْلِهَا عَرَبُ الْإِسْلَامِ وَالْعَجَمُ

هي عزت جي انهن چوٽين تي چڙهيل آهي، جنهن جي پهچڻ کان عرب ۽ عجم جا مسلمان قاصر آهن.

مَنْ جَدُّهٗ دَانَ فَضْلُ الْأَنْبِيَاءِ لَهٗ
وَفَضْلُ أُمَّتِهٖ دَانَتْ لَهُ الْأُمَمُ

جنهن جي ناني جي شان جي اڳيان نبين جو شان جهڪيل آهي ۽ ان جي امت جي فضيلت جي اڳيان اڳيون امتون جهڪيل آهن.

يَكَادُ يُمْسِكُهٗ عِرْفَانُ رَاحَتِهٖ
رُكْنُ الْحَطِيْمِ إِذَا مَا جَاءَ يَسْتَلِمُ

ويجهو آهي جو ان جي تري (هٿ مبارڪ) جي خوشبوءِ حطيم واري رڪن کي لڳي ته اهو ان کي جهلي بيهي، جڏهن ان کي چمڻ جي لاءِ اچي.

فِيْ كَفِّهٖ خَيْزُرَانٌ رِيْحُهٗ عَبَقٌ
مِنْ كَفِّ أَرْوَعَ فِيْ عِرْنِيْنِهٖ شَمَمٌ

ان جي هٿ ۾ نرم بيد مشڪ جي ڇڙي آهي، جنهن جي خوشبوءِ سندس پرهيزگار ترڻ کان نڪري رهي آهي. سندس نڪ ۾ بلندي آهي.

مُشْتَقَّةٌ مِنْ رَسُوْلِ اللهِ يَنْعَتُهٗ
طَابَتْ عَنَاصِرُهٗ وَالْخِيَمُ وَالشِّيَمُ

پنهنجي سهڻي صفت سان (سيدنا) رسول الله ﷺ جن کان نڪتل آهي. سندس عنصر خوشبودار آهن. سندس صفتون ۽ عادات به پيارا آهن.

أَللهُ شَرَّفَهٗ قِدَمًا وَّ فَضَّلَهٗ
جَرٰى بِذَالِكَ فِيْ لَوْحٍ لَهُ الْقَلَمُ

الله ان کي اڳ ۾ ئي شرف ڏئي ڇڏيو ۽ فضيلت وارو بنايو ان سان لوح محفوظ ۾ الله جو قلم وهي ويو آهي.

كِلْتَا يَدَيْهِ غِيَاثٌ عَمَّ نَفْعُهُمَا
يَسْتَوْكِفَانِ وَلَا يَعْرُوْهُمَا الْعَدَمُ

ان جا ٻئي هٿ مبارڪ وڏڦڙو مينهن آهن، جنهن جو نفعو عام آهي. هميشه بخشش ڪندا رهن ٿا ۽ مال جو نه هجڻ انهن کي ڪڏهن خالي نه ٿو ڪري.

سَهْلُ الْخَلِيْقَةِ لَا تُخْشٰى بَوَادِرُهٗ
يُزَيِّنُهُ الْخُلَّتَانِ الْحِلْمُ وَالْكَرَمُ

نرم خصلتن وارو آهي، جن جي ڪاوڙ ڪرڻ جو انديشو نه ٿو ڪيو وڃي، ان کي ٻه خصلتون بردباري ۽ ڪرم سينگاريو بيٺا آهن.

حَمَّالُ أَثْقَالِ أَقْوَامٍ إِذَا افْتَرَضُوْا
حُلْوُ الشَّمائِلِ تَحْلُو عِنْدَهُ نِعَمُ

قومن جا وڏا بار کڻندڙ آهي، جڏهن اهي قرض کڻندا آهن. عادتن جو مٺو آهي. ان وٽ نعمتون مٺيون لڳنديون آهن.

مَا قَالَ "لَا" قَطُّ اِلَّا فِيْ تَشَهُّدِهٖ
لَوْلَا التَّشَهُّدُ كَانَتْ لَاؤُهٗ نَعَمُ

اَلتّحيّات واري "لا" کان سواءِ ڪڏهن بہ "لا" جو لفظ نہ چيائين. جيڪڏهن اَلتّحيّات نہ هجي ها تہ سندس "لا" وارو هر حرف "ها" هجي ها.

عَمَّ الْبَرِيَّةَ بِالْاِحْسانِ فَانْقَشَعَتْ
عَنْهَا الغَيابَةُ وَالْإِمْلَاقُ وَ الْعَدَمُ

ان جو مخلوق تي اهڙو احسان آهي جنهن سان مخلوق تان انڌيرا، سڃائي ۽ غربت ختم ٿي ويندي آهي.

مِنْ مَعْشَرٍ حُبُّهُمْ دِيْنٌ وَ بُغْضُهُمُ
كُفْرٌ وَ قُرْبُهُمُ مَنْجاً وَمُعْتَصَمُ

(اهو) اهڙي جماعت مان آهي، جنهن جي محبت دين آهي ۽ انهن جو بغض ڪفر آهي ۽ انهن جو قرب ڇوٽڪاري ۽ پناهہ جي جاءِ آهي.

مُقَدَّمٌ بَعْدَ ذِكْرِ اللهِ ذِكْرُهُمُ
فِيْ كُلِّ بَدْءٍ وَّ مَخْتُومٌ بِهِ الْكَلِمُ

هر ڪم جي شروعات ۾ الله جي ذڪر کانپوءِ انهن جو ذڪر مقدم آهي ۽ انهن جي ذڪر سان ئي ڳالهہ ٻولهہ پوري ٿيندي آهي.

يُسْتَدْفَعُ السُّوءُ وَالْبَلْوىٰ بِحُبِّهِمُ
وَ يُسْتَزَدَادُ بِهِ الْإِحْسَانُ وَالنِّعَمُ

برائي ۽ مصيبت انهن جي محبت جي برڪت سان دفع ڪئي ويندي آهي ۽ انهن جي محبت سان ئي احسان ۽ نعمتن ۾ واڌارو ايندو آهي.

إِنْ عُدَّ أَهْلُ التُّقىٰ كَانُوْا أَئِمَّتَهُمْ
أَوْ قِيْلَ مَنْ خَيْرُ أَهْلِ الْأَرْضِ قِيْلَ هُمُ

جيڪڏهن تقوىٰ وارا ڳڻيا ويندا تہ هي انهن جا اڳواڻ آهن يا چيو ويو تہ زمين ۾ ڀلا ڪير آهن تہ چيو ويندو اهي آهن.

أَيُّ الْخَلَائِقِ لَيْسَتْ فِيْ رِقَابِهِمُ
لِأَوَّلِيَّةِ هٰذا أَوْلَهُ نِعَمُ

مخلوقات ۾ ڪير آهن، جن جي ڪنڌن ۾ هنن جي اول يا هن جون مهربانيون ناهن؟

مَنْ يَّعْرِفُ اللهَ يَعْرِفُ أَوَّلِيَّةَ ذَا
فَالدِّيْنُ مِنْ بَيْتِ هٰذا نَالَهُ الْأُمَمُ

جيڪو بہ الله کي سڃاڻي ٿو، اهو هن جي اوليت کي بہ سڃاڻي ٿو. هن جي گهر کان ئي امتون دين کي پهتيون آهن.

إِنْ كُنْتَ تُنْكِرُهٗ فَاللهُ يَعْرِفُهٗ
وَالْعَرْشُ يَعْرِفُهٗ وَاللَّوْحُ وَالْقَلَمُ

اي حاڪم! جيڪڏهن تون ان کي نہ ٿو سڃاڻين تہ الله ان کي سڃاڻي ٿو ۽ عرش بہ ان کي سڃاڻي ٿو تہ لوح محفوظ بہ ان کي سڃاڻي ٿو.

وَ لَيْسَ قَوْلُكَ مَنْ هٰذَا بِضَائِرِهٖ
اَلْعَرَبُ تَعْرِفُ مَنْ اَنْكَرْتَ وَالْعَجَمُ

۽ تنهنجو چوڻ تہ هي ڪير آهي؟ ان کي نقصان ڏيندڙ ناهي، جنهن جو تو انڪار ڪيو آهي، ان کي عرب ۽ عجم وارا سڀ سڃاڻن ٿا.

حضرت سيد ابوالحسن علي بن عثمان هجويري قَدَّسَ سِرُّهُ اللهُ فرزدق جي چيل شعرن مان ڪجھ ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ ان حاڪم هشام بن عبدالملڪ بن مروان مذڪوره اشعار ٻڌي حڪم ڪيو تہ فرزدق شاعر کي عسفان (هي مڪہ ۽ مدينہ جي وچ ۾ جاءِ آهي، مڪہ کي ويجهي آهي) جي جيل ۾ رکو. جڏهن کيس جيل ۾ رکيو ويو تہ اها خبر حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه کي پهتي. پاڻ ٻارهن هزار درهم ۽ دينار ان کي موڪلي نياپو بہ موڪليائون تہ: اي ابا فراس! هن وقت اسين غريبي حال ۾ آهيون جيڪڏهن اسان وٽ ان کان وڌيڪ مال هجي ها تہ اهو بہ توکي ڏيون ها فرزدق اهي درهم ۽ دينار واپس ڪندي عرض ڪري موڪليو تہ مون اوهان جي تعريف درهمن ۽ دينارن جي لاءِ نہ ڪئي آهي، پر مان اڳ ۾ بادشاهن کان انعام حاصل ڪرڻ جي لاءِ گهڻو ڪوڙ ملائي، سندن تعريف ڪندو رهيو آهيان. اڄ اوهان جي تعريف ڪري ان جو ڪفارو ادا ڪيو اٿم. مان صرف الله جي راضي ڪرڻ لاءِ سيدنا رسول الله ﷺ جي اولاد جو محب آهيان، جڏهن درهمن ۽ دينارن سان گڏ فرزدق جو اهو عرض حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه جي خدمت ۾ پهتو تہ پاڻ اهي درهم ۽ دينار ٻيهر پيرو ان کي موڪلي ڪيس پيغام بہ موڪليائون تہ اي ابافراس: جيڪڏهن توکي اسان سان سچي محبت آهي تہ جيڪو ڪجھ مون موڪليو آهي، اهو قبول ڪر. ڇو تہ اسان ان کي پنهنجي ملڪيت مان ڪڍي ڇڏيو آهي. ان جي ڪري واپس وٺي نٿا سگهون. تڏهن فرزدق اهي درهم ۽ دينار قبول ڪيا.

(ڪشف المحجوب: مترجم سنڌي ص ٣٦ مطبوعہ مهراڻ اڪيڊمي)

ٰمو ساڳيو واقعو ۽ شعر علامہ اعزاز علي ديوبندي پنهنجي "ادب" جي مو ٰسوع تي لکيل ڪتاب "نفحة العرب" ۾ بہ آندا آهن.
(اشرف الادب شرح نفحة العرب؛ ص ۱-۲-۳ مطبوعہ دار الحديث بيرون بوهڙ گيٽ ملتان)

آيت⑦: ﴿اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَاَزْوَاجُهٗٓ اُمَّهٰتُهُمْ﴾ (سورة الاحزاب: آيت ٦)

ترجمو: نبي مؤمنن کي سندن ساهہ کان وڌيڪ ويجهو آهي ۽ ان جون گهر واريون انهن (مؤمنن) جون مائرون آهن.

قرآن ڪريم جي هن آيت مان حضور ﷺ جن جي پاڪ گهر وارين جي اهميت ۽ مقام واضح ٿيو ۽ اهو بہ واضح ٿيو تہ اهي سچن مومنن مسلمانن حضور ﷺ جي امتي سڏائيندڙن جي لاءِ مائرن جو حڪم رکن ٿيون ۽ جڏهن اهي مائرون آهن تہ رب العزت ﷻ جي هيءَ فرمان "حُرِّمَتْ عَلَيْكُمْ اُمَّهٰتُكُمْ" (سورة النساء: آيت ٢٣) (اوهان تي اوهان جون مائرون حرام ڪيون ويون آهن) مطابق هر مؤمن تي اهي ائين حرام آهن، جيئن سڳي ماءُ، ڀينرون، ڌيئرون ۽ ماسيون ۽ ڦڦيون هميشہ جي، لاءِ حرام آهن. انهن سان نڪاح جو ارادو يا خيال ڪندڙ بي حياءَ بدتر ملعون رب العزت جي دربار مان تڙيل پليدن کان وڌيڪ پليد ڪائنات ۾ سڀ کان وڌيڪ ذليل آهي. يزيد پليد بي ديد ان بي حيائي جي ڪم ۾ ارادو ڪندڙ نظر اچي ٿو.
حضرت شيخ محقق محدث عبدالحق دهلوي رحمة الله عليه لکيو آهي:

"و در بعضے کتب گفتہ اند کہ یزید شقی طمع کردہ در عائشہ صدیقہ رضی اللہ عنہا پس خواندند برو ایں آیت: اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَاَزْوَاجُهٗٓ اُمَّهٰتُهُمْ (سورۃ الاحزاب: آیت ٦)"
(مدارج النبوة فارسي: جلد ١ ص ٢٣٦)

يعني بعض ڪتابن ۾ آندو اٿن تہ بدبخت يزيد مومنن جي ماءُ

سيده عائشه صديقه رضي الله عنها سان نڪاح ڪرڻ جي بہ طمع رکي هئي ۽ جڏهن ان کي مذڪوره آيت پڙهي ٻڌايائون تڏهن ان خيال تان هٽيو. مذڪوره عبارت مان ثابت ٿيو تہ يزيد پليد بي ديد قرآن ڪريم جي احڪام کان بي خبر ۽ حلال ۽ حرام ۾ تميز نہ رکندو هو.

آيت⑧: ﴿وَمَنْ يَّبْتَغِ غَيْرَ الْاِسْلَامِ دِيْنًا فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْهُ ۚ وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٨٥﴾ كَيْفَ يَهْدِى اللّٰهُ قَوْمًا كَفَرُوْا بَعْدَ اِيْمَانِهِمْ وَشَهِدُوْٓا اَنَّ الرَّسُوْلَ حَقٌّ وَّجَآءَهُمُ الْبَيِّنٰتُ ۭ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٨٦﴾ اُولٰٓئِكَ جَزَآؤُهُمْ اَنَّ عَلَيْهِمْ لَعْنَةَ اللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ﴿٨٧﴾ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ﴾

(سوره آل عمران: آيت ٨٥ کان ٨٧)

ترجمو: ۽ جيڪو اسلام کان سواءِ ٻيو دين طلب ڪندو، پوءِ اهو ان کان ڪڏهن بہ قبول نہ ڪيو ويندو ۽ اهو آخرت ۾ خساري وارن مان هوندو. الله ان قوم کي ڪيئن هدايت ڪندو، جن ايمان کان پوءِ ڪفر ڪيو ۽ شاهدي ڏنائون تہ بيشڪ رسول ﷺ حق آهي ۽ انهن وٽ دليل بہ آيا ۽ الله ظالم قوم کي هدايت نہ ٿو ڪري. انهن جو بدلو (هي آهي تہ) انهن تي الله ۽ ملائڪن ۽ سيني ماڻهن جي لعنت آهي ان ۾ هميشہ هوندا.

وضاحت: هن آيت مان چڱيءَ طرح ظاهر آهي تہ اهڙا ماڻهو جن شاهدي

ڏني تہ رسول ﷺ حق آهي ۽ انهن وٽ ان جا روشن دليل بہ آيا پوءِ بہ ايمان آڻڻ کان بعد ڪفر ڪيائون تہ انهن تي الله ﷻ، ملائڪن ۽ مڙني ماڻهن جي لعنت آهي. مسلمانو! يزيد جي زندگي ڏسو تہ ان بہ ايمان جي دعوىٰ ڪري، حضور ﷺ جن تي ڪلمو پڙهي، سندن حقانيت جا دليل ڏسندي ڪيئن ظلم ڪيا. حرام ڪي حلال سمجهي. شراب جي پيئڻ لاءِ ماڻهن ڪي عيسائي ٿيڻ جي صلاح ڏيندي، (جيئن علماءِ ڪرام لکيو آهي) ڪفر ڪيو ۽ الله ﷻ ۽ ملائڪن ۽ مڙني ماڻهن جي لعنت جو حقدار ٿيو.

علامہ ثناءُالله پاني پتي رحمة الله عليه لکيو آهي: ”احلّ الخمر وقال:

فان حرمت يومًا على دين احمد

فخذها على دين المسيح ابن مريم

(تفسير مظهري: ص۲۷۱جلد۵)

پوءِ جيڪڏهن (شراب) هڪ ڏينهن احمد ﷺ جي دين ۾ حرام ڪيو ويو آهي تہ اهو مسيح (حضرت عيسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي دين تي وٺي پيئو. يعني عيسائي ٿي پئو.

مطلب تہ پنهنجي نفساني خواهش پوري ڪرڻ جي لاءِ سچو دين اسلام ڇڏڻو پوي تہ ڇڏي ڏيو.

**توجہ طلب:** هن ڪتاب کي پڙهندڙ حضرات غور ڪن تہ ڇا اڄان بہ يزيد سان ياري رکجي؟ ان کان نفرت ۽ دوري نہ ڪجي؟ يزيد جي يارن کي يزيد مبارڪ آهي اسان جي اکين جو ٺار حضرت حسين دلدار ۽ ان جا ساٿي آهن. (فَلِلّٰهِ الْحَمْدُ وَلَهُ الشُّكْرُ عَلٰى ذَالِكَ)

## يزيد حضور ﷺ جي ارشاد مطابق ظالم هو

غير مقلدن جي مشهور عالم، مؤرخ قاضي سليمان منصورپوري مڪ مڪرم کي فتح ڪرڻ واري ڏينهن جو هڪ واقعو لکيو آهي، جنهن مان جيستائين دنيا آهي تيستائين ان تي لعنت جي

وسڪار آهي. ڇو ته يزيد ظالم ان پاڪ ذات ﷺ جي فيصلي کي ٺڪرايو ۽ نه مڃيو جنهن جي لاءِ ڪائنات جي رب جو فرمان آهي: ﴿فَلَا وَرَبِّكَ لَا يُؤْمِنُوْنَ حَتّٰى يُحَكِّمُوْكَ فِيْمَا شَجَرَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ لَا يَجِدُوْا فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ حَرَجًا مِّمَّا قَضَيْتَ وَيُسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا﴾ (سورة النساء: آيت ٦٥) تنهنجي رب جو قسم آهي ته تيستائين مؤمن نه ٿيندا، جيستائين اوهان کي پنهنجن اختلافي فيصلن ۾ حاڪم نه بنائيندا ۽ اوهان جي فيصلي کان پوءِ ان ۾ ڪابه تنگي محسوس نه ڪندا (دل سان تسليم ڪندا).

هن مان ثابت ٿيو ته سنڌن حڪم کي دل سان تسليم نه ڪرڻ وارو ڪافر آهي. علامه مذڪور لکيو آهي ته مڪه مڪرمه فتح ڪرڻ وقت حضور ﷺ جن شيبه بن عثمان ۽ عثمان بن طلحة کي بيت الله جي ڪنجي ڏيندي فرمايو هو ته: ”لَا يَنْزِعُهَا يَا بَنِيْ طَلْحَةَ مِنْكُمْ اِلَّا ظَالِمٌ“ اي طلحة جا فرزندئو! اها چاٻي اوهان کان صرف ظالم کسيندو (ٻيو نه کسيندو) ۽ تاريخ پڙهو ته اها ڪنجي انهن کان يزيد ظالم کسرائي هئي. جيڪو حضور پاڪ ﷺ جي ارشاد مطابق ”ظالم“ ثابت ٿيو ۽ ان کانپوءِ ڪنهن به شخص (بيت الله شريف جي ڪنجي نه کسي) حضور ﷺ جي پاڪ ارشاد مبارڪ مطابق پاڻ کي ظالم چورائڻ جي ڪوشش نه ڪئي.

(رحمة للعالمين: ج ٣ ص ٣)

ڄاڻڻ گهرجي ته مذڪوره ڪتاب اهو آهي، جنهن جي معتبر هجڻ متعلق مشهور غيرمقلد مصنف مولوي عبدالمجيد سوهدروي غيرمقلد عالم ابراهيم سيالڪوٽي جي شاگرد لکيو آهي ته: مون وٽ اهڙا ڪيترا خط آيا آهن، جن ۾ خط موڪليندڙن گهرڪئي آهي ته اسان کي اهو ڪتاب موڪليو، ڇو ته اسان کي خواب ۾ حضور ﷺ جن جو ارشاد ٿيو آهي ته: جيڪڏهن مون سان محبت رکو ٿا ته قاضي سليمان جو ڪتاب ”رحمت للعالمين“ پڙهندا ڪيو.

(ڪرامات اهلحديث ص ٢٣ مطبوعه اسلامي ڪتب خانه سيالڪوٽ)

مسلمانو! مصطفىٰ ڪريم ﷺ جي علم تان قربان وڃجي جنهن يزيد جي پيدا ٿيڻ ڪان پهريان ئي ٻڌايو هو تہ: "بيت الله شريف جي ڪنجي آل طلحه ڪان ڪسڻ وارو ظالم هوندو". ۽ ائين ئي ٿيو جو اها ڪنجي ظالم يزيد ڪسرائي ۽ اها ڳالهہ لکيل بہ ان ڪتاب ۾ آهي، جيڪو اهل حديث جي قول مطابق حضور ﷺ جو پسند ڪيل آهي.

آيت⑨: ﴿ اِنَّ الَّذِيْنَ فَتَنُوا الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ثُمَّ لَمْ يَتُوْبُوْا فَلَهُمْ عَذَابُ جَهَنَّمَ وَلَهُمْ عَذَابُ الْحَرِيْقِ ؕ⑩ ﴾ (سورة البروج: آيت ١٠)

ترجمو: بيشڪ اهي ماڻهو جن مومنن ۽ مومنياڻين ڪي مصيبت ۾ وڌو، ان ڪانپوءِ توبه نہ ڪيائون، انهن جي لاءِ جهنم جو عذاب ۽ ساڙيندڙ باهہ جو عذاب آهي.

مسلمانو! يزيدي ظلم جي ڪهاڻي ايتري تہ وڏي ۽ ڪليل آهي، جو جيڪڏهن ڪو زور سان اکيون ٻوٽي نہ ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو تہ بہ ان ڪي اهي ظلم ضرور ڏسڻ ۾ ايندا. مدينہ منوره ۾ حره وارو واقعو پڙهو تہ مذڪوره آيت ۾ بيان ٿيل سموري حقيقت يزيد ۽ ان جي امر تي هلندڙن ۾ موجود آهي. علامہ جلال الدين سيوطي رحمۃ اللہ علیہ لکيو آهي:

"وما ادراك ما وقعة الحرّة ذكرها الحسن مرة فقال والله ما كاد ينجو منهم احد قتل فيها خلق من الصحابة والتابعين ونهبت المدينة وافتض فيها الف عذراء فانا لله وانا اليه راجعون" (تاريخ الخلفاء: ص ٢٠٣)

يعني تو ڪي ڪهڙي خبر تہ "حره" وارو واقعو ڇا هو؟ (حضرت) حسن (بصري رحمۃ اللہ علیہ) فرمايو آهي تہ الله جو قسم تہ ان واقعي ۾ ڪو بہ بچي نہ سگهيو ان ۾ ڪئين صحابي رضی اللہ عنہم اجمعین شهيد ڪيا ويا. مدينہ منوره ۾ قرمار

ڪئي وئي ان واقعي ۾ هزار عورتن جي عزت لٽي وئي (انا لله وانا اليه راجعون) مذڪوره حوالي سان واضح ٿيو ته ايمان وارن مردن ۽ عورتن کي مصيبت ۾ هٽندڙ، قتل ڪرائيندڙ ۽ ايماندار عورتن جون عزتون لٽائيندڙ يزيد ۽ ان جا حامي يقيناً جهنمي آهن ۽ انهن کي صحيح سمجهندڙ به بي ايمان آهن.

هن دور جي مفسر ۽ محدث علامه غلام رسول سعيدي صاحب لکيو آهي ته يزيد جا ٽي گناهه متواتر آهن: ا- ان حضرت حسين بن علي رضي الله عنه کان زوري زبردستي بيعت وٺڻ جي لاءِ عبيدالله بن زياد کي روانو ڪيو ۽ ان کي حضرت حسين جي مرتبي ۽ مقام جي رعايت ڪرڻ جي لاءِ ڪابه هدايت نه ڪئي. ۲- يزيد حضرت حسين رضي الله عنه کي شهيد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو يا نه ۽ ان جي شهيد ٿيڻ جي خبر ٻڌي خوش ٿيو هو يا نه، ان ۾ ته تاريخ لکندڙن جو اختلاف آهي، پر ان ۾ ته ڪوبه اختلاف ناهي ته ان قاتلن کي ڪابه سزا نه ڏني هئي. جڏهن ته اهو انهن کي سزا ڏيڻ تي قادر ۽ طاقت رکندڙ به هو ۽ انهن کي سزا ڏيڻ ۾ ان لاءِ ڪابه رڪاوٽ نه هئي. اهو ان ڳالهه جو پڪو دليل آهي ته حضرت حسين کي شهيد ڪرڻ ان جي اشاري سان هو، جنهن تي اهو راضي هو. حضرت حسين ۽ ان جي ساٿين رضوان الله عليهم اجمعين تي جيڪي ظلم ڪيا ويا ظالمن کان بحيثيت حاڪم هجڻ جي پڇيو به نه ويو.

حضرت علامه شيخ عبدالحق محدث دهلوي حره جي واقعي جي وضاحت ڪندي لکيو آهيٰ ته يزيد جي طرفان مقرر ڪيل مدينه منوره جي گورنر عثمان بن محمد مدينه منوره جي ماڻهن جي هڪ جماعت يزيد ڏانهن موڪلي ته يزيد انهن کي انعام اڪرام سان نوازيندو ۽ خوش ٿي ان جي بيعت ڪندا ۽ جيڪي يزيد ڏانهن موڪليا ويا اهي وري ان ارادي سان آيا ته اهي پنهنجي اکين سان يزيد جي حالات جو مشاهدو ڪن ته ان جو حال ۽ اعمال ڪهڙا آهن؟ حڪومت جو اهل آهي يا نه؟ يزيد انهن کي

هڪ هڪ لک درهم ڏئي واپس ڪيو. اهي جڏهن مدينہ منوره ۾ موٽي آيا تہ يزيد جي بدڪرداريءَ کي بيان ڪرڻ لڳا. ان جي بي ديني شراب نوشي فسق، فجور، ڪتن سان کيڏڻ ۽ اهڙيون ڪئين برايون بيان ڪيائون. ان جي بيعت ٽوڙي ان کان بيزاريءَ جو اعلان ڪيائون. انهن جي ڳالهين تي اعتماد ڪندي، مدينہ منوره جي بين ماڻهن بہ يزيد جي بيعت ٽوڙي ڇڏي. يزيدي دربار ۾ ويندڙ وفد جي اڳواڻ مُنذر جو قول آهي تہ بلاشڪ يزيد مون کي هڪ لک (١٠٠٠٠٠) درهم نذرانو بہ ڏنو، پر اهو مون کي سچ چوڻ کان روڪي نہ سگهيو ۽ مدينہ منوره ۾ رهندڙن سيني ماڻهن ان جي بيعت ختم ڪئي. (جذب القلوب فارسي: ص ٤٤)

## الله ﷻ جي محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن اڳ ۾ ئي ٻڌايو هو

يزيد جي لشڪر مدينہ منوره ۾ جيڪا حالت بنائي هئي، اها حضور ﷺ جن ڪئين سال اڳ ۾ ٻڌائي ويا هئا. جيئن حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو:

”لَتُتْرَكَنَّ الْمَدِيْنَةُ عَلٰى أَحْسَنِ مَا كَانَتْ، حَتّٰى يَدْخُلَ الْكَلْبُ أَوِ الذِّئْبُ فَيُغَذِّى عَلٰى بَعْضِ سَوَارِى الْمَسْجِدِ، أَوْ عَلَى الْمِنْبَرِ“. فَقَالُوا : يَا رَسُوْلَ اللهِ فَلِمَنْ تَكُوْنُ الثِّمَارُ ذٰلِكَ الزَّمَانَ ؟ قَالَ : ”لِلْعَوَافِى، الطَّيْرِ وَالسِّبَاعِ“.

انهيءَ حديث واري صفحي تي هڪ نسخي جي حاشيہ ١٧ ۾ هي لکيل آهي تہ:

”قال القاضى عياض رحمه الله حين انقلب الخلافة عنها الى الشام والعراق“

اهائي حديث ٻي سَنَدَ سان بخاري ٢٥٢ ص تي باب فضائل المدينة ۾ ”باب من رغب عن المدينة“ ۾ بہ موجود آهي ۽ ان حديث جي شرح ۾ علامہ ابن حجر عسقلاني لکيو آهي:

"قِيْلَ يَا اَبَاهُرَيْرَةَ مَنْ يُّخْرِجُهُمْ ؟ قَالَ اُمَرَآءُ السُّوْءِ" (فتح الباري: جلد٤ ص٧٣)

يعني مديني منوره جنهن سٺي حالت تي آهي ان تي ئي هوندو، پراهڙو دور به ايندو جو ان ۾ ڪتا يا بگهڙ داخل ٿيندا ۽ مسجد يا منبر تي پيشاب ڪندا. اصحابن ڀلارن عرض ڪيو ته پوءِ ان دور ۾ مديني منوره جا ميوا ڪنهن جي لاءِ هوندا؟ پاڻ فرمايائون "پکين ۽ ڦاڙيندڙن جانورن جي لاءِ"

هن حديث تي لکيل حاشيه ١٧ ۾ مُحشيءَ لکيو آهي ته قاضي عياض فرمايو" اهو ان وقت ٿيندو جڏهن خلافت (حڪومت) شام ۽ عراق وارن ڏانهن منتقل ٿيندي.

علامه ابن حجر عسقلاني فرمايو ته حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان پڇيو ويو ته مديني منوره جي رهاڪن کي مديني پاڪ مان ڪير ڪڍندو؟ ته فرمايائين "بدڪار امير".

ياد رکڻ گهرجي ته هن حديث ۾ مذڪور واقعو اهوئي حره وارو واقعو آهي. جيئن ان واقعي جو ذڪر هن حديث ۾ به آهي:

"لَمَّا كَانَ أَيَّامُ الْحَرَّةِ لَمْ يُؤَذَّنْ فِي مَسْجِدِ النَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ثَلَاثًا وَلَمْ يُقَمْ وَلَمْ يَبْرَحْ سَعِيدُ بْنُ الْمُسَيَّبِ مِنَ الْمَسْجِدِ وَكَانَ لَا يَعْرِفُ وَقْتَ الصَّلَاةِ إِلَّا بِهَمْهَمَةٍ يَسْمَعُهَا مِنْ قَبْرِ النَّبِيِّ صلى الله عليه وسلم"

(مشكواة المصابيح: ص٥٣٧- سنن دارمي: جزء ٥٢ ص٣٦)

جڏهن حره وارا ڏينهن هئا ته نبي پاڪ صلى الله عليه وسلم جن جي مسجد ۾ ٽي ڏينهن نه بانگ ڏني وئي ۽ نه اقامت (تڪبير) چئي وئي. سعيد بن مُسيّب تابعي سڄورو مسجد (نبوي) ۾ ئي رهيو پيو هو ۽ ان کي نماز جي وقت جي خبر نه پوندي هئي، مگر نبي پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جي (پاڪ) قبر (مبارڪ) مان آواز اچڻ تي (وقت جي خبر پوندي هيس).

ڇا اهو ظلم گهٽ آهي، جو سرڪار دوعالم نور مجسم صلى الله عليه وسلم

جن جي مسجد ۾ منبر تي جانور، ڪتا ۽ بگهڙ هجن ۽ دين جي ان اهم مرڪز ۽ مسجد ۾ ٽي ڏينهن نه ٻانگ اچي ۽ نه تڪبير لڳي؟

آيت ⑩: ﴿وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ مَّنَعَ مَسٰجِدَ اللّٰهِ اَنْ يُّذْكَرَ فِيْهَا اسْمُهٗ وَسَعٰى فِيْ خَرَابِهَا اُولٰٓئِكَ مَا كَانَ لَهُمْ اَنْ يَّدْخُلُوْهَآ اِلَّا خَآئِفِيْنَ لَهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ وَّلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿١١٤﴾﴾ (سورة البقره: آيت ١١٤)

ترجمو: ۽ ان کان وڌيڪ ڪير ظالم آهي، جنهن الله جي مسجدن ۾ ان جي اسم جي ذڪر ڪان روڪيو ۽ ان (مسجدن) جي ويران ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي انهن جي لاءِ دنيا ۾ خواري ۽ انهن جي لاءِ آخرت ۾ وڏو عذاب آهي.

ڇا قرآن ڪريم جون هي آيتون انهن اندر جي انڌن يزيد جي يارن ڪي نظر نه ٿيون اچن. "اَمْ عَلٰى قُلُوْبٍ اَقْفَالُهَا" (يا سندن دلين تي تالا لڳل آهن) دنيا جي وڏن تاريخدانن يزيد جي ڪردار ڪي جنهن انداز ۾ لکيو آهي، اهو پڙهي ڇو نه ٿا سوچين؟ مشهور مورخ دينوري لکيو آهي ته

"ذَكَرَ اَبُوْهَارُوْنَ قُلْتُ يَا اَبَا سَعِيْدٍ مَا حَالُ لِحْيَتِكَ فَقَالَ: هٰذَا فِعْلُ ظَلَمَةِ اَهْلِ الشَّامِ يَوْمَ الْحَرَّةِ دَخَلُوْا عَلٰى بَيْتِيْ فَانْتَهَبُوْا مَا فِيْهِ حَتّٰى اَخَذُوْا قَدَحِيَ الَّذِيْ كُنْتُ اَشْرَبُ فِيْهِ الْمَاءَ ثُمَّ خَرَجُوْا وَدَخَلَ عَلَيَّ بَعْدَهُمْ عَشَرَةُ نَفَرٍ وَاَنَا قَائِمٌ اُصَلِّيْ فَطَلَبُوا الْبَيْتَ فَلَمْ يَجِدُوْا فِيْهِ شَيْئًا فَاَسِفُوْا لِذَالِكَ فَاحْتَمَلُوْنِيْ مِنْ مُصَلَّايَ وَضَرَبُوْا بِيَ الْاَرْضَ وَاَقْبَلَ كُلُّ رَجُلٍ مِّنْهُمْ عَلٰى مَا يَلِيْهِ مِنْ لِحْيَتِيْ" (الاخبار الطوال: ص ٢٩٩)

ابوهارون ذڪر ڪيو تہ مون ابو سعيد (نالي صحابيءَ کان جنهن جي ڏاڙهي مبارڪ پٽيل هئي) پڇيو تہ تنهنجي ڏاڙهي جو اهو حال ڇو آهي؟ ان ٻڌايو تہ هي شام جي ظالم جو ڪم آهي، جيڪو انهن حره واري ڏينهن ڪيو هو. اهي منهنجي گهر ۾ گهڙيا ۽ جيڪو ڪجهہ بہ هو لُٽي ڦُري ڪٽي ويا تانجو منهنجو پاڻي پيئڻ وارو پيالو بہ کڻي ويا. اهي نڪتا تہ وري ٻيا ڏهہ ڄڻا ان وقت آيا، جو مان نماز پڙهي رهيو هوس ۽ گهر جي تلاشي ورتائون، جڏهن ان ۾ ڪا شيءِ نہ لڌائون تہ ڪاوڙ ۾ اچي مون کي نماز جي جاءِ تان مٿي کڻي زمين تي سٽيائون ۽ انهن مان هرهڪ جيڪو بہ منهنجي پاسي کان بيٺل هو، ان منهنجي ڏاڙهي جو اهو پاسو پٽڻ شروع ڪيو (تڏهن منهنجي ڏاڙهيءَ جو اهو حال ٿيو آهي).

علامہ ابن حجر هيتمي مڪي رحمۃ اللہ عليہ بہ لکيو آهي تہ

"ان بعض اولئك العسكر دخلوا زمن الحرة على ابى سعيد الخدرى فاخذوا ما فى البيت ثم دخلت طائفة اخرىٰ فلم يجدوا فى البيت شيئا فاضجعوه ثم جعل كل ياخذ من لحيته خصلة"

(تطهير الجنان: ص٦٠)

يعني ان (شام واري) لشڪر مان ڪي حره واري زماني ۾ (حضرت) ابو سعيد خدري (صحابي سڳوري رضي اللہ عنہ) جي گهر ۾ گهڙي آيا، جيڪو ڪجهہ گهر ۾ هو، ڪنيائون (اهي نڪري ويا تہ) وري ٻيا آيا انهن گهر ۾ جڏهن ڪا شيءِ نہ ڏٺي تہ (حضرت ابو سعيد خدري رضي اللہ عنہ) کي ليٽائي، هرهڪ سندس ڏاڙهي (مبارڪ) مان ڇڳون پٽيون.

يزيد جي مقرر ڪيلن ڪامورن ۽ سندس ذاتي ڪردار کي نظر ۾ رکندي، بخاري جي شارح احمد قسطلاني بہ علامہ تفتازاني جو قول ڪنهن اعتراض ۽ انڪار کان سواءِ آڻي لکيو آهي:

" وقد اطلق بعضهم فيما نقله المولى سعد الدين اللعن على يزيد لما انه كفر حين امر بقتل الحسين واستبشاره بذالك واهانته

اهل بيت النبی صلی الله علیه وسلم مما تواتر معناه وان کان تفاصیلها آحادا فنحن لا نتوقف فی شانه بل فی ایمانه لعنة الله علیه وعلی انصاره واعوانه" (ارشاد الساري: ص ۱۰۴ ج ۵)

۽ بعض علماءِ يزيد تي لعنت جو اطلاق ڪيو آهي ڇو تہ ان جو حسين (پاڪ) کي شهيد جو امر ۽ ان جو ان تي خوش ٿيڻ ۽ نبي ﷺ جي اهل بيت جي اهانت ڪرڻ معنوي تواتر سان ثابت آهي، جيتوڻيڪ ان جا تفصيل آحاد روايتن سان آيل آهن، پوءِ اسين ان جي متعلق بلڪ ان جي ايمان جي متعلق بہ توقف نہ ٿا ڪيون. (يقينًا اهو بي ايمان هو) الله جي ان تي ۽ ان جي ساٿين ۽ مددگارن تي لعنت آهي.

قارئين ڪرام! قرآن ڪريم جي آيتن ۽ مفسرن جي حوالن جي روشنيءَ ۾ سوچي فيصلو ڪيو تہ هڪ فاسق، فاجر، شرابي، زاني، ظالم، جابر، عنيد، پليد، عقيدن جو برو، عملن جو بڇڙو، گناهن تي جرئت ڪندڙ شخص عام شريف ماڻهو چورائڻ جو ئي لائق ناهي تہ ان کي امير المومنين چئي مڪرم ۽ معظم بنائڻ ان لقب جي توهين ناهي تہ ٻيو ڇا آهي؟

ناپاک اور نجس تھی طبیعت یزید کی
گستاخ بے ادب تھی جبلّت یزید کی



# يزيد ۽ سندس ڪردار
# نبوي احاديث جي روشني ۾

مسلمان ڀائرو! قرآن ڪريم ڪان پوءِ اسان جي لاءِ سهڻي نبي ﷺ جون حديثون دليل آهن. جيئن مون پنهنجي لکيل ڪتاب "التحرير العجيب في حجّية حديث الحبيب ﷺ" ۾ ثابت ڪيو آهي.

حديث پاڪ جو منڪر در پرده قرآن ڪريم جو منڪر آهي. الله ﷻ جو فرمان آهي: ﴿فَاِنْ تَنَازَعْتُمْ فِيْ شَيْءٍ فَرُدُّوْهُ اِلَى اللّٰهِ وَالرَّسُوْلِ اِنْ كُنْتُمْ تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ذٰلِكَ خَيْرٌ وَّاَحْسَنُ تَاْوِيْلًا﴾ (سورة النساء: آيت ۵۱) (پوءِ جيڪڏهن اوهان ڪنهن شيءِ ۾ اختلاف ڪيو ته ان کي الله ۽ رسول ڏانهن موٽايو جيڪڏهن الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکو ٿا ته اهو ڀلو ۽ تاويل جي لحاظ سان سهڻو آهي)

مسلمانو! هاڻي يزيد جي متعلق حبيب پاڪ سياح افلاڪ صاحب لولاڪ ﷺ جي پاڪ حديثن کي پڙهو ۽ ايمان جو فيصلو ڏيو.

حديث ①: عَنْ أَبِي عُبَيْدَةَ رضي الله عنه قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ ﷺ: لَا يَزَالُ أَمْرُ أُمَّتِيْ قَائِمًا بِالْقِسْطِ حَتّٰى يَكُوْنَ أَوَّلُ مَنْ يَّثْلُمُهُ رَجُلٌ مِنْ بَنِيْ أُمَيَّةَ يُقَالُ لَهُ يَزِيْدُ.

(مسند الفردوس للديلمي: ج۵ ص ۹۲ طبع بيروت- ما ثبت من السنة: ص۲۱-)

ترجمو: ابو عبيده رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: منهنجي امت جو ڪم هميشه عدل تي قائم رهندو، تانجو پهريون شخص جيڪو ان ۾ رخنو وجهندو، سو بني اميه مان هوندو، جنهن کي "يزيد" سڏيو ويندو.

هيءَ حديث مبارڪ علامہ ابن حجر هيتمي مکي پنهنجن ڪتابن ۾ بہ آندي آهي. (تطهير الجنان: ص٦٤- الصواعق المحرقة: ص٢٢١)

ڏسو حضور ﷺ جن دين ۾ رخني وجهندڙ يزيد ڪي نالي سان بيان ڪيو آهي.

حديث ②: عَنْ أَبِي الدَّرْدَاءِ رضي الله عنه سَمِعْتُ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ يَقُوْلُ: اَوَّلَ مَا يُبَدِّلُ سُنَّتِيْ رَجُلٌ مِنْ بَنِيْ أُمَيَّةَ يُقَالُ لَهُ يَزِيْدُ. (البداية والنهاية: ص٢٣١ ج٨- تاريخ الخلفاء للسيوطي: ص١٣٦- ما ثبت من السنة للشيخ عبدالحق الدهلوي: ص٢١)

ترجمو: منهنجي سنت ۾ اول تبديلي آڻيندڙ بني اميه مان هڪ شخص هوندو جنهن ڪي يزيد چيو ويندو.

قارئين حضرات! هنن حديثن تي غور ڪيو تہ يزيد جي بدبختي، شقاوت ۽ سنت جي مخالفت ڪرڻ ۽ دين مان عدل ۽ انصاف ختم ڪرڻ جي ڳالھ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن ڪيترا سال اڳ ۾ بيان ڪري ويا. ان ڪي "سيدنا"، "امير المومنين" ۽ "جنتي" چوڻ ڪٿان جو انصاف آهي؟ اهڙو عقيدو رکڻ اسلام جي روح جي خلاف ۽ اسلام سان مذاق آهي، جنهن ۾ سچي مسلمان جو محبوب نبي عليه الصلوٰة والسلام جي ارشادات تي ايمان ۽ يقين آهي اهو يزيد جو يار نہ ٿي سگهندو.

حديث ③: عَنْ أَبِي هُرَيْرَةَ رضي الله عنه قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ تَعَوَّذُوْا بِاللهِ مِنْ رَأْسِ السَّبْعِيْنَ وَمِنْ إِمَارَةِ الصِّبْيَانِ

(مصنف ابن ابي شيبه: جلد٧ ص٤٦١- روح المعاني: ص١٩٢ ج٦- البداية والنهاية: ص٢٣٠ ج٨)

ترجمو: حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: الله کان ستر سال جي منڍ ۽ ڇوڪرن جي امير هجڻ (واري دور) کان پناهہ گهرو.

سن ستر (٧٠) جي شروعات سن سٺ (٦٠) هہ کان پوء اڳيان ايندڙ ڏهي جو منڍ وارو سال هو. ڪربلا وارو واقعو سن ٦١ هہ ۾، حره وارو واقعو سن ٦٣ هہ ۾ پيش آيا هئا. ان کان پوء بيت الله تي حملي لاء لشڪر موڪلي ان تي پٿر وسايا ويا، تانجو ان جو غلاف شريف سڙي ويو وغيره وغيره اهي سيئي واقعا يزيد پليد بي ديد جي حکومت واري دور ۾ پيش آيا هئا.

محدثن ڀلارن مذکوره حديث جي لفظ "إِمَارَةِ الصِّبْيَانِ" جي وضاحت ڪندي لکيو آهي تہ "اى من حكومة الصغار الجهال كيزيد بن معاويه واولاد حكم بن مروان وامثالهم" يعني ڇوڪرن جي حکومت واري دور مان مراد ننڍن جاهلن جي حکومت آهي، جيئن يزيد بن معاويہ ۽ حَکم بن مروان جو اولاد وغيره.

علامہ قسطلاني رحمة الله عليه يزيد جي ظلمن جو مفصل ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: "واخرج يعقوب بن سفيان فى تاريخه بسند صحيح عن ابن عباس جاءَ تاويل هٰذه علىٰ راس ستين سنة" (ارشاد الساري: شرح صحيح بخاري جلد١٠ ص٢٠٠) يعني يعقوب بن سفيان پنهنجي تاريخ ۾ صحيح سند سان حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان آندو آهي تہ اها ڳالهہ سن سٺ (٦٠) جي آخر سن ٦١ جي شروعات ۾ ٿي.

هن کانپوء علامہ موصوف مدينہ منوره ۾ ٿيل انهن حالات جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي اڳ ۾ لکي آيا آهيون. (ارشاد الساري ص٢٠ ج١٠)

علامہ علي القاري بہ ساڳي ڳالهہ آٽي وڏيڪ لکيو آهي تہ: الطيبي چيو تہ ان مان مراد آهي تہ نوجوان ڇوڪرا حاڪم بنجندا امت تي

حڪومت ڪندا عمر جا ننڍا هوندا ۽ حضور ﷺ جن انهن کي خواب ۾ ڏٺو هو تہ اهي سندن منبر تي پولن وانگر ٽپ ڏئي راند ڪري رهيا هئا.

جيئن: ﴿وَمَا جَعَلْنَا الرُّءْيَا الَّتِيْٓ اَرَيْنٰكَ اِلَّا فِتْنَةً لِّلنَّاسِ﴾ (سوره بني اسرائيل: آيت ٦٠) ( ۽ اسان ان ڏسڻ کي جيڪو اوهان کي ڏيکاريو نہ بنايو مگر ماڻهن جي لاءِ آزمائش ڪري) جي تفسير ۾ هڪ قول اهو بہ آهي. (الدرالمنثور في التفسير الماثور: ج٥ ص٣١-٣٢)

صحيح بخاري شريف جي شارح علامہ ابن حجر عسقلاني سن ٦٠ هہ جي متعلق حضرت ابو هريره رضي الله عنه جو قول نقل ڪيو آهي:

”وَفِيْ رِوَايَةِ ابْنِ اَبِيْ شَيْبَةَ اِنَّ اَبَا هُرَيْرَةَ كَانَ يَمْشِيْ فِي السُّوْقِ وَ يَقُوْلُ : ”اَللّٰهُمَّ لَا تُدْرِكْنِيْ سَنَةَ سِتِّيْنَ وَ اِمَارَةَ الصِّبْيَانِ“ فان يزيد بن معاوية استخلف فيها“ (فتح الباري: ج١٣ ص٨)

يعني ابن ابي شيبه جي روايت ۾ آهي تہ حضرت ابوهريره رضي الله عنه بازار ۾ هلندي دعا گهري رهيو هو تہ ”اي منهنجا الله! مون کي سن ٦٠ هہ جي ڇوڪرن جي امير ٿيڻ واري دور کي نہ پهچائجان ۽ ان ئي سال ۾ يزيد حڪومت تي ويٺو هو.

اها ساڳي ڳالهہ مشڪواة شريف جي شارح حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي بہ آندي آهي: حضور ﷺ جو اهو بہ اشارو آهي تہ ”منهنجي امت جي هلاڪت قريشين جي ڪجهہ ننڍن ڇوڪرن جي هٿان ٿيندي“. (اشعة اللمعات فارسي جلد٣ ص١٧)

ان جي شرح ۾ مشڪوات جي شارح علامہ قطب الدين بہ ساڳيون ڳالهيون لکيون آهن. (مظاهر حق: ج٣ ص٣٢٤)

**فائدو:** مذڪور حديث هيٺ لکيل ڪتابن ۾ بہ الفاظ جي معمولي اختلاف سان حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت ڪيل آهي جيڪو پاڻ يزيد جي دور ۾ زنده هيو ۽ ان جا ظلم برداشت ڪيا هيائين.

حديث ④: عَنْ أَبِي ذَرٍّ ﷺ قَالَ قَالَ لِي رَسُولُ اللهِ ﷺ: يَا أَبَاذَرٍّ قُلْتُ لَبَّيْكَ وَسَعْدَيْكَ قَالَ كَيْفَ أَنْتَ إِذَا رَأَيْتَ أَحْجَارَ الزَّيْتِ قَدْ غَرِقَتْ بِالدَّمِ

(سنن ابوداؤد: ج٢ ص٢٣٦ - مسند الصحابة: ج٣٤ ص٢٠٣)

ترجمو: حضرت ابو ذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ "رسول الله ﷺ جن فرمايو اي اباذر! مون عرض کيو حاضر آهيان حاضر آهيان پاڻ فرمايائون تہ ان وقت تون ڪيئن هوندين، جڏهن حره جي پٿرن کي رت ۾ ٻڏل ڏسندين.

علامہ علي القاري لکيو آهي تہ ان مان مراد بہ حره وارو واقعو آهي. (مرقاه شرح مشکواة: جلد٧ ص١٣٨)

حديث ⑤: إِذَا عُمِلَتِ الْخَطِيئَةُ فِي الْأَرْضِ كَانَ مَنْ شَهِدَهَا فَكَرِهَهَا وَقَالَ مَرَّةً أَنْكَرَهَا كَمَنْ غَابَ عَنْهَا وَمَنْ غَابَ عَنْهَا فَرَضِيَهَا كَانَ كَمَنْ شَهِدَهَا

(سنن ابوداؤد: ج٢ ص٢٤٩)

ترجمو: جڏهن زمين ۾ گناهہ ڪيو وڃي تہ جيڪو اتي موجود هوندو، ان کي ناپسند ڪندو. ان جو انڪار ڪندو تہ اهو ائين آهي جڻ اتي هيو ئي ڪونہ ۽ جيڪو اتي نہ هوندو، پر ان کان راضي هوندو تہ اهو ائين آهي جڻ اتي موجود هيو.

هن حديث مان واضح ٿيو تہ جيڪو ڪنهن ڪم تي راضي رهيو، اهو ائين آهي، جڻ ان ۾ شريڪ ٿيو. هن حديث تي اهي ماڻهو غور ڪن، جيڪي چوندا آهن تہ حضرت حسين ۽ ان جي ساٿ وارن کي شهيد

ڪرڻ، مدينہ منوره ۾ دل آزاريندڙ واقعن ۽ بيت الله شريف تي حملي ڪرڻ، پٿر وسائڻ وغيره ۾ يزيد پاڻ موجود نہ هو. اهي اهو نہ ٿا سوچين تہ اهي لشڪر ڪنهن جي حڪم سان ويا هئا؟ انهن حالتن پيدا ڪرڻ ۾ ڪنهن جو هٿ هو ۽ ڪنهن جو حڪم ۽ ڪنهن جو امر هلي رهيو هو ۽ جڏهن اهو سڀ ڪجهہ يزيد جي امر سان هو تہ پوءِ اهو انهن ظلمن کان پاڪ ڪيئن رهندو؟ ان کي پاڪ چوندڙ خود بہ گنهگار ۽ يزيد جي ظلمن ۾ ان سان شريڪ شمار ڪيا ويندا.

حديث ⑥: عَنْ عَائِشَةَ قَالَتْ سَمِعْتُ سَعْدًا رضي الله عنه قَالَ سَمِعْتُ النَّبِيَّ صلى الله عليه وسلم يَقُوْلُ لَا يَكِيْدُ أَهْلَ الْمَدِيْنَةِ أَحَدٌ إِلَّا انْمَاعَ كَمَا يَنْمَاعُ الْمِلْحُ فِي الْمَاءِ (بخاري شريف: ج١ص ٢٥٢)

ترجمو: امّ المؤمنين حضرت عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ مون حضرت سعد رضي الله عنه کان ٻڌو تہ نبي پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو: جيڪو مديني وارن سان برائيءَ جو معاملو ڪندو، اهو ائين ڳري ختم ٿي ويندو، جيئن پاڻيءَ ۾ لوڻ ڳري ختم ٿيندو آهي.

امام منذريءَ اها روايت بزار کان روايت ڪري لکيو آهي تہ هن جي سَنَدَ حسن آهي. (الترغيب والترهيب للمنذري: ج٢ص ٢٤٢)

مسلمانو! هن حديث تي غور ڪري ڏسو تہ جيئن يزيد مديني وارن سان ظلم ڪرايو، تيئن پاڻ بہ تباهہ ٿي ڳري ويو. ٩٩ سيڪڙو مسلمان ان کان متنفر آهن ۽ ان جي نالي ٻڌڻ سان ئي ان کان بيزاري ظاهر ڪندا آهن.

حديث ⑦: عَنْ سَعْدِ بْنِ أَبِي وَقَّاصٍ رضي الله عنه عَنْ أَبِيهِ أَنَّ رَسُولَ اللهِ صلى الله عليه وسلم قَالَ لَا يُرِيْدُ أَحَدٌ أَهْلَ الْمَدِيْنَةِ

بِسُوءٍ إِلَّآ أَذَابَهُ اللهُ فِي النَّارِ ذَوْبَ الرَّصَاصِ أَوْ ذَوْبَ الْمِلْحِ فِي الْمَاءِ (صحيح مسلم:ج۱ص۴۴۵)

ترجمو: حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه پنهنجي والد کان روايت کري ٿو تہ حضور ﷺ جن فرمايو: کنهن بہ مدينہ منوره ڏانهن برائيءَ جو ارادو کيو الله ان کي باهہ ۾ سيهي جي ڳارڻ وانگر ڳاريندو جيئن لوڻ پاڻي ۾ ڳرندو آهي.

مسلمانو! يزيد جي يارن کان پڇو تہ ڇا يزيدي لشکر مدينہ وارن سان ظلم ڪرائڻ جي باوجود مٿين حديث پاڪ جي موجب جهنمي ناهي؟ يقينًا جهنمي آهي، اوهان مڃيو يا نہ مڃيو ۽ اهو ۽ سندس ساٿي فورن فنا ٿي لوڻ وانگر ڳري ويا.

حديث ⑧: عَنْ جَابِرِ بْنِ عَبْدِ اللهِ رضي الله عنه قَالَ سَمِعْتُ رَسُولَ اللهِ ﷺ يَقُوْلُ مَنْ أَخَافَ أَهْلَ الْمَدِيْنَةِ فَقَدْ أَخَافَ مَا بَيْنَ جَنْبَيَّ

(رواه احمد ورجاله الصحيح- الترغيب والترهيب للمنذري: ج۲ص ۲۳۳)

ترجمو: حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه کان روايت آهي تہ :مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو فرمايائون تہ جنهن مديني وارن کي خوفزده ڪيو، يقينًا ان منهنجي دل کي خوف ڏنو.

قارئين ڪرام! جيڪو حضور ﷺ جي پاڪ شهر مدينہ منوره ۾ رهڻ وارن جي عزتن کي لٽائي، انهن جي ٻچڙن کي يتين تي رڪرائي، لوهي شيخون هٽائي تنگرائي ڇڏي، ڇا ان حضور ﷺ جي دل آزاري نہ ڪئي؟ اهڙن ظالمن جي تعريف ڪرڻ وارا! خداوند ڪريم کان ڇو نہ ٿا

ڏجن؟ اڪيون ڀوڻي انهن ظالمن جي حمايت ڪرڻ مان آخر سندن مقصد ڇا آهي؟ ان طريقي سان دين جي ڪهڙي خدمت ڪن ٿا؟

حديث ⑨: عَنْ عُبَادَةَ بْنَ الصَّامِتِ رضي الله عنه عَنْ رَسُوْلِ اللّٰه ﷺ اَنَّهُ قَالَ اَللّٰهُمَّ مَنْ ظَلَمَ أَهْلَ الْمَدِيْنَةِ وَأَخَافَهُمْ فَأَخِفْهُ وَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللّٰهِ وَالْمَلَائِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِيْنَ لَا يُقْبَلُ مِنْهُ صَرْفٌ وَّلَا عَدْلٌ

(الطبراني معجم الاوسط: ج ۴ ص ۵۲- المعجم الڪبير: ج ۲۰ ص ۱۴۲)

ترجمو: حضرت عبادة بن صامت رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: اي الله! جنهن مديني وارن تي ظلم ڪيو ۽ انهن کي خوفزده ڪيو ته ان کي به خوف ۾ رک ان تي الله ۽ ملائڪن ۽ مڙني ماڻهن جي لعنت آهي ۽ ان کان نه خير ۾ خرچ ڪرڻ قبول ڪيو ويندو ۽ نه عدل.

محدث طبراني چيو ته هيءَ حديث سَنَدًا مضبوط آهي. محدثن ۾ اعليٰ پلارن حضرت علامه شمس الدين، محمد بن يوسف ڪرماني، حضرت علامه نووي ۽ علامه عيني انهن حديثن جي شرحن ۾ مدينه منوره جي رهاڪن تي ظلم ڪندڙن، انهن کي خوف ڏياري، نبي پاڪ ﷺ جي پاڪ دل کي ايذاءُ ڏيندڙن مان مراد يزيد ۽ ان جي فوجي دستن جو اڳواڻ مسلم بن عقبه ورتو آهي، جن کي مدينه پاڪ ۾ ظلمن ڪرڻ جي ڪري الله جلد ختم ڪري ڇڏيو. (الڪواڪب الدراري شرح صحيح بخاري: ص ٦٨ جلد ٨ — النووي حاشيه صحيح مسلم: ص ۴۴۱ جلد ۱- عمدة القاري شرح بخاري: جلد ۴ ص ۲۴۱)

حديث ⑩: عَنْ عَائِشَةَ رضي الله عنها قَالَتْ: قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ

ﷺ سِتَّةٌ لَعَنْتُهُمْ وَلَعَنَهُمُ اللهُ وَكُلُّ نَبِيٍّ مُجَابٍ الزَّائِدُ فِيْ كِتَابِ اللهِ وَالْمُكَذِّبُ بِقَدَرِ اللهِ تَعَالٰى وَالْمُتَسَلِّطُ بِالْجَبَرُوْتِ فَيُعِزُّ بِذَالِكَ مَنْ أَذَلَّ اللهُ وَيُذِلُّ مَنْ أَعَزَّ اللهُ وَالْمُسْتَحِلُّ لِحَرَمِ اللهِ وَالْمُسْتَحِلُّ مِنْ عِتْرَتِيْ مَا حَرَّمَ اللهُ وَالتَّارِكُ لِسُنَّتِيْ

(مشكواة: باب الايمان بالقدر ص ٢٢- سُنن ترمذي: ج ٤ ص ٢٤٣)

ترجمو: امّ المومنين سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ: رسول الله ﷺ جن فرمايو: ڇھہ ماڻھو اهڙا آهن، جن تي مون بہ لعنت ڪئي آهي ۽ الله ۽ هر نبي جنهن جي دعا مقبول آهي، ان بہ لعنت ڪئي آهي: ① الله جي ڪتاب ۾ واڌارو ڪندڙ ② الله جي تقدير کي ڪوڙو چوندڙ ③ ظلم سان حڪومت ڪندڙ ④ الله جي حرم جي بي عزتي ڪرڻ کي حلال سمجهندڙ ⑤ منهنجي اولاد مان انهن جي بي حرمتي کي حلال سمجهندڙ جن جي بي حرمتي ڪرڻ کي الله حرام ڪيو آهي ⑥ منهنجي سنت کي ڇڏيندڙ.

هن حديث جو شرح ڪندي علامہ علي القاري لکيو آهي تہ:

”الزَّائِدُ فِيْ كِتَابِ اللهِ“ اى القرآن وسائر كتبه بأن يدخل فيه ما ليس فيه او يؤوله بما يأباه اللفظ والحكم... وتاويله بما يخالف الكتاب والسنة فيشمله اللعن لفسقه بل كفره ”وَالْمُكَذِّبُ بِقَدَرِ اللهِ وَالْمُتَسَلِّطُ بِالْجَبَرُوْتِ“ اى الانسانُ المستولى المتقوى الغالب والحاكم بالتكبر والعظمة

الناشي عن الشوكة والولاية والجبروت قيل وانما يطلق ذالك فى صفة الانسان على من يجبر نقيمته بادعاء منزلة من التعالى ولا يستحقها "فَيُعِزُّ بِذَالِكَ مَنْ أَذَلَّ اللهُ وَيُذِلُّ مَنْ أَعَزَّ اللهُ" اى من اذله الله لفسقه او لكفره يرفع مرتبته على المسلمين او يحكمه فيهم... ويذل من اعز الله بان يخفض مراتب العلماء والصلحاء او نحوهم "وَالْمُسْتَحِلُّ لِحَرَمِ اللهِ" يريد حرم مكة بان يفعل فيه مالا يحل فيه "وَالْمُسْتَحِلُّ مِنْ عِتْرَتِيْ مَا حَرَّمَ اللهُ" اى من ايذاءهم وترك تعظيمهم والعترة الاقارب القريبة وهم اولاد فاطمة وذراريهم وتخصيص ذكر الحرم والعترة وكل مستحل حرم ملعون لشرفها قال الطيبى ويحتمل ان يكون من بيانية بان يكون المستحل من عترة رسول الله ﷺ ففيه تعظيم الحرم الصادر عنهم "وَالتَّارِكُ لِسُنَّتِيْ" اى المعترض عنها بالكلية او بعضها استخفافا وقلة مبالاة كافر و ملعون (مرقاة شرح مشكواة: ج ا ص ١٨)

يعني علامہ علي القاري مشكواة جي شرح ۾ مذكوره حديث جي سمجهاڻيءَ ۾ لکيو آهي تہ: "الله تعاليٰ جي كتاب ۾ واڌارو كرڻ" مان مراد آهي قرآن كريم ۽ ٻين آسماني كتابن ۾ اهي ڳالهيون داخل كرڻ، جيكي انهن مان آهن ئي كونہ يا انهن جو اهڙو تاويل كرڻ، جو قرآن كريم ۽ نبوي سنت جي خلاف هجي.... پوءِ ان كي ان فاسق هجڻ بلك كفر جي كري اها لعنت شامل آهي ۽ "الله جي تقدير كي كوڙو چوندڙ ۽ جبروت سان تسلط كندڙ" مان مطلب تہ اهو انسان جيكو قوت ۽ طاقت استعمال كري غلبو حاصل كندڙ يا ان تكبر سان حكومت كندڙ جيكو ڏبدٻي، والي هجڻ ۽ جبر سان حاصل ٿيندي آهي ۽ هك قول آهي تہ: اهي الفاظ ان انسان جي صفت ۾ ڳالهايا ويندا آهن، جيكي نااهل هوندي پنهنجي منزل جي بلند هجڻ جي دعويٰ كندا آهن ۽ جيكو ان جو حقدار هوندو آهي ان كي روكيندا آهن "۽ ان كي ذليل كري جنهن

جي الله عزت ڪئي آهي" جو مطلب آهي تہ فاسق فاجر ڪافر ڪي متي آڻي حاڪم بنائي ۽ عزت وارن عالمن صالحن کي هيٺ رکي. "الله جي حرم جي بيحرمتيءَ کي حلال سمجهندڙ" هتي حرم مان مراد مڪ مڪرم جو حرم آهي ۽ ان جي بي حرمتي هيءَ آهي، جو جيڪي ڪم حرم ۾ ڪرڻ ناجائز آهن، اهي اتي ڪري "۽ منهنجي اولاد مان اها شيء حلال سمجهندڙ جيڪا الله حرام ڪئي آهي" جو مطلب آهي انهن کي ايذائڻ انهن جي تعظيم نہ ڪرڻ "عترت" مان مراد سندن قريب ۽ گهٽا ويجها (سيده) فاطم جو اولاد ۽ ٻچا آهن ۽ عترت سان گڏ حرم جي تخصيص ان لاءِ آهي جو ان جي بي حرمتيءَ کي حلال سمجهندڙ لعنت ڪيل آهي. ڇو تہ حرم شريف شان وارو آهي ۽ طيبي جو قول آهي تہ هي ب احتمال آهي تہ "مِنْ" بيانيه هجي "۽ منهنجي سنت جو ڇڏيندڙ" جو مطلب آهي تہ هو سنت کان منهن موڙيندڙ هجي يا بعض کان ان کي رواجي سمجهي پرواهہ نہ ڪندي منهن موڙيندڙ ڪافر ۽ ملعون آهي.

مسلمان ڀائرو! مذڪوره حديث ۾ جن ڇهن ماڻهن تي الله ﷻ ۽ حضور ﷺ ۽ سيني نبين عليهم السلام جي لعنت آيل آهي. انهن وارين سڀ صفتون يزيد ۾ موجود هيون، خصوصًا مڪ مڪرم جي حرم جي بي ادبي، اهانت ۽ حضور پرنور ﷺ جي پاڪ اولاد جي بي ادبي، توهين ۽ بي عزتي ڪرڻ رسول الله ﷺ جي سنت کي ڇڏڻ تہ ان جي خصوصيات مان هو. ان جي ڪري اهو الله ﷻ ۽ حضور ﷺ ۽ سيني نبين عليهم السلام جي طرفان لعنت جو حقدار بڻيو. يزيد الله ﷻ جي ڪتاب جي بي حرمتي ڪندي هڪ شعر چيو هو، جيڪو هن ڪتاب جي پڙهندڙن جي پيش خدمت آهي:

مَا قَالَ رَبُّكَ وَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ شَرِبُوْا

بَلْ قَالَ رَبُّكَ وَيْلٌ لِّلْمُصَلِّيْنَ

(تاريخ ابن اثير: ج ۴ ص ۶۳)

يعني تنهنجي رب شراب پيئڻ وارن جي لاءِ تاويل جو حڪم نہ ڪيو آهي، بلڪ تنهنجي رب تہ نماز پڙهندڙن جي لاءِ ويل جو ذڪر فرمايو آهي (معاذ الله ثم معاذالله)

هن مان ثابت ٿيو تہ يزيد قرآن ڪريم جي غلط تاويل ڪري لعنت جو حقدار ٿي رهيو هو. ائين مراد وٺڻ جيئن بعض علماء يزيد جي مراد بيان ڪئي آهي تہ نماز پڙهندڙن جي لاءِ ويل آهي نہ صرف بري ڳالهہ آهي، پر صريحًا ڪفر آهي. حديث پاڪ ۾ جنهن جبر، ظلم، استبداد، تڪبر، ۽ تسلط جو ذڪر آهي، يزيد جو دامن انهن براين سان ڀريل آهي يزيد جي دور ۾ جيڪو انتشار ٿيو هو، اهو سڀ ماڻهو ڄاڻن ٿا ۽ ان ڪي نہ ميڻ وارن تي ان جيڪي ظلم ۽ عذاب ڪيا هئا، اهي لڪل ۽ ڍڪيل ناهن.

مسلمانو! ٻيو سڀ ڇڏي، صرف ڪربلا ۽ حره جا واقعا پڙهي انصاف جي دامن ۾ هٿ وجهي الله ﷻ جو خوف رکي فيصلو ڪيو تہ ڇا اڃان بہ يزيد حديث پاڪ ۾ مذڪور لعنت جو حقدار ناهي؟ اِتَّقُوا اللهَ اَيُّهَا الْمُسْلِمُوْنَ! باقي رهي هيءَ ڳالهہ تہ يزيد انهن واقعن جو ذميوار آهي يا نہ؟ ان جو جواب بہ اڳيان اچي رهيو آهي. اهڙيءَ طرح اصحابن، مهاجرن ۽ انصارن ڀلارن تابعن ۽ بي گناهہ عوام تي بہ بي حساب ظلم ڪري، يزيد حضور ﷺ جي فيصلي مطابق ضرور بالضرور ملعون آهي جنهن جي مختصر مگر جامع وضاحت حضور ﷺ جن فرمائي آهي تہ "تانتہ انهن ماڻهن ڪي عزت ڏئي جن ڪي الله ذليل ڪيو آهي" هن موضوع تي وڌيڪ وضاحت جي ضرورت ئي ناهي. ڏسو يزيد مدينہ ڏانهن موڪليل فوج جو اڳواڻ مسلم (مجرم) بن عقبہ جهڙي فاجر، فاسق ذليل ڪي بنايو جنهن جو هڪ قول آهي تہ "اِنِّیْ لَمْ اَعْمَلْ عَمَلًا قَطُّ بَعْدَ شَهَادَةِ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللهَ وَ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللهِ اَحَبَّ اِلَیَّ مِنْ قَتْلِ اَهْلِ الْمَدِیْنَةِ" (البداية والنهاية: ج۸ ص ۲۲۵) يعني شهادت جي ڪلمہ کان بعد جيڪو مون ڪي وڌيڪ عمل

پيارو آهي، اهو مدينہ وارن کي قتل ڪرڻ آهي. (نستغفرالله العظيم) يزيدي لشڪر جي هڪ فوجي آفيسر عبدالله بن نمير جو ڪربلا جي واقعي جي متعلق نظريو پڙهو ۽ ”لاحول ولا قوة الا بالله العلي العظيم“ چئو. اهو ذليل چوندو رهيو تہ ”اِنِّيْ لَاَرْجُوْ اَنْ يَّكُوْنَ جِهَادِيْ مَعَ ابْنِ بِنْتِ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ اَفْضَلَ مِنْ جِهَادِ الْمُشْرِكِيْنَ وَ اَيْسَرَ ثَوَابًا عِنْدَاللهِ“ (البداية والنهاية: ج٨ ص١٨١) (مان اميد ٿو رکان تہ منهنجي حضور ﷺ جي ڏوهٽي سان جنگ ڪرڻ مشرڪن سان جهاد کان ڀلي ۽ الله وٽ ثواب ۾ وڌيڪ آسان آهي. (شال الله عَزَّوَجَلَّ اهڙي هلاڪ ڪندڙ سمجهہ کان بچائي).

ياد رکڻ گهرجي تہ صرف اهو نہ، پر انهن يزيدين ظالمن جا اهڙا سوين بيحيائيءَ وارا قول ڪتابن ۾ لکيل آهن، جيڪي سندن اندروني خباثت ۽ بي دين هجڻ جا واضح ۽ روشن ثبوت آهن ۽ اهڙن کي ئي يزيد پليد بي ديد اهم عهدن تي نوازيندو رهيو ۽ ان ابن زياد، شمر، خولي ابن سعد ۽ ٻين نالائقن (لعنهم الله اجمعين) تي وڏيون نوازشون ڪري، انهن کي انهن ظلمن جي بدلي ۾ وڏو مال ۽ ملڪيت ڏني هئي. ڇا اجان بہ يزيد حديث پاڪ ۾ مذڪور لعنت جو حقدار ناهي. محبوب عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جي مذڪور حديث ۾ ظالم حاڪم جو جيڪو ڪردار بيان ٿيو آهي تہ اهو هي بہ آهي تہ ”اهو انهن ماڻهن کي ذليل ڪندو جن کي الله عزت ڏني آهي“ ان لحاظ سان جيڪڏهن يزيد کي ڏٺو وڃي تہ هڪ يا ڏهہ نہ، بلڪ ان جي محدود زندگي جو هر لمحو عزت شرف حسب نسب جي صاحبن بزرگن جي بي ادبي ۽ گستاخي ۽ انهن جي دل آزاريءَ ۾ گذريو هو. جن ڀلارن کي ان ظالم ظلم جو نشان بنايو هو، انهن ۾ نبوي خاندان جا افراد، رسالت جي گلشن جا گل غنچا، اسلام جي چمن جا پاڪ وڻ يعني اصحاب سڳورا اهلبيت اطهار، تابعين ڪرام ۽ عام مسلمان سڀ شامل هئا ۽ انهن شاندار بزرگن کي جيڪي اسلام جي اک ۾ عزت ۽ وقار وارا هئا، يزيد وس آهر

ذلت ۽ رسوائيءَ ۾ رکيو هو. اها جدا ڳالهہ آهي تہ چنڊ ڏانهن ٿک اڇلائڻ سان چنڊ تي ڪو فرق نہ پوندو آهي، پر اها ٿڪ موٽي اڇلائيندڙ تي پوندي آهي. هتي بہ اهڙيءَ طرح ٿيو. جو جن هستين کي يزيد ذليل، رسوا ۽ خوار ڪرڻ جو سوچيو هو، الله ﷻ انهن جي عزت ۾ اهڙا چار چنڊ لڳائي ڇڏيا، جو ساري دنيا انهن کي سدائين سلام ڪري رهي آهي، بلڪ انهن جي پاڪ نالن کي مشڪ سان لکي، گلاب جي پاڻيءَ سان ڌوئي پيئندي آهي ۽ انهن جي ذڪر خير کي ثواب جو باعث، بلڪ عبادت سمجهي قيامت تائين جاري رکيو ويندو ۽ انهن جي برعڪس يزيد، ابن زياد، شمر، خولي ابن سعد، مروان، مسلم بن عقبہ، حصين بن نمير وغيره جو نالو مسلمانن ۾ هڪ گار بنجي رهجي ويو آهي. الله ﷻ جي پيارن سان بغض عداوت ظلم ۽ زيادتي جو نتيجو اهو آهي.

مذڪوره حديث جي هن وضاحت سان بہ يزيد پليد بي ديد عنيد لعنت جو حقدار آهي. محبوب ﷺ جي متي لکيل ارشاد ۾ آهي تہ: لعنت جو ٽيون حقدار الله جي تقدير کي ڪوڙو چوندڙ آهي" ۽ اها ڪيفيت بہ يزيد پليد ۾ بہ عليٰ وجه الڪمال موجود هئي جيئن يزيد جي هيٺ لکيل شعر مان واضح آهي. مردود جو شعر آهي تہ:

لَعِبَتْ بَنُوْ هَاشِمٍ بِالْمُلْكِ فَلَا
خَبَرٌ جَآءَ وَلَا وَحْيٌ نَزَلَ

(تذڪرة الخواص: ص ٢٢٠ الباب التاسع)

يعني بني هاشم حڪومت حاصل ڪرڻ جي لاءِ هڪ راند ڪيڏي پوءِ نہ ڪا خبر آئي هئي نہ وحي نازل ٿيو هو. (معاذالله ثم معاذالله)

مردود جي مراد آهي تہ محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن صرف ماڻهن تي حڪومت ڪرڻ جي لاءِ نبوت جي راندي ڪيڏي هئي، نہ مٿن ڪا آسمان کان خبر آئي هئي ۽ نہ مٿن ڪو وحي نازل ٿيو هو. مسلمانو! هيءَ هڪ

تسليم ٿيل حقيقت آهي تہ نبوت ڪمائيءَ ڪرڻ سان حاصل نہ ٿيندي آهي بلڪ الله ﷻ جي عطا آهي، جيڪا بارگاھ ايزدي جي پسند ڪيل شخصيتن کي عطا ٿيندي آهي ۽ انهن جي ئي مقدر ۾ لکيل هوندي آهي. ان جي ڪري ڪنهن بہ نبي سڳوري عليه الصلوٰة والسلام جي نبوت جو انڪار ڪرڻ سيني نبين عليهم الصلوٰة والسلام جي نبوت جو انڪار نہ، پر الله ﷻ جي حڪم تقدير ۽ ان جي پسند ڪرڻ جو انڪار آهي. يزيد ظالم حضور ﷺ جي نبوت کي بادشاهي حاصل ڪرڻ جي لاءِ راند ڪيڏڻ سڏي، سندن نبوت ۽ الله جي تقدير ۽ حڪم جو منڪر ٿي، لعنت جو طوق خريد ڪيو آهي.

محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جنهن چوٿين شخص کي لعنت جو حقدار سڏيو آهي، اهو آهي "الله جي حرام ڪيل شين کي حلال ڪندڙ (حلال چوندڙ) هاڻي ذرا ان عنوان کي ذهن نشين ڪري يزيدي ڪردار جو مطالعو ڪريو تہ اوهان تي روشن ڏينهن وانگر حقيقت واضح ٿيندي تہ لعنت جو حقدار بڻائيندڙ اها برائي بہ يزيد جي رڳ رڳ ۾ سمايل هئي. بلڪ ان جون راتيون ۽ ڏينهن گذرندا ئي ان برائيءَ ۾ هئا. مثال طور الله ﷻ شراب کي حرام سڏيو آهي، پر يزيد پليد نہ صرف پيئندو هو، پر ان کي حلال بہ چوندو هو. جنهن جو دليل ان جا ڪيترا ايمان کي ساڙيندڙ شعر آهن، جن مان هڪ هي شعر آهي:

إِذَا مَا نَظَرْنَا فِيْ أُمُوْرٍ قَدِيْمَةٍ
وَجَدْنَا حَلَالًا شُرْبَهَا مُتَوَالِيًا

(تذڪرة الخواص: ص ٢٤٣)

يعني جڏهن اسان پراڻن امرن ۾ نظر ڪئي تہ اسان ان (شراب) جي پيئڻ کي حلال لڌو.

ياد رکڻ گهرجي تہ انسان جي دل ۽ دماغ کي حلال ۽ حرام جي تميز کان پري ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار شراب جو هوندو آهي، جيئن محبوب

پاڪ ﷺ جو ارشاد مبارڪ آهي: ”اَلْمُتَوَلِّدَةُ عَنْ شُرْبِ الْخَمْرِ مِنْ تَرْكِ الصَّلَوَاتِ وَمِنْ قَتْلِ النَّفْسِ الَّتِيْ حَرَّمَ اللهُ وَمِنْ وُقُوعٍ عَلَى الْمَحَارِمِ“. (نسائي شريف: ج٢ص ٣٣٩) يعني تہ شراب پيئڻ جي ڪري ٽي ڳالهيون پيدا ٿينديون آهن: ١- نماز جو ڇڏڻ ٢- ان ماڻهوءَ کي قتل ڪرڻ، جنهن جو قتل ڪرڻ الله حرام ڪيو آهي ٣- ۽ ٻين حرام ڪيل شين ۾ واقع ٿيڻ. ان جي ڪري هڪ پاڪ ۽ صاف مذهب اسلام ۾ برائين جي ماءُ شراب کي حرام ڪيو ويو آهي. سيدنا حضرت ابوهريره رضي الله عنه جا الفاظ مبارڪ آهن تہ: ”فَإِنَّ هٰذَا شَرَابُ مَنْ لَّا يُؤْمِنُ بِاللهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ“ (نسائي شريف: ج٢ص ٣٢٤) يعني (دنيا ۾ موجود بيهوش ڪندڙ شراب) ان جي پيئڻ جي شيءِ آهي جيڪو الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان نہ ٿو رکي. جيستائين قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکڻ جو تعلق آهي ان سلسلي ۾ هن ڪتاب کي پڙهندڙن جي خدمت ۾ يزيد جو هڪ شعر پيش ڪجي ٿو:

فَإِنَّ الَّذِيْ حَدَّثَتْ عَنْ يَوْمِ بَعْثِنَا
اَحَادِيْثُ طَسْمٍ تَجْعَلُ الْقَلْبَ سَاهِيًا

(تذڪرة الخواص: ص ٢٤٣)

يعني مرڻ ڪانپوءِ اٿڻ جون جيڪي ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون، اهي دل کي مايوس ڪرڻ واريون غلط ڳالهيون آهن.

مسلمانو! هاڻي پنهنجي دل کان فيصلو وٺو تہ يزيد ڇا آهي؟

الله عزوجل جتي بہ ايمان وارن ماڻهن جي ايمان جو ذڪر ڪيو آهي تہ غالبًا اتي آخرت تي ايمان آڻڻ جو بہ ذڪر ڪيو آهي ۽ ان جي برعڪس الله عزوجل ڪافرن، منافقن، مشرڪن ۽ فاسقن جي تذڪري ۾ هيءَ ڳالهہ ذڪر فرمائي آهي تہ اهي الله تي ۽ آخرت تي يقين نہ ٿا رکن. يزيد جي مذڪور شعر مان بہ ثابت ٿيو تہ اهو آخرت تي يقين نہ رکندو هو. مسلمان ڀائرو! انصاف جي اک سان ڏسو هڪ پليد عنيد بي ديد شخص جي لاءِ ڪهڙو

فيصلو ڏجي؟ جنهن امام عالي مقام سيدنا حضرت حسين ان جي خاندان ۽ ان جي سچن ساٿين سان ڪلور ڪيا. وڏو لشڪر موڪلي، مدينہ منوره ۾ قهر ڪرائي ۽ وري مڪ مڪرم تي حملي جي لاءِ لشڪر موڪليو، جنهن جي نتيجي ۾ بيت الله شريف تي پٿر وسايا ويا جو غلاف پاڪ ۾ چت سڙي ويا سيدنا حضرت ابراهيم خليل الله علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي طرفان پنهنجي پياري پٽ سيدنا حضرت اسماعيل علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام کي قربان ڪرڻ واري وقت الله عزوجل جي طرفان موڪليل دنبي جا سڱ بيت الله شريف جي پاڪ ديوار تي لڳل هئا، اهي بہ سڙي ويا. ”وَمَنْ دَخَلَهٗ كَانَ اٰمِنًا“ (سوره آل عمران: آيت ۹۷) يعني جيڪو ان (بيت الله شريف جي حرم) ۾ داخل ٿيو، اهو امن وارو هوندو. ان ۾ داخل ٿي پناهہ وٺندڙن کي بہ قتل ڪيو ويو. وغيره وغيره انهن ڳالهين تي نظر ڪرڻ سان بہ ثابت ٿيو تہ حضور پرنور عليه الصلوٰة والسلام جي حديث پاڪ ۾ مذڪور ملعونن ۾ يزيد داخل آهي. الله تعالىٰ شال سيني سچن ۽ پڪن مسلمانن کي ان جي محبت ۽ حمايت کان محفوظ رکي.

پنجون نمبر تي مذڪوره حديث پاڪ ۾ لعنت جو حقدار اهو آهي، جيڪو ”اهل بيت نبوت سان اها ڳالهہ ڪرڻ حلال ڄاڻي جيڪا حرام آهي“ ان سبب جي ڪري بہ يزيد ڪنن تائين لعنت ۾ ٻڏل آهي. محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي اولاد پاڪ ۽ گهروارين جي لاءِ بہ يزيد جي سوچ بي حساب خراب هئي. جنهن ملعون ام المؤمنين حضرت سيده عائشه رضي الله عنها سان نڪاح لاءِ سوچيو، پر ڪيس قرآن ڪريم جي آيت ٻڏائي روڪيو ويو ان گندي ۽ بي حيا انسان لاءِ دل ۾ محبت رکڻ جو ڪو جواز ناهي. سيدة نساء اهل الجنة فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي پاڪ ٻچڙن سان جيڪو ظلم يزيد ڪرايو، شهيدن جي سرتاج حضرت حسين جي پاڪ چپن تي لڪڻ هڻندي جنهن کي شرم نہ آيو، ان ڪميني ۽ ڪني ڪردار

واري يزيد تي حديث مذڪور ۾ بيان ٿيل لعنت وسي ٿي. ابن زياد جهڙي بي رحم ۽ ظالم حضرت مسلم بن عقيل کي بيدرديءَ سان شهيد ڪري ۽ ڪربلا جي دردناڪ واقعي کي قائم ڪري حضرت حسين پاڪ جي پاڪ نياڻين، ننگن ۽ نهُرن کي پردي مان ٻاهر ڪڍي دربار ۾ گهرائي، ڪربلا جي واقعي کي پنهنجي فتح جو ڏينهن سمجهي خوشي ملهائي، لٽيل ۽ ڦريل قافلي کي ڏسي فتح جا شعر چيا، اهي اهڙا برا ۽ بڇڙا ڪم آهن، جن مان نہ صرف ابن زياد ملعون، پر ان جي وڏي ۽ ان کي مقرر ڪرڻ واري يزيد جي اهل بيت نبوت سان ڪلي دشمني ۽ بغض ظاهر آهي. اهي سيئي ڪم يزيد جي امر ۽ خوشيءَ سان ٿيڻ سج ڪان وڌيڪ روشن ڳالهہ آهي نہ انهن جو انڪار ٿو ڪري سگهجي ۽ نہ انهن جي ڪندڙن کي لعنت کان بچائي ٿو سگهجي.

ڇهون ڪم جنهن جي ڪندڙ تي مذڪور حديث ۾ لعنت آيل آهي اهو حضور ﷺ جي سنت پاڪ کي ڇڏڻ آهي ۽ يزيد جيڪو فرض عين بہ ادا نہ ڪندو هو، ان وقت سنت جي ڪهڙي اهميت هوندي، جيڪو اندر جي اکين جو انڌو آقاءِ نامدار ﷺ جي رسالت ۽ نبوت کي پنهنجي حڪومت ۽ بادشاهي حاصل ڪرڻ جو ذريعو سمجهي رهيو هو (جيئن ان جو اهو شعر اڳ ۾ لکي آيا آهيون) اهو لعنت جو مستحق نہ هوندو تہ ٻيو ڪير هوندو؟ مسلمانو! يزيد جي ڪردار کي جيئن مستند معتبر تاريخن لکيو آهي ذرا غور سان پڙهو تہ اها ڳالهہ صاف ۽ واضح آهي.

**حديث ⑪:** سرڪار مدينہ سرور قلب وسينہ ﷺ جن جو پاڪ فرمان عالي شان آهي تہ: ”حُرِّمَتِ الْجَنَّةُ عَلٰى مَنْ ظَلَمَ أَهْلَ بَيْتِيْ وَآذَانِيْ فِيْ عِتْرَتِيْ“ (نورالابصار: ص ۱۲۳- مطبوعہ مصر)

**ترجمو:** ان تي جنت حرام آهي، جنهن منهنجي اهل بيت تي ظلم ڪيو ۽ مون کي منهنجي اولاد (جي باري) ۾ ايذايو.

قارئين ڪرام! ذرا هن ڪان اڳ ۾ مذڪور تفسيرن جي حوالن ۽ نبوي حديثن ۽ انهن جي شرحن ۾ مذڪور انهن يزيدي ظلمن تي غور ڪيو، جيڪي آل رسول ﷺ سان ڪيا ويا ته اوهان کي صاف صاف معلوم ٿيندو ته يزيد ۽ ان جا ساٿي يقينًا جهنمي آهن، انهن تي جنت حرام آهي، بلڪ مان عرض ڪندس ته هن وقت ان جا حامي به ساڳئي سزا جا مستحق ۽ ملعون آهن.

حديث ⑫: حَدَّثَتْنِيْ سَلْمٰى قَالَتْ: "دَخَلْتُ عَلٰى أُمِّ سَلَمَةَ وَهِيَ تَبْكِيْ فَقُلْتُ مَا يُبْكِيْكِ"؟ قَالَتْ: "رَأَيْتُ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ تَعْنِيْ فِي الْمَنَامِ وَعَلٰى رَأْسِهِ وَلِحْيَتِهِ التُّرَابُ فَقُلْتُ مَالَكَ يَارَسُوْلَ اللهِ" قَالَ: "شَهِدْتُ قَتْلَ الْحُسَيْنِ آنِفًا" (ترمذي: ج٢ ص ٢١٨- مشڪواة: ص ٥٦٢- معجم ڪبير طبراني: ج ٢٣ ص ٣٧٣ طبع بغداد- دلائل النبوّة للبيهقي طبع بيروت: ج ٧ ص ٤٨- ماثبت من السنة: ص ٢٠- تاريخ الخلفاء للسيوطي: ص ١٤٥)

ترجمو: بيبي سلمىٰ کان روايت آهي ته مان (مومنن جي ماءُ سيده) اُمِّ سلمه رضي الله عنها وٽ ويس ته پاڻ روئي رهي هئي. مون کيس عرض ڪيو ته: تو کي ڪهڙي ڳالهه روئاري ٿي؟ فرمايائين ته "مون هينئر ننڊ ۾ رسول الله ﷺ جن کي روئندي ڏٺو آهي ۽ سندن مٿو (پاڪ) ۽ ڏاڙهي (مبارڪ) غبار آلود هئا. مون کين عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ اوهان کي ڇا ٿيو آهي؟ فرمايائون ته "مان هاڻي حسين (رضي الله عنه) جي شهادت تي حاضر ٿيو هوس. (اتي جنگ جي دوران اڏامندڙ غبار سندن مٿي مبارڪ ۽ ڏاڙهيءَ سونهاري تي لڳل هو).

مسلمان ڀائرو! ذرا زحمت گوارا ڪري يزيد جي يارن کان پڇو تہ:
هن حديث مبارڪ جي مطابق جڏهن محبوب پاڪ ﷺ جن شهادت جي ميدان ۾ تشريف فرما ٿيا هوندا تہ پنهنجن پيارن تي بيحساب ظلم ٿيندي ۽ سندن دردناڪ حالت کي مشاهدو ڪندي، سندن اندر پاڪ مان ڪهڙي آھ نڪتي هوندي؟ يزيدين جي لاءِ ڇا سوچيو هوندائون؟ خدا جو خوف رکي ٻڌايو.

حديث ⑬: عَنِ ابْنِ عَبَّاسٍ قَالَ رَأَيْتُ النَّبِيَّ ﷺ فِيْمَا يَرَى النَّائِمُ بِنِصْفِ النَّهَارِ وَهُوَ قَائِمٌ أَشْعَثَ أَغْبَرَ بِيَدِهٖ قَارُوْرَةٌ فِيْهَا دَمٌ فَقُلْتُ بِأَبِي أَنْتَ وَأُمِّيْ يَا رَسُوْلَ اللهِ مَا هٰذَا قَالَ هٰذَا دَمُ الْحُسَيْنِ وَأَصْحَابِهٖ لَمْ أَزَلْ أَلْتَقِطُهٗ مُنْذُ الْيَوْمِ فَأُحْصِيَ ذَالِكَ الْوَقْتَ فَأَجِدُ قُتِلَ ذَالِكَ الْوَقْتَ (معجم الكبير طبراني: جلد٣ ص١٨١- مشكواة المصابيح: ج٣ ص٣٤٧- دلائل النبوة للبيهقي: ج٧ ص٤٨)

ترجمو: سيدنا حضرت ابن عباس رَضِيَ اللهُ عَنْهُمَا کان روايت آهي تہ مون نبي (پاڪ) ﷺ جن کي ننڊ ۾ ڏٺو تہ سندن وار (مبارڪ) ڪليل ۽ (سندن) منهن (مبارڪ) غبار سان ڀريل هو ۽ سندن هٿ (مبارڪ) ۾ شيشو هو جيڪو رت سان ڀريل هو. مون کين عرض ڪيو تہ: اوهان تان منهنجو ابو امان قربان هجي ڇا آهي؟ فرمايائون تہ "هي حسين ۽ ان جي ساٿين جو رت آهي، اڄ مان ان کي گڏ ڪري رهيو آهيان" پوءِ مون ان وقت تي غور ڪيو تہ بالڪل اهو ئي (حضرت حسين جي) شهادت جو وقت هو.

مسلمان ڀائرو! هن حديث تي غور ڪري ڏٺو ته حضور ﷺ جن جي نگاھ ۾ سيدنا حسين ۽ ان جي ساٿين جي ڪيتري اهميت هئي ۽ ظاهر آهي ته انهن تي ظلم ڪندڙن جي لاءِ حبيب اڪرم نور مجسم ﷺ جن جي دل ۾ ڪيترو غصو ۽ رنج هوندو. پر عجب انهن ماڻهن جو آهي جيڪي يزيد جا يار تي آقا عليه الصلوٰة والسلام جي دل آزاري ڪري رهيا آهن. حضرت حسين پاڪ رضي الله عنه سان محبت رکڻ اسان اهل السنة والجماعة جو ايمان آهي. حضرت حبيب پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جي طرفان حضرت حسين پاڪ ۽ ان جي ساٿين جي رت ڪي گڏ ڪرڻ ڪا توري ڳالھ نه آهي. جنهن مهل پاڻ انهن جي دردناڪ حالت ڪي ملاحظ فرمايو هونداءُون ته ان مهل يزيد ۽ ان جي ساٿين لاءِ سندن روح مبارڪ مان ڪهڙي دعا نڪتي هوندي؟ فَاعْتَبِرُوْا يَآ اُولِي الْاَبْصَارِ.

حديث ⑭: عَنْ اَنَسِ ابْنِ الْحَارِثِ يَقُوْلُ سَمِعْتُ رَسُوْلَ اللهُ ﷺ يَقُوْلُ "اِنَّ ابْنِيْ هٰذَا يَعْنِي الْحُسَيْنَ يُقْتَلُ بِاَرْضٍ يُّقَالُ لَهَا كَرْبَلَاءُ فَمَنْ شَهِدَ مِنْكُمْ فَلْيَنْصُرْهُ" (الاصابة في تمييز الصحابة: ج ا ص ٦٨- البداية والنهاية: ج ٨ ص ٢١٧)

ترجمو: حضرت انس بن حارث فرمائي ٿو ته مون سرور ڪون ومڪان سيد انس وجان ﷺ جن ڪي فرمائيندي ٻُڌو ته بلاشڪ منهنجو هيءُ پٽ يعني (حضرت) حسين ان زمين ۾ شهيد ڪيو ويندو جنهن ڪي ڪربلا سڏيو ٿو وڃي پوءِ اوهان مان جيڪو اتي حاضر هجي اهو ان جي مدد ڪري.

هن حديث مان واضح ٿيو ته حضرت حسين رضي الله عنه حق تي هو. تڏهن پاڻ ان جي مدد ڪرڻ جي لاءِ حڪم فرمايائون ۽ جڏهن حضرت حسين حق تي هو ته ان جي دشمنن جو ناحق تي هجڻ بديهي ۽ لازمي امر آهي ۽

جڏهن اهي ناحق تي هئا ته انهن جا حامي به يقينًا ناحق تي چيا ويندا. جن کي الهي عذاب، کان سواءِ ٻيا پلئه پوندو. سچن مسلمانن جي دلين ۾ محبت ادب ۽ احترام آهي ته حضرت حسين ۽ ان جي ساٿين جي لاءِ آهي.

رزم کا میدان بنا ہے جلوہ گاہ حسن و عشق
کربلا میں ہو رہا ہے امتحانِ اہل بیت

**سيدنا علي المرتضیٰ ڪرم الله وجهه جو ارشاد:** حضرت شير خدا جي ساٿين جو بيان آهي ته اسين سندن شخصيت سان گڏ ڪربلا جي سرزمين کان لنگهياسون ته پاڻ اتي فرمايائون: "مَنَاخُ رِكَابِهِمْ أَمَامَهُ، وَمَوْضِعُ رِحَالِهِمْ و مِهْرَاقُ دِمَائِهِمْ فِئَةٌ مِّنْ أُمَّةِ مُحَمَّدٍ (ﷺ) يُقْتَلُوْنَ فِيْ هٰذِهِ الْعَرِيْضَةِ تَبْكِيْ عَلَيْهِمُ السَّمَآءُ وَالْأَرْضُ (نورالابصار: ص ۱۴۰) يعني نبي ڪريم ﷺ جي امت مان هڪ جماعت هتان لنگهندي. هتي انهن جي اُٺن ويهارڻ جي سامانن رکڻ ۽ رت وهائڻ جون جايون هونديون، اهي هتي شهيد ڪيا ويندا انهن تي آسمان ۽ زمين روئندا. هن ارشاد مبارڪ مان معلوم ٿيو ته اهي حق تي هوندا تڏهن انهن تي آسمان ۽ زمين روئندا ۽ انهن کي شهيد ڪندڙ سراسر ناحق تي ۽ ظلم ڪندڙ هوندا. ان جي ڪري اسين چئون ٿا ته انهن ظالمن کي صحيح چوندڙ انهن جي حمايت ۾ ڪاغذ ڪارا ڪندڙ انهن سان گڏ ظالم آهن.

معقول ۽ منقول جي ماهر علامه جامي قدس سره لکيو آهي ته "حضرت علي ڪرم الله وجهه کي ان واقعي جو علم هو ۽ پاڻ ان ميدان مان لنگهندي، ان ميدان کي ڏک ۽ مصيبت واري سرزمين سڏيو هئائون. (شواهد النبوة: ص ۲۸۲- البداية والنهاية: جلد۸ ص ۲۰۵- المستدرک للحاکم: ج ۳ ص ۱۷۷- سر الشهادتين: ص ۸۵- سوانح ڪربلا: ص ۶۱- تهذيب التهذيب: ج ۲ ص ۳۴۳- نور الابصار: ص ۱۴۰)

رنگ جب لائے گی محشر میں تو اڑ جائے گا زنگ
یوں نہ کہیے سرخیٔ خونِ شہیداں کچھ نہیں

حديث ⑮: قَالَ أَبُوْ هُرَيْرَةُ سَمِعْتُ الصَّادِقَ الْمَصْدُوْقَ يَقُوْلُ: ”هَلَكَةُ أُمَّتِي عَلَى يَدَيْ غِلْمَةٍ مِنْ قُرَيْشٍ“

(بخاري شريف: ج ٢ ص ١٠٤٦- مشكواة: ص ٥٥٤- دلائل النبوة للبيهقي: ج ٦ ص ٢٥٥)

ترجمو: حضرت ابوهريره رضي الله عنه بيان ڪري ٿو ته مون سيدنا رسول الله ﷺ جيڪو سچو ۽ تصديق ڪيل آهي، کي فرمائيندي ٻڌو ته منهنجي امت جي هلاڪت قريشين مان نوجوانن جي هٿ تي ٿيندي.

هن حديث جو شرح ڪندي علامه ابن حجر لکيو آهي ته ”ابن ابي شيبه جي روايت ته (حضرت) ابوهريره رضي الله عنه بازار ۾ هلندي چوندو هو ته اي الله! مون کي سن سٺ ۽ ڇوڪرن جي امير هجڻ واري دور کي نه پهچائجان“. ان ۾ هن ڳالهه ڏانهن ئي اشارو آهي ڇوڪرن مان پهريون ڇوڪرو يزيد بن معاويه هو، جيڪو سال ٦٠ هه ۾ حڪومتي سربراهه ٿيو جيئن (حضرت) ابوهريره رضي الله عنه جي قول ۾ مذڪور آهي. يزيد گهٽ ڪري وڏي عمر وارن کي شهرن جي امارت تان هٽائي، انهن جي جاين تي پنهنجن مائٽن مان ننڍن ڇوڪرن کي رکندو هو. (فتح الباري: ج ١٣ ص ٧)

علامه عيني لکيو آهي ته: ”وأولهم يزيد عليه ما يستحق وكان غالبا ينزع الشيوخ من إمارة البلدان الكبار ويوليها الأصاغر من أقاربه“ يعني انهن مان پهريون يزيد هو، اهو زوريءَ غلبو ڪندڙ حاڪم هو، وڏي عمر وارن کي شهرن جي امارت تان لاهي، انهن جي جاءِ تي پنهنجن مائٽن مان ننڍن کي والي بنائيندو هو.

هڪ نڪتو: علامه عيني جو يزيد جي باري ۾ ”عليه ما يستحقه“ لکڻ يزيد جي متعلق سندس خيال کي ڪافي واضح ڪري ٿو. ملت اسلاميه جو هميشه هي دستور رهيو آهي ته محبوب ڪريم ﷺ جي پاڪ نالي سان گڏ ﷺ پڙهندا ۽ لکندا آهن ۽ ٻين نبين سڳورن عليهم الصلوات والسلام جي نالن پاڪن سان

(عَلَيْهِمُ السَّلَامُ) لکندا آهن ۽ صحابه ڪرام ۽ اهلبيت اطهار جي نالن سان گڏ رضي الله عنهم يا رحمة الله عليه لکندا آهن، پر جڳ جي مشهور محدث علامه عيني يزيد جي متعلق رضي الله عنه يا رحمة الله عليه جي بجاءِ "عليه ما يستحقه" لکيو آهي، جنهن مان واضح ٿيو تہ پاڻ يزيد خبيث کي الله عزوجل جي رضا ۽ رحمت جو لائق نہ سمجهيائين، پر "عليه ما يستحقه" (ان تي اهو ئي آهي، جنهن جو اهو حقدار ۽ لائق آهي) چئي ان کي الٰهي عذاب ۽ لعنت جو مستحق قرار ڏنو اٿس. محدث مذڪور اصل ۾ اهو طريقو بہ بخاري شريف جي حديث مان ورتو آهي، جيڪا حضرت انس کان روايت آهي حضور صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: "إِذَا سَلَّمَ عَلَيْكُمْ أَهْلُ الْكِتَابِ فَقُوْلُوْا وَعَلَيْكُمْ" يعني جڏهن اهل ڪتاب (يهودي ۽ نصارىٰ) اوهان تي سلام ورائن تہ (انهن کي جواب ۾) "وَعَلَيْكُمْ" (۽ اوهان تي بہ) چوندا ڪريو، جو تہ انهن کي هيئن نٿو چئي سگهجي تہ اوهان تي بہ سلام يا سلامتي هجي، پر انهن تي اهو آهي جنهن جا اهي حقدار آهن. يعني لعنت ۽ عذاب. علامہ عيني اهائي سوچ رکندي مذڪور الفاظ لکيا آهن.

حديث⑯: قَالَ أَبُوْ هُرَيْرَةَ سَمِعْتُ حِبِّي أَبَا الْقَاسِمِ صلى الله عليه وسلم يَقُوْلُ: "إِنَّ فَسَادَ أُمَّتِيْ عَلٰى يَدَيْ غِلْمَةٍ سُفَهَاءَ مِنْ قُرَيْشٍ"

(مسند احمد بن حنبل: ج ٢ ص ٤٥٨- فتح الباري: ج ٩ ص ١١- ارشاد الساري: ج ١ ص ١٧٠-)

ترجمو: حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ منهنجي محبوب حضرت نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: "منهنجي امت ۾ فساد قريشين مان بيوقوفن ننڍي عمر وارن جي هٿان ٿيندو".

مذڪوره روايت جي شرح ۾ علامہ قسطلاني لکيو آهي تہ

حديث پاڪ ۾ ذڪر ڪيل ڇوڪرن مان پھريون يزيد هو، جيڪو سن ٦٠ هه ۾ حڪومت ۾ ڏنو ويو.

**حديث ⑰:** ابن ابي شيبه حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آندي آهي حضور ﷺ جن فرمايو: "مان ڇوڪرن جي حڪومت کان الله جي پناهه ٿو وٺان" ۽ پاڻ اهو به فرمايائون ته "جيڪڏهن اوهان انهن جي اتباع ڪندؤ ته اوهان جو دين تباهه ڪندا ۽ جيڪڏهن انهن جي اتباع نه ڪندؤ ته اوهان جي دنيا تباهه ڪندا. اوهان جا مال کسيندا يا جان ۽ مال ٻئي برباد ڪندا".

مصنف ابن ابي شيبه ۾ آهي ته: حضرت ابو هريره رضي الله عنه جڏهن دعا گھرندو هو ته چوندو هو يا الله! مون کي ڇوڪرن جي حڪومت واري دور کان بچائجان. ۽ ٿيو به ائين جو پاڻ ان دور کان پھريان وفات ڪري ويو.

علامه علي القاري لکيو آهي ته "لعله اريد بهم الذين كانوا بعد الخلفاء الراشدين مثل يزيد و عبدالملك بن مروان وغيرهما" (مرقاة شرح مشكواة: ج١٠ص ١٢٠) يعني شايد ان مان مراد خلفاء راشدين کان بعد ۾ اچڻ وارا آهن جيئن يزيد ۽ عبدالملڪ بن مروان وغيرهما.

علامه شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه لکيو آهي ته "مراد بآں غلمه کشند گان عثمان و علی و حسن و حسین اند... و مراد یزید بن معاویه و عبدالله بن زیاد و مانند ایشاں اند از احداث و نو سالاں بنی امیه خذلهم الله و بتحقیق صادر شد از ایشاں قتل اهل بیت پیغمبر صلی الله علیه وآله وسلم و بند کردن ایشاں و کشتن خیار مهاجرین وانصار آنچه شد" (اشعة اللمعات: ج٤ ص ٣٠٣) يعني نبوي ارشاد ۾ مذڪور ڇوڪرن مان مراد حضرت عثمان حضرت علي حضرت حسن ۽ حضرت حسين کي شهيد ڪندڙ آهن ۽ انهن ڇوڪرن مان مراد يزيد بن معاويه، عبدالله بن زياد ۽ بني اميه جا نوجوان آهن (الله انهن کي خوار ڪيو) ۽ اهل بيت رسول ﷺ کي شهيد ۽ قيد ڪرڻ ۽ پلن مهاجرن ۽ انصارن کي شهيد ڪرڻ به تحقيق سان انهن کان ثابت آهي. ساڳي تشريح مولوي قطب الدين به مشڪوات

جي اردو شرح ۾ لکي آهي. (مظاهر حق: ج ۴ ص ۲۹۵)

علامہ ابن حجر عسقلاني مذکور حديث جي لفظ "غلمة" ۽ "اغيلمة" جي وضاحت کندي لکيو آهي تہ "وقد يطلق الصَّبِيُّ والغليم بالتصغير علىٰ ضعيف العقل والتدبير والدين ولو كان محتلماً وهو المراد هنا فان الخلفاء من بنى أمية" يعني "غلمة" يا "اغيلمة" جو لفظ (صرف ننڍي عمر واري تي نہ پر) هر اهڙي شخص تي بہ ڳالهايو ويندو آهي، (جيکو عمر ۾ وڏو هجڻ جي باوجود) عقل ۾ گهٽ غير مدبر ۽ ايمان ۾ کمزور هوندو آهي. ظاهر ۾ پلي بالغ هجي ۽ انهن بي عقل ايمان ۾ کمزورن غير مدبر ۽ ظالم نوجوانن مان مراد بنو اميه جا حکمران يزيد مروان وغيره آهن.

حديث ⑱: شيخ عبدالرحمان مالکي بخاري ۽ مسلم جي حوالي سان هڪ حديث حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان لکي آهي تہ: حضور عليه الصلوٰة والسلام جن فرمايو: "ماڻهن کي قريشين مان هڪ جماعت هلاڪ کندي" حضرت ابوهريره رضي الله عنه فرمايو: مان جيڪڏهن گهران تہ انهن جا نالا بہ ٻڌايان (پر فساد جي خطري کان انهن جا نالا نہ ٿو ٻڌايان).

هن حديث ۾ بني اميہ (مان نوجوانن جي) حکومت ۾ پيدا ٿيندڙ فساد جي خبر آهي. حضرت امام حسين ۽ ان کانپوءِ کيترن صحابن جي يزيد پليد عنيد بي ديد جي امر سان سندس لشکر جي هٿان شهادت ٿي. (مشارق الانوار: ص ۲۸۴)

حديث ⑲: قَالَ حُذَيْفَةُ قُلْتُ يَا رَسُوْلَ اللهِ ﷺ أَبَعْدَ هٰذَا الْخَيْرِ شَرٌّ قَالَ فِتْنَةٌ عَمْيَاءُ صَمَّاءُ عَلَيْهَا دُعَاةٌ عَلٰى أَبْوَابِ النَّارِ

(ابو داؤد: جلد ۲ ص ۲۳۲- مسند احمد بن حنبل: ج ۵ ص ۳۸۶- صحيح ابن حبان: ج ۱۸ ص ۲۷۱)

ترجمو: حضرت حذيفه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! ڇا هن ڀلائي کان پوءِ برائي بہ ايندي؟ فرمايائون تہ ”فتنو انڌو ٻوڙو (ايندو) جهنم جي دروازن تي بيٺل سڏيندڙ“ (سڏيندا).

هن حديث جي شرح ڪندي محمود الحسن ديوبندي، انور شاه صاحب ڪشميري، خليل احمد سهارنپوري ۽ شبير احمد عثماني ديوبندي مڪتبہ فڪر جي وڏن عالمن جي تقريرن مان فائدو وٺندي، محمد صديق نجيب آبادي لکيو آهي تہ: ”لا يبعد ان يحمل هٰذا علىٰ ما وقع فى ايام يزيد بن معاوية من قتل الحسين بن على رضى الله عنهما“. (انوار المحمود شرح ابي داؤد) يعني هن حديث ۾ مذڪور انڌي ۽ ٻوڙي فتني مان مراد اهو فتنو آهي، جيڪو يزيد بن معاويہ جي (حڪومت وارن) ڏينهن ۾ حضرت حسين بن علي ۽ (ٻي) جماعت جي شهيد ڪرڻ سان واقع ٿيو هو.

علامه آلوسي بغدادي رحمه الله لکيو آهي تہ: ”وما أخبر به الرسول ﷺ من فساد الدين على أيدى أغيلمة من سفهاء قريش وقد كان أبوهريرة رضى الله تعالى عنه يقول: ”لو شئت أن أسميهم بأسمائهم لفعلت“ أو المراد الأحاديث التى فيها تعيين أسماء أمراء الجور وأحوالهم وذمهم ،وقد كان رضى الله تعالى عنه يكنى عن بعض ذلك ولا يصرح خوفاً علىٰ نفسه منهم بقوله: ”أعوذ بالله سبحانه من رأس الستين وإمارة الصبيان“ يشير إلىٰ خلافة يزيد الطريد لعنه الله تعالىٰ علىٰ رغم أنف أوليائه لأنها كانت سنة ستين من الهجرة واستجاب الله تعالى دعاء أبي هريرة رضى الله تعالىٰ عنه فمات قبلها بسنة“ يعني جيڪا حضور ﷺ جن بيوقوفن گهٽ عمر وارن حاڪمن جي هٿان دين جي فساد

جي خبر ڏني آهي حضرت ابوهريره رضي الله عنه فرمايو ته ”جيڪڏهن مان گهران ته انهن جا نالا به ٻڌائي سگهان ٿو“ يا مراد اهي حديثون آهن، جن ۾ ظالمن حاڪمن جا نالا انهن جي حالات ۽ سندن برائي بيان ٿيل آهي، پر حضرت ابوهريره رضي الله عنه پنهنجي جان جي خطري ۽ ڊپ کان ڪنهن جو نالو کولي بيان نه ٿي فرمايو، البت اشاري ۽ ڪنايه سان بعض جو ذڪر ڪندي، چوندو هو ته ”مان سن سٺ ٦٠ هه جي شروعات ۽ ننڍي عمر وارن حاڪمن جي دور ۾ هجڻ کان الله عزوجل جي پناهه ٿو گهران. اهو سندس اشارو يزيد مردود جي حڪومت واري دور ڏانهن هو. (ان يزيد تي الله جي لعنت آهي ۽ ان جي ساٿين جي منهن ۾ ڌوڙ هجي) يزيد سن سٺ ٦٠ هه ۾ حڪمران بنيو ۽ الله عزوجل حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي دعا قبول فرمائي جو ان يزيدي حڪومت کان هڪ سال اڳ ۾ ٥٩ هه ۾ وفات ڪئي.

جب سرِ محشر وہ پوچھیں گے بُلا کے سامنے
کیا جواب جرم دوگے تم خدا کے سامنے

**حديث ⑳:** حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن حضرت علي، فاطمه، حسن ۽ حسين رضي الله عنهم جي لاءِ فرمايو: ”اَنَا حَرْبٌ لِمَنْ حَارَبَهُمْ وَ سَلْمٌ لِمَنْ سَالَمَهُمْ“ يعني مان ان سان جنگ ڪندڙ آهيان جنهن انهن سان جنگ ڪئي ۽ ان سان صلح ڪندڙ آهيان، جنهن انهن سان صلح ڪيو. مطلب ته جيڪو انهن سان دنيوي ڪرسي وغيره جي لالچ ۾ وڙهندو، اهو جڻ مصطفىٰ ﷺ سان وڙهيو ۽ قرآن ڪريم حضور ﷺ سان وڙهندڙن جي لاءِ ڇا ارشاد فرمايو آهي، پڙهي ڏسو: ”إِنَّمَا جَزَاءُ الَّذِيْنَ يُحَارِبُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَسْعَوْنَ فِي الْأَرْضِ فَسَادًا أَنْ يُّقَتَّلُوْا أَوْ يُصَلَّبُوْا أَوْ تُقَطَّعَ أَيْدِيْهِمْ وَأَرْجُلُهُمْ مِّنْ خِلَافٍ أَوْ يُنْفَوْا مِنَ الْأَرْضِ ذٰلِكَ لَهُمْ خِزْيٌ فِي الدُّنْيَا وَلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ“ (سورة المائده: آيت ٣٣)

(بيشڪ اهي ماڻهو جيڪي الله ۽ ان جي رسول سان جهيڙو ڪن ٿا ۽ زمين ۾ فساد جي ڪوشش ڪن ٿا، انهن جي سزا هيءَ آهي جو قتل ڪيا وڃن يا ڦاسي تي چاڙهيا وڃن، يا انهن جا هٿ ۽ پير ابتا وڍيا وڃن، يا زمين مان تڙيا (جلاوطن ڪيا) وڃن. انهن جي لاءِ دنيا ۾ خواري آهي ۽ انهن جي لاءِ آخرت ۾ وڏو عذاب آهي) ۽ ٽيون بہ ائين. خولي ملعون کي گرفتار ڪري جڏهن مختار ثقفيءَ وٽ آندو ويو، تڏهن ان پهريان ان جا هٿ ۽ پير وڍرايا پوءِ ان کي سوريءَ تي ٽنگرايو، بعد ۾ سندس جسم کي باھ ۾ وجهرايو. ان نموني سان ڇهن هزارن ڪوفين کي، جيڪي حضرت امام حسين سهڻي رضي الله عنه جي شهادت ۾ شريڪ هئا، مختار ثقفي قسمين قسمين جا عذاب ڏئي ختم ڪرايو. (سوانح ڪربلا: ص ١١٧ از علامہ نعيم الدين مراد آبادي رحمة الله عليه)

ٻيءِ جاءِ تي الله عزوجل جو ارشاد آهي: "اِنَّ الَّذِيْنَ يُحَادُّوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ كُبِتُوْا" (سورة المجادله: آيت ٥) "بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪن ٿا ذليل ڪيا ويندا". ٽيئن جاءِ تي فرمان عاليشان آهي: "اِنَّ الَّذِيْنَ يُحَادُّوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ اُولٰٓئِكَ فِي الْاَذَلِّيْنَ" (سورة المجادله: آيت ٢٠) "بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪن ٿا، اهي ذليلن ۾ آهن". چوٿين جاءِ تي ارشاد آهي: "اَلَمْ يَعْلَمُوْٓا اَنَّهٗ مَنْ يُّحَادِدِ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاَنَّ لَهٗ نَارَ جَهَنَّمَ خَالِدًا فِيْهَا ذٰلِكَ الْخِزْيُ الْعَظِيْمُ" (سورة التوبه: آيت ٦٣) اهي ڄاڻن نہ ٿا ڪن تہ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪندو، ان لاءِ يقينًا جهنم جي باھ آهي ان ۾ هميشہ هوندو اها وڏي خواري آهي.

قارئين ڪرام! اوهان محبوب پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جو فرمان بہ پڙهيو ۽ الله عزوجل جا ارشاد بہ پڙهيا. هاڻي پاڻ فيصلو ڏيو تہ جيڪو شخص محبوب عليه الصلوٰة والسلام جي ايذاءَ جو سبب بڻيو، جنهن جي ظلمن جي ڪري محبوب پاڪ جي دل آزاري ٿي، جنهن ڏوکي سان حضرت حسن رضي الله عنه کي زهر ڏياريو سيدنا حسين ۽ ان جي خاندان کي شهيد ڪرائڻ سان گڏ سندن پاڪ جسمن

تي گهوڙا هلايا ۽ انهن جي سرن مبارڪن کي نيزن تي لٽڪيل ڏسي خوشيءَ جا جشن ملهايا، ملحدانہ شعر چيا، مديني طيبه ۾ رهندڙن پاڪ عورتن جون عزتون لٽرايائون، انهن جي ٻچڙن کي پٿين تي رڪرائي لوهه جا رنبا سندن سينن ۾ اهڙا ٺوڪرايا، جو انهن جي سينن مان لنگهي پٿين ۾ اندر لنگهي ويا ۽ اهي ننڍڙا ٻارڙا تڙپندي تڙپندي شهيد ٿي ويا. ڇا انهن جي مائرن جي اندر مان آهون نہ نڪتيون هونديون ۽ نبوي مسجد ۾ ٽي ڏينهن اذان نہ آئي. منبر پاڪ تي جانور چڙهيو وياٺا هئا. ڪئين اصحابي ۽ تابعي ٻلارا شهيد ڪري مدينہ منوره جي گهٽين ڪي رت سان ڀريو ويو. انهن جي گهرن ۾ گهڙي سندن هر قسم جا مال سون ۽ چاندي لٽيا ويا. ان ڪان پوءِ مڪہ مڪرمہ البلد الامين تي حملو ڪرايو ويو، جنهن دوران بيت الله شريف جي مٿان پٿر وسايا ويا، جنهن جي ڪري باهہ لڳي ۽ بيت الله شريف جي ڇت ۽ اتي ڪعبہ ڪريمہ جي ديوار تي لڳل سيدنا اسماعيل جي عيوض آيل دنبي جا سڱ بہ سڙي ويا وغيره وغيره (جيئن اڳ ۾ لکي آيا آهيون ۽ اڳتي بہ لکنداسون ان شاءَالله العزيز).

مسلمان ڀائرو! ڇا يزيد انهن سيني براين ۽ بڇڙاين جي هوندي الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي مخالفت نہ ڪئي؟ دنيوي ذلّت ۽ اخروي عذاب ۽ لعنت جو حقدار نہ ٿيو؟ ضرور ٿيو ۽ سڀ سزائون ڪائيندو. حضور ﷺ جن مهربان هجڻ سان گڏ قدرتي تلوار وانگر بہ آهن، جنهن سان بي دينن کي ڪٽيو ويندو آهي. جيئن حبيب پاڪ ﷺ جي پياري صحابي حضرت ڪعب بن زهير رضي الله عنه جو شعر آهي:

إِنَّ الرَّسُوْلَ لَنُوْرٌ يُّسْتَضَاءُ بِهٖ
مُهَنَّدٌ مِنْ سُيُوْفِ اللّٰهِ مَسْلُوْلٌ

بلاشڪ رسول (ﷺ) البت نور آهي، جنهن سان روشني حاصل ڪئي ويندي آهي، الله جي تلوار مان ڇڪي ڪڍيل هندي تلوار آهي.

**حديث (٢١):** حضرت ضمري ۽ عبدالله بن عدي کان روايت آهي تہ اسين (حضرت) حمزه (رضي الله عنه) جي قاتل وحشيءَ وٽ وياسين، (جيڪو بعد ۾ مسلمان ٿيو هو) ان ٻڌايو تہ: مون جڏهن حضور عليه الصلوٰة والسلام وٽ وڃي ڪلمو پڙهي اسلام قبول ڪيو تہ پاڻ مون ڪي فرمايائون: اي وحشي! مون کان منهن پري ڪر (منهنجي سامهون نہ ويهندو ڪر) ڇو تہ مان انهن سان محبت نہ رکندو آهيان، جن منهنجي پيارن کي شهيد ڪيو". (المعجم الاوسط للطبراني: ج٢ ص ٤٧٦- الصواعق المحرقه: ص١٩٤- البداية والنهاية: ج٤ ص١٨- حياة الصحابه: ج١ص ٥٩٧)

محترم پڙهندڙو! مذڪوره روايت تي غور ڪيو تہ جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي شهيد چاچي سيدنا حمزه رضي الله عنه جي قاتل وحشي جي منهن ڏسڻ کي پسند نہ ٿي فرمايو تہ سندن پاڪ اولاد سان طرحين طرحين ۽ قسمين قسمين ظلم ڪندڙن ۽ ظلم ڪرائڻ واري يزيد ڏانهن سندن دل ڪهڙي ٽريل هوندي؟ جنهن يزيد جا الفاظ آهن:

قَدْ قَتَلْنَا الْقَرْنَ مِنْ سَادَاتِهِمْ
وَ عَدَّلْنَا مَيْلَ بَدْرٍ فَاعْتَدَلْ

(الصواعق المحرقة: ص٢٢٠- البداية والنهاية: ج٨ ص ٢٢٤)

يعني اسان نبي پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جي اولاد مان سندن سردارن کي قتل ڪري بدر جي جنگ ۾ اسان جي قتل ڪيلن جو پلاند ڪيو آهي هاڻي حساب برابر ٿي ويو آهي.

مسلمانو! يزيد اهو بدبخت آهي، جنهن جي پيدائش کان تقريبًا ويهہ سال پهريان حضور صلي الله عليه وسلم جن ان جو نالو وٺي سندس فاسق ۽ فاجر هجڻ بيان فرمايو هو. سيني محدثن پلارن محمدي امت کي هلاڪ ڪندڙهن نوجوان بيوقوف حاڪمن مان پهريون ننڍي عمر واري عقل جو ڪوتاه حاڪم يزيد کي لکيو آهي، جنهن جي ظلم جي داستانن سان تاريخ جا مستند ۽ معتبر ڪتاب پريا پيا آهن.

**حديث (٢٢):** حضرت ابو ذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اهو بيت الله شريف جي دروازي جي ڪڙي ۾ هٿ وجهي فرمائي رهيو هو تہ مون نبي پاڪ ﷺ جن کان ٻڌو پاڻ فرمائي رهيا هئا: ”اِنَّ مَثَلَ اَهْلِ بَيْتِيْ فِيْكُمْ مَثَلُ سَفِيْنَةِ نُوْحٍ، مَنْ رَكِبَ فِيْهَا نَجَا وَمَنْ تَخَلَّفَ عَنْهَا هَلَكَ“ (مسند احمد-مشڪواة شريف: ص ٥٦٥) منهنجي اهل بيت جو اوهان ۾ مثال (حضرت) نوح (علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) جي ٻيڙيءَ وارو آهي، جيڪو ان ۾ چڙهيو، ڇٽي ويو ۽ جيڪو ان کان پوئتي رهجي ويو هلاڪ ٿي ويو.

هن روايت مان معلوم ٿيو تہ حضور ﷺ جا اهل بيت سندن امت جي ڇوٽڪاري ۽ بچاءَ جو ائين ذريعو آهن، جيئن حضرت نوح (علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) جي مڃتان ايمان آڻيندڙن جي لاءِ طوفان کان بچڻ جي لاءِ ان جي ٻيڙي ذريعو هئي. جنهن بہ شريعت جي دائري ۾ رهندي اهل بيت اطهار سان محبت رکي، اهو ائين بچي ويندو، جيئن حضرت نوح (علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) جي ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ وارا بچي ويا هئا. الله عزوجل جو فرمان آهي: ”فَاَنْجَيْنَاهُ وَاَصْحَابَ السَّفِيْنَةِ“ (سورة العنڪبوت: آيت ١٥) پوءِ اسان ان کي ۽ ٻيڙيءَ وارن کي ٻڏڻ کان ڇڏايو (بچايو).

مسلمان ڀائرو! يزيد جي ڪردار کي پڙهي سامهون رکي پوءِ مذڪور حديث تي غور ڪيو ڇا يزيد اهل بيت جي ٻيڙيءَ ۾ سوار آهي؟ مون کي يقين آهي تہ اوهان جو ضمير چوندو تہ هرگز نہ هرگز نہ ان ظالم تہ اهل بيت واري ٻيڙيءَ جا تختا ڪڍي ٽڪرا ٽڪرا ڪيا هئا. محبوب پاڪ ﷺ جي اهل بيت سان ان ڇا ڇا نہ ڪيو هو؟

**فائدو:** مسلمان ڀائرو! محبوب پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جن جو بني اميه وارن نوجوانن ڇوڪرن جي حڪومت جي دور کي ڀريان موت جي تمنا ڪرڻ جي لاءِ وڏيڪ هي حوالا بہ ڏسي سگهو ٿا. جيڪي ساڳي ڳالهہ ورائي ورائي لکڻ کان بچڻ جي لاءِ مون هتي نہ لکيا آهن: فتح الباري: ج١٠ ص ١٩٣ طبع

ميريه مصر- صحيح بخاري: باب قول النبي ﷺ هلكة امتي علىٰ يدي اغيلمة من قريش- فتح الباري: ج ١٣ ص ٨

علامہ ابن حجر رحمة الله عليه "تنبيه" لفظ آڻي مذكور باب ۾ لکيو آهي تہ "عجب ٿو لڳي تہ مروان انهن ڇوڪرن تي لعنت ڪئي حالانڪ اها ڳالهہ ظاهر آهي تہ انهن مان ڪي سندس اولاد مان هئا جڏهن تہ الله تعالىٰ ان جي زبان تي اها لعنت جاري ڪرائي، تان تہ اها انهن تي مضبوط حجت رهي ۽ شايد اهي نصيحت حاصل ڪن ۽ جن حديثن ۾ مروان جي پيءُ حڪم ۽ ان جي اولاد تي لعنت ذڪر ڪيل آهي، اهي محدث طبراني ۽ ٻين آنديون آهن، جن مان ڪن حديثن جي سَنَدَ ۾ گفتگو آهي تہ ڪي سندس جي لحاظ سان جيّد آهن ۽ شايد مراد مذڪور ڇوڪرن جي تخصيص آهي.

**حديث ⓶⓷:** حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمائي رهيا هئا تہ: "لَيَرْعَفَنَّ عَلٰى مِنْبَرِيْ جَبَّارٌ مِّنْ جَبَابِرَةِ بَنِيْ أُمَيَّةَ يَسِيْلُ رُعَافُهٗ" فَأَخْبَرَنِيْ مَنْ رَأٰى عَمْرَو بْنَ سَعِيْدِ بْنِ الْعَاصِ رَعَفَ عَلٰى مِنْبَرِ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ حَتّٰى سَالَ رُعَافُهٗ (البداية والنهاية: ج٨ ص٣١١- مجمع الزوائد للهيثمي جلد١١ ص٤٩٥) يعني "يقينًا بني اميه جي جابر حاڪمن مان هڪ جابر منهنجي منبر تي چڙهندو، تانجو ان کان رت وهندو". حضرت ابوهريره رضي الله عنه فرمايو تہ پوءِ مون کي ان ٻڌايو، جنهن (بني اميه مان) عمرو بن سعيد بن العاص کي ان حال ۾ ڏٺو، جو رسول الله ﷺ جي (پاڪ) منبر تي چڙهي ويٺو هو ۽ ان جي نڪ مان رت ايترو زور سان نڪتو، جيڪو وهي منبر پاڪ تي لڳو. (صدق رسول الله ﷺ)

## حضور عليه الصلوٰة والسلام جي قرابت جي عزت ۽ اهميت

**حديث ⓶⓸:** محدث بخاري پنهنجي "الصحيح" ۾ هڪ باب قائم ڪيو آهي، جنهن جا الفاظ آهن "باب مناقب قرابة النبي ﷺ" يعني نبي پاڪ

ﷺ جي قرابت جون ڀلايون. ان کان پوءِ ان ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو هي قول روايت ڪيو اٿس: "اُرْقُبُوا مُحَمَّدًا ﷺ فِي أَهْلِ بَيْتِهٖ" يعني رسول الله ﷺ جي اهل بيت جي معاملي ۾ سندن خيال رکو. يعني انهن کي نہ اذيت ڏيو، نہ انهن سان نامناسب ورتاءُ رکو. مذڪور باب ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو ٻيو قول لکيل آهي: "وَالَّذِيْ نَفْسِيْ بِيَدِهٖ لَقَرَابَةُ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ أَحَبُّ إِلَيَّ أَنْ أَصِلَ مِنْ قَرَابَتِيْ" (ان ذات جو قسم آهي، جنهن جي قدرتي هٿ ۾ منهنجو ساهہ آهي تہ البت رسول الله ﷺ جي قرابت مون کي پنهنجي قرابت ڳنڍڻ کان وڌيڪ پياري آهي.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه جي دل ۾ بہ حضور عليه الصلاة والسلام جي قرابت سان عقيدت ۽ بيحد محبت هوندي هئي. جيئن صحيح بخاري شريف ۾ حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ : "أَنَّ عُمَرَ بْنَ الْخَطَّابِ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ كَانَ إِذَا قَحَطُوا اسْتَسْقَى بِالْعَبَّاسِ بْنِ عَبْدِ الْمُطَّلِبِ فَقَالَ اللّٰهُمَّ إِنَّا كُنَّا نَتَوَسَّلُ إِلَيْكَ بِنَبِيِّنَا فَتَسْقِيْنَا وَإِنَّا نَتَوَسَّلُ إِلَيْكَ بِعَمِّ نَبِيِّنَا فَاسْقِنَا قَالَ فَيُسْقَوْنَ" يعني بلاشڪ (حضرت) عمر جي دور ۾ جڏهن ماڻهو ڏڪار ۾ هوندا هئا تہ (حضرت) عمر بن خطاب رضي الله عنه (حضرت) عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنه جي وسيلي سان مينهن جي لاءِ دعا گهرندو هو پوءِ چوندو هو تہ: يا الله! اسين توڏانهن پنهنجي نبي ﷺ سان وسيلو وٺي توکان (مينهن وسڻ لاءِ ) دعا گهرندا هئاسون پوءِ تون اسان کي پاڻي پياريندو (مينهن وسائيندو) هئين ۽ هاڻي توڏانهن پنهنجي نبي ﷺ جي چاچي سان وسيلو وٺي دعا گهرون ٿا پوءِ اسان تي (مينهن وسائي) پاڻي پيار. راويءَ جو بيان آهي تہ پوءِ (مينهن وسائي) پاڻي پياريا ويندا هئا.

**سوال:** حديث ۾ جن قرابت وارن جو ذڪر آهي، انهن مان مراد ڪير آهي؟

جواب: علامہ نورالحق دهلوي بخاري جي فارسي شرح ۾ لکيو آهي:
”مراد از قرابت پیغمبر خدا کسی است کہ منتسب است بعبدالمطلب و مومن است چنانچہ علی مرتضیٰ وابناء او رضی اللہ عنہم (تيسير القاري: ج ٣ ص ٤٥ طبع علوي لکنؤ سن ١٣٠٢ھ) يعني حضور عليه الصلوٰة والسلام جي قرابت وارن مان مراد اهو آهي، جيکو عبدالمطلب (نبي پاک عليه الصلوٰة والسلام جي ڏاڏي) ڏانهن (اولاد هجڻ جي لحاظ سان) نسبت کيل آهي. جيئن علي المرتضيٰ ۽ ان جا پٽ رضي الله عنهم.

علامہ قسطلاني بخاري جي شارح قرابت وارن مان مراد ذکر کندي لکيو آهي تہ ”كَعَلِيٍّ وَ بَنِيْهِ“ (ارشاد الساري: ج ص) يعني علي ۽ ان جي پٽن وانگر. مذکور باب جي شرح ۾ علامہ ابن حجر فتح الباري ۾ ۽ علامہ عيني عمدة القاري ۾ انهن سيني حضراتن جا نالا بہ لکيا آهن، جيکي حضرت عبدالمطلب جي اولاد مان ان وقت زنده هيا ۽ کين رسول الله ﷺ جي قرابت ۾ نسبت حاصل آهي، انهن ۾ حضرت مسلم بن عقيل بہ شامل آهي، جيکو صورت مبارک جي سونهن ۾ حضرت حبيب کريم ﷺ سان ملندڙ جلندڙ هو ۽ حضرت عبدالله بن جعفر طيار جا فرزند حضرت عون ۽ حضرت محمد بہ هئا.

انهن کي پڙهڻ کان پوءِ اهي کم بہ سوچيو، جيکي يزيد جي حکم ۽ رضا تي انهن سان کيا ويا، ڇو تہ سندس مقرر کيل امير ۽ لشکرن جا اڳواڻ سندس حکم جا ئي تابع هيا. مشهور ڳالهہ آهي تہ جڏهن عبدالله بن زياد ملعون وٽ سيدنا حضرت حسن پاک رضي الله عنه جو سر مبارک آندو ويو تہ ان کميٽي سندن چپن مبارکن تي هٽ وارو لکڻ هڻڻ شروع کيو ۽ سندن حُسن مبارک جي لاءِ توهين آميز الفاظ کديا هئا.
حضرت حسين رضي الله عنه جو حُسن کيئن هو حضرت انس رضي الله عنه جو بيان پڙهو.
محدّث بخاري حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي: ”كَانَ أَشْبَهَهُمْ بِرَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ“ (صحيح بخاري: مناقب الحسن والحسين ج ١ ص ٣٥) مسند بزار ۾ هک بي

سَنَدَ سان حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: "فَقُلْتُ لَهٗ اِنِّيْ رَاَيْتُ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله عليه وسلم يَلْثِمُ حَيْثُ تَضَعُ قُضَيْبَكَ قَالَ فَانْقَبَضَ" (حضرت انس فرمايو تہ) پوءِ مون يزيد کي چيو تہ مون (انهن پاڪ چپن کي) جتي تنهنجو لڪڻ رکيل آهي، رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي (چميون ڏيندي) چوسيندي ڏٺو هو. پوءِ (ان اهو لڪڻ کڻي ورتو) ۽ گهنجي رهجي ويو.

المعجم الطبراني ۾ حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ "فَجَعَلَ قُضَيْبًا فِيْ يَدِهٖ فِيْ عَيْنِهٖ وَاَنْفِهٖ فَقُلْتُ ارْفَعْ قُضَيْبَكَ فَقَدْ رَاَيْتُ فَمَ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله عليه وسلم فِيْ مَوْضِعِهٖ" (فتح الباري: باب مذکور جزء ٢١ ص ١٤٧) يعني ابن زياد بدنهاد جي هٿ ۾ بہ لڪڻ هو، جنهن کي اهو (حضرت) حسين رضي الله عنه جي (پاڪ) اک ۽ (پاڪ) نڪ ۾ هڻي رهيو هو (۽ اهو ڏسي) مون ان کي چيو تہ پنهنجو لڪڻ مٿي ڪر. مون انهن جاين تي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي (پاڪ) وات (مبارڪ) کي ڏٺو هو. يعني انهن جاين کي چمي رهيا هئا.

مسلمان ڀائرو! حضور صلى الله عليه وسلم جي قرابت جو حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما کي ڪيترو خيال هو، سو بہ اوهان پڙهيو (جيئن لکي آيا آهيون) ان جي برخلاف يزيد ۽ ان جي ڪامورن جو جيڪو رويو هو سو بہ اوهان پڙهيو.

علامہ نورالحق دهلوي صحيح بخاري جي فارسيءَ ٻوليءَ ۾ شرح لکندي لکيو آهي تہ "در شرح ايں قضيه جانگزا جگر آب شده و قلم از دست او فتاد... از حوصله طبع مسلمانی بيرون است کہ اشاره بآں توان نمود" (تيسير القاري: ج ٣ ص ٣٦٤) يعني هن ساهہ کي ڳاريندڙ واقعي جي کولي لکڻ کان جگر پاڻي تي وڃي ٿو ۽ قلم هٿ مان ڪري پوي ٿو... ان جو تفصيل سان لکڻ تہ ڇا، ان جو اشاري سان ذڪر ڪرڻ بہ حوصله طبع کان ٻاهر آهي.

مسلمان ڀائرو! جن پيارن جي محبت اسان جو ايمان آهي، جن جي محبت سان صحابي سڳورا رضي الله عنهم اجمعين ڀرپور هئا، يزيد انهن جي ڪيتري

بي ادبي ڪرائي ۽ ڪئي ان کي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته: يزيد وڏو ازلي بدبخت هو. علامه عبدالله بن محمد بن عامر شهراوي شافعي لکيو آهي ته

" لاريب ان الله سبحانه وتعالىٰ قضىٰ علىٰ يزيد بالشقاوة فقد تعرض لأل البيت الشريف بالاذىٰ فارسل جنده لقتل الحسين و قتل الحسين و سبى حريمه واولاده وهم اكرم اهل الارض حينئذ على الله سبحانه" (الاتحاف بحب الاشراف: ص ۱۸ طبع مصطفىٰ بابي حلبي مصر ۱۳۱۸هـ) يعني ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته الله تعالىٰ يزيد جي لاءِ (پنهنجي قدرتي علم جي لحاظ سان ته ان کان ظلم ظاهر ٿيندا) بدبخت هجڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو. اهو اهل بيت جي ايذاءَ جي پٺيان پيو ۽ پنهنجي لشڪر کي (حضرت) حسين جي شهيد ڪرڻ جي لاءِ موڪليائين (حضرت) حسين شهيد ڪيو ويو ۽ ان جي پرديدار عورتن ۽ اولاد کي قيدي بنايو ويو حالانڪ اهي ان وقت الله تعالىٰ جي زمين تي الله وٽ سيني کان وڌيڪ عزت وارا هئا.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جي صحابي حضرت معقل بن يسار رضي الله عنه وٽ جڏهن عبيدالله بن زياد طبع پرسيءَ لاءِ آيو ته پاڻ ان کي نصيحت ڪندي حديث ٻڌايائين ته "رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته: "مَا مِنْ عَبْدٍ يَسْتَرْعِيْهِ اللّٰهُ رَعِيَّةً فَلَمْ يُحِطْهَا بِنَصِيْحَةٍ لَمْ يَجِدْ رَائِحَةَ الْجَنَّةِ" (صحيح بخاري: باب من استرعىٰ رعية فلم ينصح ج ۶ ص ۲۶۱۴) يعني ڪو ٻانهو (الله عزوجل جي) رعيت جو حاڪم بنايو ويو پوءِ انهن جي خيرخواهي نه ڪيائين ته جنت جي خوشبوءِ به نه لهندو.

پر ان نصيحت هوندي به ابن زياد ايترا ظلم ڪيا، جن سان تاريخ جا ورق پريا پيا آهن. اهو قول به مشهور آهي ته ابن زياد جو پيءُ زياد بن سميه زنا جو ڦر هو، پاڻ کي ان زانيءَ جي بجاءِ ڪنهن ٻئي جو پٽ سڏائيندو هو ۽ پيءُ کان سواءِ ٻئي جو پٽ سڏائڻ واري تي جنت حرام

آهي. جڏهن صحيح مسلم ۾ حضرت عثمان بن نهدي کان روايت آهي تہ مون پنهنجن ڪنن سان حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان رسول الله ﷺ جن جو هيءُ فرمان ٻڌو تہ ”جنهن اسلام ۾ پنهجي پيءُ کان سواءِ ٻئي پٽ هجڻ جي دعويٰ ڪئي، حالانڪ هو اها ڳالھ ڄاڻي بہ ٿو تہ اهو سندس پيءُ ناهي، پوءِ ان شخص تي جنت حرام آهي“.

(صحيح مسلم: باب بيان حال من رغب عن ابيه وهو يعلم: ج١ص ٥٧)

ان جي ڪري صحابہ ڪرام مان اسي سيڪڙي تہ يزيد جي بيعت نہ ڪئي هئي ۽ انهن مان ويھ سيڪڙو جن بيعت ڪئي هئي تن بہ سندس بدڪرداري ڏسي بيعت ٽوڙي ڇڏي هئي. جڏهن يزيد کي انهن جي بيعت ٽوڙڻ جي خبر پئي تہ غصي ۾ اچي مدينہ منوره ۽ مڪ مڪرمہ تي حملا ڪرائي ڪيترن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو هئائين جيئن هن ڪتاب جي پڙهندڙن تي واضح آهي.

علامہ شمس الدين سرخسي ”سير ڪبير“ ۾ لکيو آهي تہ ”إذا عدل السلطان فعلى الرعية الشكر وللسلطان الأجر وإذا جار فعلى الرعية الصبر وعلى السلطان الوزر“ (سير ڪبير: ج١ص ١٠٨) ۽ صحابہ ڪرام جي هڪ جماعت جو قول آهي تہ بادشاھ جيڪڏهن عدل ڪري تہ رعيت کي شڪر ڪرڻ گهرجي ۽ بادشاھ کي اجر ملندو ۽ جيڪڏهن ظلم ڪري تہ رعيت کي صبر ڪرڻ گهرجي ۽ بادشاھ تي ان گناھ جو بار آهي ۽ رعيت ان جي ڪري صبر ڪري جو باشاھ سان ٽڪر کائڻ ۾ وڏيڪ خونريزي ٿيندي ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ اقتدار جي منتقلي ۾ ڪاميابي نہ ٿئي ۽ ماٺهو وڏيڪ ظلم ۽ تشدد جو شڪار ٿين. ان جي ڪري ئي جڏهن يزيد حڪومت جون واڳون سنڀاليون هيون تہ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما فرمايو هو تہ: جيڪڏهن ڀلا ڪم ڪندو تہ الله عزوجل جو شڪر ڪنداسون ۽ جيڪڏهن مصيبت بنجندو تہ صبر ڪنداسون. ان ڪان پوءِ قرآن ڪريم جي هيءَ آيت پڙهيائين: ”فَإِنْ تَوَلَّوْا فَإِنَّمَا عَلَيْهِ مَا حُمِّلَ وَعَلَيْكُمْ مَا

حُمِّلْتُمْ" (سورة النور: آيت ٥٤) پوءِ جيڪڏهن منهن موڙيندا تہ ان تي اهو آهي جيڪو ڪٽايو ويو ۽ اوهان تي اهو آهي جيڪو اوهان ڪٽايا ويا آهيو.

(سير ڪبير ج ١٠ ص ٨١)

ڪنهن بہ صحابي رضي الله عنه کان يزيد جي تعريف ۽ ان جي ڪردار کي صحيح چوڻ يا ان سان محبت سان ساٿ ڏيڻ ثابت ناهي، بلڪ انهن جو پنهنجي آقا حضور ﷺ جي حڪم تي عمل هو. ترمذي ۽ نسائي حضرت ڪعب بن عجره رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ:

قَالَ لِيْ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ "أُعِيْذُكَ بِاللهِ مِنْ اِمَارَةِ السُّفَهَاءِ" قَالَ: وَمَا ذَاكَ يَا رَسُوْلَ اللهِ قَالَ: "مَنْ دَخَلَ عَلَيْهِمْ فَصَدَّقَهُمْ بِكَذِبِهِمْ وَأَعَانَهُمْ عَلٰى ظُلْمِهِمْ فَلَيْسُوْا مِنِّيْ وَلَسْتُ مِنْهُمْ وَلَنْ يَرِدُوْا عَلَيَّ الْحَوْضَ وَمَنْ لَّمْ يَدْخُلْ عَلَيْهِمْ وَلَمْ يُصَدِّقْهُمْ بِكَذِبِهِمْ، وَلَمْ يُعِنْهُمْ عَلٰى ظُلْمِهِمْ فَأُولٰئِكَ مِنِّيْ وَأَنَا مِنْهُمْ وَأُولٰئِكَ يَرِدُوْنَ عَلَيَّ الْحَوْضَ"

(مشڪواة: ڪتاب الامارة الفصل الثاني ص ٣٢٢) ي

يعني مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "مان توکي بيوقوفن جي امير هجڻ (جي فتني) کان الله جي پناهہ ۾ تو رکان. ان عرض ڪيو تہ: يا رسول الله ﷺ! اهو ڇا آهي؟ فرمايائون تہ "اهي امير جيڪي مون کان پوءِ ايندا جيڪي انهن وٽ ويا انهن جي ڪوڙ تي بہ انهن کي سچو چيائون سندن ظلم جي ڪمن ۾ مدد ڪيائون تہ نہ اهي مون مان آهن ۽ نہ مان انهن مان آهيان اهي مون وٽ حوض (ڪوثر) تي ڪڏهن بہ نہ ايندا ۽ جيڪو انهن وٽ نہ ويو ۽ نہ ڪوڙ ۾ انهن کي سچو چيائين ۽ نہ سندن ظلم ۾ مدد ڪيائين اهي مون مان آهن ۽ مان انهن مان آهيان ۽ مون وٽ حوض (ڪوثر) تي اهي ئي ايندا.

مسلمانو! هن حديث جي مفهوم کي ذهن ۾ رکي غور ڪندؤ تہ حقيقت ڪلي سامهون ايندي. آقا عليه الصلوٰة والسلام جي اصحابن پيارن رضي الله عنهم اجمعين مان ڪنهن بہ صحابي يزيد جي ڪنهن ظلم يا ڪوڙ کي نہ صحيح چيو ۽ نہ ان

جي بدڪرداري جي واقعن جو ساڃ ڏنو ۽ نہ مڪ مڪرمہ تي حملي ڪرڻ ۾ ان جو ساٿ ڏنو، بلڪ ڏک ڏسندي جڏهن بہ انهن کي موقعو مليو تہ ظالمن کي حق چيو ۽ کين سندن بدڪرداري تي متنبه ڪيو کين تڪليفون بہ مليون ڌمڪيون بہ ڏنيون ويون، پر حق جا علمبردار حق چوڻ کان باز نہ آيا ۽ يزيد جي ڪڌن ڪرتوتن کان سخت نفرت ڪندا رهيا.

محدث بخاري روايت آندي آهي تہ: هڪ شخص حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان سوال ڪيو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو احرام جي حالت ۾ مک کي ماري وجهي تہ ان جي متعلق ڪهڙي فتويٰ آهي (اهو سوال ڪندڙ عراق جو هو) جواب ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما فرمايو تہ "عراق وارا مک جي متعلق پڇن ٿا، حالانڪ انهن (سيدنا) رسول الله ﷺ جي نياڻي جي پٽ (حضرت حسين رضي الله عنه) کي شهيد ڪيو، جن جي لاءِ رسول الله ﷺ فرمايو هو: "هُمَا رَيْحَانَتَايَ مِنَ الدُّنْيَا" اهي منهنجي لاءِ خوشبودار گل آهن. (صحيح بخاري: ج ا ص ٥٣٠ مناقب الحسن والحسين)

الغرض تہ ڪنهن بہ صحابيءَ يزيد جو ساٿ نہ ڏنو نہ ڪربلا ۾ ۽ نہ حره جي واقعہ ۾ ۽ نہ مڪ مڪرمہ جي مٿان حملي جي دوران، بلڪ جنهن صحابيءَ کي موقعو مليو، تہ اهو انهن ظالمن سان لڙيو ۽ وڙهيو. اها ڳالهہ بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ سيدنا حضرت حسين ڪوفي ڏانهن جنگ ڪرڻ جي لاءِ نہ ٿي ويو، جو صحابي ساٿ ڏين ها اهو تہ ڪوفين جي خطن لکڻ جي ڪري وڃي رهيو هو تہ مٿان اتي پهچڻ کان پوءِ مصطفوي نظام لاءِ راهہ هموار ٿي پئي. ڪوبہ صحابي سڳورو رضي الله عنه يزيد جو حامي يا ساٿي نہ هيو، مگر بعد ۾ اچڻ وارن کي الائي ڇو يزيد جي ياري وٽي وئي آهي، جو ان کي "سيدنا" يا "امير المومنين" چوڻ ۽ ان جي حمايت ۾ ڪتابن لکڻ جو ٺيڪو ڪنيو اٿن.

سوال: اوهان کي يزيد کان نفرت آهي، پر حضرت امام حسين رضي الله عنه جو ڀاءُ حضرت محمد بن حنيفه رضي الله عنه تہ نہ صرف يزيد جي بيعت ڪئي پر ان تي

عائد ڪيل الزامن جي ترديد بہ ڪئي هئي. جيئن المنتقىٰ ڪتاب جي ص ٢١٨ تي لکيل آهي.

جواب: اها ڳالهہ بالڪل صحيح ناهي ڇو تہ "المنتقىٰ" ۾ البداية والنهاية جي حوالي سان نقل ڪيل آهي. "المنتقىٰ" حافظ ذهبي المتوفي سنہ ٧٤٧هہ جي تصنيف آهي ۽ البداية والنهاية ان جي شاگرد حافظ ابن ڪثير جي تصنيف آهي، جنهن جي وفات ذهبي کان پوءِ سنہ ٧٧٤ ۾ تي هئي. پوءِ پهريان لکڻ واري پوءِ لکڻ واري کان اها ڳالهہ ڪيئن ورتي ۽ مزي ۽ لطف جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ خود ان ڪتاب "المنتقىٰ" ۾ صراحت سان لکيل آهي تہ: "لم نعتقد انه من الخلفاء الراشدين كما قاله بعض الجهلة من الاكراد" (ص٢٧٩) يعني اسين اهو عقيدو ڪونہ ٿا رکون تہ اهو (يزيد) هدايت وارن خليفن (حاڪمن) مان هو جيئن بعض جاهلن ڪُردن جو عقيدو آهي.



# يزيد جي متعلق امت مسلم جي اڪابرين جا اقوال ۽ ارشاد

يزيد جي ڪردار ظلم، جبر، قتل وغيره ڪي سوچي پوء قرآن ڪريم جي آيتن ۽ نبوي حديثن (عليٰ قائلها الصلوات والسلام) ۾ جيڪي ظلمن جون سزائون عذاب ۽ لعنتون بيان ٿيل آهن، اهي ڏسجن ٿيون ته صاف معلوم ٿئي ٿو ته اهو انهن سيني ڳالهين جو لائق ۽ مستحق آهي. ان جي متعلق قرآني ارشاد ۽ حبيب ڪريم ﷺ جا فرمان ئي ٻڌائين ٿا ته وڏو بدبخت هو، پر جڏهن ته امت مسلم جي اڪابر علماء جي لکت به مٿين دليلن جي بنياد تي اسان لاء اهم آهي، ان جي ڪري هاڻي انهن جا اقوال ذڪر ڪجن ٿا.

**سوال:** امت مسلم جي اڪابر علماء ۽ فضلاءَ جي لکت ۽ تحقيق ميڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

**جواب:** قرآن پاڪ ۽ نبوي ارشادات جي روشنيءَ ۾ پنهنجن صالحن بزرگن جي رستي تي هلڻ به نهايت اهم آهي، ان جي لاء ڪجهه دليل لکجن ٿا اميد ته هن ڪتاب کي پڙهندڙ پائر مطمئن ٿيندا.

## قرآن پاڪ مان دلائل

**دليل①** الله تعاليٰ جڏهن قرآن ڪريم ۾ پنهنجن مومن ٻانهن کي سڌي راهه تي هلڻ جي لاء دعا گهرڻ جو حڪم ڪيو "اِهۡدِنَا الصِّرَاطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ" (يا الله اسان کي سڌي واٽ تي هلاء) ته اتي ان جي وضاحت ڪندي اهو به فرمايائين: "صِرَاطَ الَّذِيۡنَ اَنۡعَمۡتَ عَلَيۡهِمۡ" (انهن جي واٽ جن تي تو نعمت ڪئي آهي) مطلب ته اسان کي پنهنجن نعمت ڪيلن ٻانهن جي رستي تي هلاء ۽ ٻئي جاء تي اهي نعمت ڪيل ٻانها بيان

کندي رب العزت ﷻ فرمايو: ”وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ الَّذِيْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ وَالصّٰلِحِيْنَ“ (سورة النساء: آيت ٦٩) ۽ جيڪو الله ۽ رسول جي اطاعت ڪندو، اهو انهن سان گڏ هوندو، جن تي الله نعمت ڪرڻ فرمائي آهي. نبين ۽ صديقن ۽ شهيدن ۽ صالحن مان.

هن مان معلوم ٿيو ته صالحن جو رستو به آهي، جنهن تي هلڻ جي دعا گهري ويندي آهي ۽ هن امت مسلمه مان صالح ٻانها اهي ئي اڪابر علماءِ فضلاءِ ۽ صلحاء مراد آهن.

**دليل ②** حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جهڙي محبوب هستي سيني انبياءَ ومرسلين جي سردار ﷺ کي به الله ﷻ اڳين نبين ٻلارن عليهم الصلوٰة والسلام جي ساڳي واٽ تي هلڻ جو ارشاد ڪندي فرمايو ”فَبِهُدٰىهُمُ اقْتَدِهْ“ (سورة الانعام: آيت ٩٠)(پوءِ انهن واري راهه هدايت تي هلو)

**دليل ③** مالڪ مٺي جو فرمان ذي شان آهي: ”وَاتَّبِعْ سَبِيْلَ مَنْ اَنَابَ اِلَيَّ“ (سوره لقمان آيت ١٥)(۽ ان جي واٽ جي اتباع ڪر جيڪو مون ڏانهن موٽيو)

مطلب ته الله ﷻ ڏانهن رجوع ڪندڙن ٻلارن ٻانهن جي اتباع ڪرڻ ۾ رب العزة عز اسمه راضي آهي. انهن جون هدايتون اسان جي لاءِ مشعل راهه آهن.

**دليل ④** الله جل مجده جو فرمان آهي: ”وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَنُدْخِلَنَّهُمْ فِي الصّٰلِحِيْنَ“ (سورة العنكبوت: آيت ٩) ۽ جن ايمان آندو ۽ صالح عمل ڪيا، پڪ اسين انهن کي صالحين ۾ داخل ڪنداسون.

هن آيت مان معلوم ٿيو ته صالحن ۾ داخل ٿيڻ الله ﷻ تي ايمان آڻڻ ۽ صالح عملن جو بدلو آهي. مالڪ مٺي وٽ صالحن ٻانهن جي ايڏي اهميت ۽ عزت آهي ۽ اهي جڏهن خداوندي بارگاهه جا ايترا پسند ڪيل ٻانها آهن ته سندن رستو ۽ هدايتون به اسان جي لاءِ رهنما ۽ رهبري ڪندڙ آهين.

دليل ⑤ رب العزت جلّ وعلا شانه جو ارشاد آهي: "وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاتَّبَعَتْهُمْ ذُرِّيَّتُهُمْ بِاِيْمَانٍ اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ" (سورة الطور: آيت ٢١) (۽ جن ايمان آندو ۽ سندن اولاد ايمان ۾ انهن جي اتباع ڪئي ته سندن اولاد کي ساڻن شامل ڪنداسون)

هن آيت مان واضح ٿيو ته ايمان وارن جو اولاد پنهنجن وڏن جي ايمان ۾ اتباع ڪرڻ جي ڪري انهن سان جنت ۾ گڏ هوندو ۽ اهو به معلوم ٿيو ته دين ۾ وڏن جي اتباع ڪي اهميت آهي، ان جي ڪري اسين به پنهنجن وڏن عالمن ۽ بزرگن جا اقوال لکي يزيد جي لاءِ اهو ئي فيصلو ڏيون ٿا، جيڪو انهن ڏنو آهي.

دليل ⑥ رب العزت ﷻ جو فرمان آهي: "وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ وَالَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُمْ بِاِحْسَانٍ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ" (سورة التوبه: آيت ١٠٠) (۽ اڳرائي ڪندڙن پهرين مهاجرن ۽ انصارن مان ۽ جن احسان سان سندن تابعداري ڪئي، الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي ان کان راضي ٿيا.)

هن قرآني ارشاد مان معلوم ٿيو ته اڳيان پهريان مهاجر ۽ انصار انهن کان ته الله ﷻ راضي آهي، پر جيڪي انهن جي اتباع ڪندا، انهن کان به راضي آهي. جيڪڏهن اڳين ۽ پلن بزرگن جي پويان هلڻ ۽ اتباع ڪرڻ ڪنهن ڪم جو نه هجي ها، ته خدا انهن جي پويان هلڻ وارن کان راضي نه ٿئي ها. ان جي ڪري اسين پنهنجن اڳين عالمن ۽ بزرگ هستين جا اقوال ۽ ارشاد لکي خدا جي ٻانهن کي معلومات مهيا ڪيون ٿا.

دليل ⑦ ارشاد رباني آهي: "فَادْخُلِيْ فِيْ عِبٰدِيْ ○ وَادْخُلِيْ جَنَّتِيْ○ (سورة الفجر: آيت ٢٩-٣٠) (پوءِ منهنجن ٻانهن ۾ داخل ٿي ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿي.)

هنن ٻن آيتن مان صاف صاف معلوم ٿي رهيو آهي ته الله ﷻ کي سندس ٻانها ايترا ته پيارا آهن، جو جنت ۾ انهن سان گڏ داخل ٿيڻ کي

الٰهي انعام سڏيو ويو آهي. جڏهن اهي قدسي صفات ۽ انها الله ﷻ وٽ ايڏو مقام ۽ مرتبو رکن ٿا، تڏهن اسين انهن جي بيانن ۽ ارشادن کي يزيد جي خلاف دلائل طور پيش ڪري رهيا آهيون.

دليل ⑧ قرآن پاڪ ۾ الله ﷻ جو فرمان عاليشان آهي: "وَمَنْ يُّشَاقِقِ الرَّسُوْلَ مِنْۢ بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُ الْهُدٰى وَيَتَّبِعْ غَيْرَ سَبِيْلِ الْمُؤْمِنِيْنَ نُوَلِّهٖ مَا تَوَلّٰى وَنُصْلِهٖ جَهَنَّمَ ۭ وَسَاۗءَتْ مَصِيْرًا۝ (سورة النساء: آيت ١١٥) (۽ جيڪو ان کان پوءِ جوان جي لاءِ هدايت واضح ٿي ۽ مومنن جي واٽ کان سواءِ ٻيءَ واٽ جي اتباع ڪندو ان کي اوڏانهن ڦيرائينداسون جيڏانهن ڦريو ۽ ان کي جهنم ۾ پهچائينداسون ۽ (اها) ڦري اچڻ جي نهايت بري جاءِ آهي)

المقصد ته مومنن جو رستو به الله ﷻ وٽ حق جو رستو آهي نه ته حضور ﷺ جي رستي جي مخالفت ڪرڻ کان پوءِ مومنن جي رستي جي مخالفت ذڪر ڪرڻ جو ڇا فائدو؟ ۽ امت جي عظيم عالمن ۽ بزرگن جو جيڪو فيصلو يزيد جي لاءِ آهي اهو ئي اسان جو به فيصلو آهي.

قارئين ڪرام! قرآن ڪريم جي واضح ارشادات مان ثابت ٿيو ته بعد ۾ اچڻ وارا اڳ ۾ آيلن صالحن سالڪن صادقن رباني عالمن جي هدايتن ۽ سندن رستي تي هلن. انهن وارا عقيدا رکي صالح عمل ڪري دارين جي سعادت حاصل ڪن. ائين ڪرڻ سان ڪين الله ﷻ جي رضا ۽ ديني دنيوي ڪامراني ۽ ڪاميابي حاصل ٿيندي ۽ آخرت ۾ به انهن سان گڏ جنت ۾ داخل ٿيندا.

## نبوي حديثن مان دلائل

دليل ① حضرت ابوسلمه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کان ڪنهن شخص قرآن ڪريم ۽ سندن سنت کان پوءِ ٽين هدايت واري واٽ جي متعلق عرض ڪري پڇيو ته پاڻ فرمايائون: "يُنْظَرُ فِيْهِ الْعَابِدُوْنَ

مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ" (سنن دارمي؛ ص٢٨) يعني مومنن مان عابدن جو رستوڏئو ويندو. مطلب تہ قرآن ڪريم ۽ حديث کان پوءِ مومنن عابدن جو رستو حق وارو رستو آهي.

**دليل②** حضور ﷺ جن جڏهن حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه کي يمن ڏانهن ٽي موڪليو تہ ڪيس فرمايو هيائون "ڪوبہ فيصلو ڪرين تہ اول الله ﷻ جي ڪلام قرآن ڪريم ڏانهن رجوع ڪجان پوءِ منهنجي سنت تي عمل ڪجان ۽ ان کان پوءِ "فَانْظُرْ مَا اجْتَمَعَ عَلَيْهِ النَّاسُ فَخُذْ بِهٖ" (سنن دارمي؛ ص ٢٤)(اهو ڏسجان جنهن تي ماڻهن جو اجماع هجي، ان کي وٺجان)

قارئين ڪرام! ماڻهن مان مراد اهل علم ۽ اهل فضل آهن جن کي اهميت هوندي آهي.

**دليل③** حضرت امير المومنين سيدنا عمر بن الخطاب رضي الله عنه پنهنجي خلافت جي دور ۾ پنهنجي مقرر ڪيل قاضي (جج) کي لکيو هو تہ: جڏهن تو وٽ ڪو فيصلو اچي تہ سڀ کان پهريان الله جي ڪتاب ڏانهن رجوع ڪجانءِ ان کان پوءِ مصطفوي سنت کي هدايت جي راهہ لاءِ رهنما سمجهجانءِ ان کان بعد "فَاقْضِ بِمَا قَضٰى بِهِ الصَّالِحُوْنَ" (نسائي شريف؛ ج٢ص ٣٠٢) (ان طرح فيصلو ڪجان جيئن صالح ٻانها فيصلو ڪري ويا آهن.

**دليل④** حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمايو: اي انسانو! جيڪڏهن اوهان جي سامهون ڪو فيصلو آندو وڃي تہ اول الله جي ڪتاب مطابق پوءِ رسول الله ﷺ جي سنت مطابق ان کان پوءِ انهيءَ طرح فيصلو ڪيو جيئن (الله ﷻ جي) صالحن ٻانهن ڪيو هجي. (نسائي شريف ج ٢ ص ٣٠٣)

الغرض تہ قرآن ڪريم جي آيتن ۽ هنن مذڪور روايتن مان هيءَ ڳالهہ صاف ظاهر آهي تہ صراط مستقيم ۽ صحيح فيصلو صرف ۽ صرف اهو آهي، جيڪو قرآن ڪريم، نبوي احاديث ۽ امت جي صالحن ٻانهن کان ثابت هجي، پر جيڪڏهن ڪنهن ۾ قرآن ڪريم ۽ احاديث

پاڪ جي پڙهيل نہ هجڻ جي ڪري انهن جي سمجھ ناهي تہ ان لاءِ صالحن جو طريقو بہ ڪافي آهي. انهن جو فيصلو حق جو فيصلو آهي، انهن جو عقيدو سچو ۽ صحيح عقيدو آهي. ان جي ڪري يزيد جي متعلق بہ انهن جي تحقيق قابل قبول آهي، جيڪا هتي لکجي ٿي.

## اُمُّ المومنين سيده عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جو فرمان

محبوب عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جي پياري ڪنوار امت جي فقيهه سيده عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا فرمايو: ”لَا بَارَكَ اللهُ فِيْ يَزِيْدِ الطَّعَّانِ اللَّعَّانِ“ (ماثبت من السنة في ايام السنة: ص ١٩٠) شال الله يزيد طعنا هڻندڙ لعنت ڪندڙ (جي خراب عمر ۾) برڪت نہ وجهي.

مطلب تہ الله تعالىٰ ان کي جلد ماري تان تہ ماڻهو ان ظالم جي ظلم کان محفوظ رهن. معلوم ٿيو تہ امان سائڻ ان پليد کان ايترو ناراض هئي، جو ان کي بددعائون ڏيندي رهندي هئي ۽ هيءَ حقيقت بہ مُسلّمه آهي تہ امان سائڻ حضرت امام حسين جي شهادت کان اڳي رحلت ڪري وئي هئي. پر پوءِ بہ ان ڪربلا جي واقعي جي اڳواڻ يزيد جي لاءِ بد دعائون ڪيون اهو ان ڳالھ جو يقيني ثبوت آهي تہ حضور صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جن ڪربلا جي واقعي کي بيان ڪرڻ سان گڏ ان واقعي جو ذميدار نالو وٺي يزيد کي قرار ڏنو هو. تڏهن اُمُّ المومنين يزيد تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪري ان کي بددعائون ڏئي رهي هئي جيڪڏهن حضور صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جن يزيد جو نالو نہ وٺن ها تہ امان سائڻ بہ ان کي نالو وٺي بددعا نہ ڏي ها. (جيئن حديثن جي باب ۾ مسند الفردوس جي روايت ۾ ٻين حوالن سان نقل ڪيل آهي) ۽ امان سائڻ جي هن بددعا مان اهو بہ ثابت ٿيو تہ ڪيس حضرت حسين رَضِيَ اللهُ عَنْهُ سان محبت هئي.

## سيدنا حيدر ڪرار ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ جو ارشاد

علامہ سبط ابن الجوزي ۽ علامه ابن الاثير ٻنهي حضرت علي المرتضىٰ ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ کان روايت آندي آهي تہ: پاڻ هڪ ڏينهن عمرو بن سعد

کي ان حال ۾ مليا، جو اهو نوجوان هو تہ کيس فرمايائون: اي ابن سعد! تنهنجي لاءِ ان ڏينهن هلاڪت هوندي، جنهن ڏينهن تون اهڙي مقام ۾ بيهندين جو تو کي اختيار هوندو تہ جنت اختيار ڪرين يا (جهنم جي) باهہ پر تون (جهنم جي) باهہ اختيار ڪندين. (تاريخ ابن الاثير: ج ۴ ص ۱۴)

علماء ڪرام لکن ٿا تہ اهو حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي عطا ٿيل علم غيب هو، جيڪو سندس ڪرامتن مان هجڻ سان گڏ يزيد جي ساٿي عمرو بن سعد جي جهنمي هجڻ جو اعلان بہ هو. عمرو بن سعد حضرت حسين جي خلاف لڙيو هو، جنهن کي اول ئي حضرت علي ٻڌايو هو تہ ”تون جهنم اختيار ڪندين“.

تم نے اجاڑا حضرت زہراء کا بوستان
تم خود اجڑ گئے تمہیں یہ بد دعا ملی

## حضرت امام حسين رضي الله عنہ جو فرمان

حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي پياري شان وارِي سيد شباب اهل الجنت سهڻي حضرت حسين رضي الله عنہ کي جڏهن يزيد جي بيعت لاءِ عرض ڪيو ويو تہ پاڻ ان جي بيعت جو انڪار ڪندي فرمايائين: ”لِأَنَّهٗ كَانَ فَاسِقًا مُدْمِنَ الْخَمْرِ ظَالِمًا“ (سر الشهادتين: ص ۳۶- سوانح کربلا: ص ۶۴) يعني (بيعت ان جي ڪري نہ ٿو ڪيان) جو اهو فاسق دائمًا شرابي ۽ ظالم آهي.

مولوي عبدالرب صاحب ديوبندي يزيد جي متعلق حضرت امام حسين ۽ حضرت ابن عباس رضي الله عنهم جي پاڻ ۾ گفتگو جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ ”حضرت امام حسين رضي الله عنہ نبوي مسجد ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کي ٻڌايو تہ ”مون کي (مدينہ منوره ۾ يزيد جي مقرر ڪيل گورنر) وليد گهرايو آهي، جيڪو مون کان يزيد جي بيعت طلب ڪندو. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کيس عرض ڪيو تہ ”پوءِ ڇا ارادو ڪيو اٿو؟ تہ

حضرت حسين فرمايو ” اهو شراب پيئي ٿو، زنا ڪري ٿو ان ڪي اڳواڻ بنائڻ ڪڏهن جائز آهي؟ (مرج البحرين: ص ۲۸۳)

مشهور مؤرخ علامه ابن خلدون، ابن جرير طبريؒ، ابن الاثير ۽ مولوي محمد يوسف ڪانڌلوي چئني حضرت امام عالي مقام جو هي خطاب نقل ڪيو آهي، جيڪو ان سندس ساٿ ۾ شهيد ٿيندڙن يائرن ۽ ٻچن ۽ عزيزن جي وچ ۾ بيهي جنگ شروع ٿيڻ کان پهريان حق جي اظهار ۽ يزيد جي بيعت نه ڪرڻ جو سبب بيان ڪندي فرمايو هو ته ”الا ان هٰؤلاءِ قد لزموا اطاعة الشيطان و تركوا اطاعة الرحمٰن واظهروا الفساد وعطلوا الحدود واستاثروا بالفئ واحلوا حرام الله و حرموا حلاله وانا احق من غيري “ (تاريخ ابن خلدون اردو: ج ۲ ص ۹۱- تاريخ طبري: ج ٦ ص ۲۲۹- تاريخ ابن اثير: ج ۴، ص ۴۸- حياة الصحابة: ج ۳ ص ۵۴۹)

مطلب ته هنن يزيدين شيطان جي اطاعت کي لازم ڪري ورتو آهي ۽ رحمٰن جي اطاعت کي ڇڏي ڏنو آهي. فساد قائم ڪيو آهي. اسلام جي حدن کي معطل ڪيو آهي. جنگ مان هٿ آيل مال کائي وڃن ٿا. الله تعاليٰ جي حلال ڪيل کي حرام ۽ حرام ڪيل کي حلال سمجهن ٿا. لهٰذا مون تي لازم آهي ته مان اهڙي ظالم ۽ جابر حاڪم جي خلاف اٿي ڪم ڪريان.

علامه مؤمن شبلنجي لکيو آهي ته: حضرت امام حسين جي ان خطاب جي دوران يزيدي اهل بيت اطهار جي پرديدارن جي لڱل تنبن ڏانهن وڌڻ لڳا ته پاڻ انهن کي هڪل ڏئي فرمايائون: ”ويحكم يا شيعة الشيطان! كفوا سفهاء كم عن الحريم “ (نورالابصار: ص ۱۴۴ طبع مصر-تنوير الازهار: ص ۲۳۱) يعني اي شيطان جا شيعو! پنهنجن بيحيائن کي پرديدارن ڏانهن وڃڻ کان روڪيو.

میں شیر ہوں گرج رہا ہوں کچھار میں
بلی نہیں کہ گھر میں کروں میاؤں میاؤں

## سيده زينب رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جو ارشاد

خاتون جنت جي جگر جي ٽڪري، شير خدا جي اکين جي نور حضرت حسن ۽ حسين جي پياري ڀيڻ سيده زينب رَضِيَ اللهُ عَنْهَا يزيد کي سامهون هي الفاظ فرمايا هئا: " اي يزيد! اسين عنقريب پنهنجي ناني حضرت نبي ڪريم ﷺ جي دربار ۾ پهچنداسون ۽ سندن خدمت ۾ اهي ڏک بيان ڪنداسون، جيڪي تنهنجي بي درد هٿن ڪان اسان کي پهتا آهن.
(صحابيات وعارفات ص ۱۴۲)

هزار خوف ہو لیکن زباں ہو دل کی رفیق
یہی رہا ہے ازل سے قلندروں کا طریق

## سيده سُڪينه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جو فرمان

سهڻي امام حضرت حسين رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي پاڪ نياڻيءَ جو هڪ فرمان مؤرخ ابن جرير مؤرخ ابن اثير ۽ علامه شبلنجي مصري آندو آهي ته "ڪربلا جي واقعي کان پوءِ جڏهن ماڻهو يزيد جي مخالفت ڪرڻ لڳا ۽ ان کي پنهنجي حڪومت ۾ خطرو محسوس ٿيو ته ان وري اهل بيت جي خدمت جو ڊرامو شروع ڪيو ته ماڻهو ڪيس بي ڏوهي سمجهن. سندس ڪربلا جي واقعي سان ڪو تعلق ناهي. پوءِ ان اهلبيت جي پاڪ پرديدارن کي پنهنجي محل ۾ رهائي، هر قسم جي خدمت ڪرائڻ شروع ڪئي. پر سُڪينه سائڻ ان جي هن حال کي ڏسي فرمايو: "ما رايت رجلا ڪافرا بالله خيرا من يزيد" (تاريخ طبري: ج۵ ص۳۶۴- تاريخ ڪامل ابن الاثير: ج۴ ص۸۶- نورالابصار: ص۲۷۰) يعني مون ڪوبه ماڻهو الله سان ڪفر ڪندڙ يزيد کان وڌيڪ ڀلو نه ڏٺو.

ثابت ٿيو ته سُڪينه سائڻ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جي نظر ۾ يزيد ڪافر هو.

ذیاب فی ثیاب لب پہ کلمہ دل میں گستاخی
سلام! اسلام ملحد کو کہ تسلیم زبانی ہے

## حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو ارشاد

حبر الامة، مفسر قرآن حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ڪربلا جي واقعي کان پوءِ حره جي واقعي کان پهريان يزيد کي ان وقت هڪ خط لکيو هو، جڏهن مديني وارن يزيد جي ۽ ان جي فاسق ۽ فجور جي خلاف بغاوت ڪئي هئي ۽ يزيد حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي حمايت حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪيس هڪ خط لکيو هو، جنهن ۾ ان جي خوشامد ڪئي هئائين. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما ان جي جواب ۾ هڪ ڏگهو خط لکيو هو، جنهن جا ڪجهه حصا هي آهن.

”ما اردت حمدك ولا ودّك ترانى كنت ناسيا قتلك حسينا... و كتابك الى ابن مرجانة تامره بقتله وانى لارجو من الله ان ياخذك عاجلا حيث قتلت عترة نبيه محمد صلى الله عليه وسلم و رضيت بذالك... وانى على يقين من الله ان يعذبكم كما عذب قوم عاد و ثمود و قوم لوط و اصحاب مدين... فالويل لك من ديان يوم الدين... فوالله لنظفرن غدا بين يدى الحاكم العدل الذى لا يجور فى حكمه وياخذك سريعا الينا ويخرجك من الدنيا مذموما مدحورا اثيما“

(تذڪرة الخواص: ص۲۳۲- الڪامل في التاريخ: ج۴ ص۵)

يعني تو کي خط جي جواب ڏيڻ مان مون نه تنهنجي حمد جو ارادو ڪيو آهي ۽ نه تنهنجي دوستي جو. ڇا تون مون کي ائين ڏسين ٿو ته تنهنجي طرفان (حضرت) حسين جي قتل ڪرائڻ کي مان وساري ويٺو آهيان... ۽ مون اهو به وساري ڇڏيو آهي ته تو ابن مرجانه (عبدالله بن زياد) کي خط لکيو هو جنهن ۾ تو ان کي (حضرت) حسين جي شهيد ڪرڻ جو امر ڪيو هو؟ ۽ مان الله ۾ اميد رکان ٿو ته اهو تو کي جلد پڪڙيندو جو تو ان جي نبي (حضرت) محمد ﷺ جي اولاد کي قتل ڪرايو آهي ۽ ان تي

راضي رهيو آهين... ۽ مان الله تعالىٰ ۾ يقين رکان ٿو ته اهو اوهان کي ائين عذاب ڪندو جيئن عاد جي قوم ۽ ثمود جي قوم، لوط جي قوم ۽ مدين وارن کي عذاب ڪيو هئائين پوءِ تنهنجي لاءِ قيامت جي ڏينهن سزا ڏيندڙ (الله) جي طرفان ويل (هلاڪت) آهي.... الله جو قسم آهي ته اسين صبحاڻي عدل واري حاڪم جي اڳيان جيڪو پنهنجي حڪم ۾ ظلم نه ڪندو ڪامياب ٿينداسون ۽ اهو تو کي اسان جي ڪري جلد پڪڙيندو ۽ توکي دنيا مان مذمت ڪيل تڙيل گنهگار ڪري ٻاهر ڪڍندو.

**سمجهاڻي:** حضرت ابن عباس رَضِيَ اللهُ عَنْهُمَا جو اهو مڪتوب (خط) ڪيترن مسئلن کي واضح ڪري رهيو آهي ① ته ڪيس يزيد کان گهڻي نفرت هئي. ② ته پاڻ حضرت امام حسين رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي شهيد ڪرڻ جو ذميدار يزيد کي قرار ڏنو اٿس. ③ ته يزيد ئي خضرت حسين جي شهيد جو ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ④ ته پاڻ دنيا ۾ يزيد جي ظلمن جو ان کان حساب وٺي نه ٿي سگهيو، پر الله جي بارگاهه مان ان کي سزا ملڻ جو پڪو يقين رکندڙ هو. ⑤ ته پاڻ يزيد جي طرفان ان گناهه کان توبه ڪرڻ جو به اميدوار نه هو. ⑥ ته الله تعالىٰ جي طرفان يزيد کي خوار ڪرڻ ۽ ذليل ڪرڻ جي تمنا رکندڙ هو. ⑦ ته پاڻ يزيد ۽ ان جي سائين کي عاد ثمود لوط جي قوم ۽ مدين وارن وانگر عذاب جو مستحق سمجهي رهيو هو.

## حضرت عبدالله ابن عمر رَضِيَ اللهُ عَنْهُمَا جو فرمان

حضرت ابن عمر رَضِيَ اللهُ عَنْهُمَا کان جڏهن يزيد جي بيعت نه ڪرڻ جو سبب پڇيو ويو ته فرمايائين: "نبايع من يلعب بالقرود والكلاب ويشرب الخمر ويظهر الفسوق؟ ما حجتنا عندالله" (تاريخ يعقوبي: ج٢ص٢٢٨) يعني جيڪڏهن اسين اهڙي شخص جي بيعت ڪيون جيڪو ٻولڙن ۽ ڪتن سان راند ٿو ڪري شراب پيئي ٿو ۽ کليل فاسق آهي ته پوءِ الله وٽ اسين ڪهڙي حجت پيش ڪنداسون.

## حضرت عبدالله بن زبير رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمَا جو فرمان

حضرت موصوف جڏهن سيدنا امام حسين رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جي شهادت جي خبر ٻڌي ته هڪ مختصر خطاب ڪندي فرمايائين: ”فَرَحِمَ اللّٰهُ حُسَيْنًا وَ اَخْزٰى قَاتِلَهٗ وَلَعَنَ مَنْ اَمَرَ بِذَالِكَ وَ رَضِيَ بِهٖ“ (تذكرة الخواص: ص٢٦٨) يعني شال الله حسين تي رحمت ڪري ۽ ان جي قاتل کي خوار ڪري ۽ ان تي لعنت ڪري جنهن ان جي قتل ڪرڻ جو امر ڪيو ۽ ان تي راضي ٿيو.

سندس ٻيو فرمان آهي ته ”اَمَا وَاللّٰهِ مَا كَانَ يُبَدِّلُ بِالْقُرْاٰنِ غَيًّا وَلَا بِالْبُكَاءِ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ وَلَا بِالصِّيَامِ شُرْبَ الْخَمْرِ وَلَا بِالْمَجَالِسِ فِيْ حَقِّ الذِّكْرِ بِكِلَابِ الصَّيْدِ يَعْرِضُ بِيَزِيْدَ فَسَوْفَ يَلْقَوْنَ غَيًّا“ (الكامل في التاريخ: ج٤ ص ٤٠) يعني الله جو قسم ته حضرت حسين قرآن ڪريم جي بجاءِ گمراهيءَ ڏانهن سڌڻ وارو نه هو ۽ پاڻ الله جي خوف کان روئڻ، زاري ڪرڻ ۽ روزن رکڻ جي بجاءِ شراب پيئڻ کي ۽ ذڪر جي محفلن جي بجاءِ ڪتن سان راند اختيار ڪندڙ نه هو. انهن منفي ڪردار ڪندڙن مان سندس اشارو يزيد ڏانهن هو. اهي جلد جهنم ۾ داخل ٿيندا.

علامه ڪمال الدين محمد بن موسي دميري لکيو آهي ته ”و عاب يزيد بشرب الخمر واللعب بالكلاب والتهاون بالدين“ يعني حضرت عبدالله بن الزبير رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمَا يزيد جي شراب پيئڻ ۽ ڪتن سان رانديون ڪرڻ ۽ دين سان تهاون (سُستي) ڪرڻ وارا عيب بيان ڪيا. حره جي واقعي کان پهريان جڏهن يزيد مديني وارن کان بيعت جي طلب ڪئي ته حضرت عبدالله بن الزبير رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمَا جواب ۾ فرمايو ته ”لَا طاعةَ لمخلوق فى معصية الخالقِ وقد فسد علينا ديننا“ (تاريخ يعقوبي: ج٢ ص٢٢٨ طبع بيروت) ۽ الله جي بي فرماني ۾ مخلوق جي ڳالهه ڪانه مڃبي ۽ يزيد اسان تي دين کي فاسد ڪري ڇڏيو آهي.

علامه بلاذري لکيو آهي تہ "بسط ابن الزبير لسانه فی يزيد بن معاوية وتنقدمه و قال بلغنی انه يصبح السکران ويمسی کذالك" (انساب الاشراف: ج۴ ص ۲۹- حيواة الحيوان: ج۱ ص ۶۰) يعني حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما يزيد جون برايون بيان ڪرڻ شروع ڪيون تہ ٻڌايائون: مون کي خبر پهتي آهي تہ اهو صبح ۽ شام نشي ۾ آهي. جڏهن مڪ مڪرمہ تي شام وارن (يزيد جي لشڪرين) گهيرو ڪيو ۽ اوچتو يزيد جي موت جي خبر پهتي تہ حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما انهن کي سڏي فرمايو: "يا اهل الشام قد اهلك طاغيتکم" (البداية والنهاية: ج۸ ص ۲۲۶) يعني اي شاميو! اوهان کي گمراهہ ڪندڙ هلاڪ ٿي ويو.

آئين جوانمردان حق گوئی و بیباکی
اللہ کے شیروں کو آتی نہیں روباہی

## حضرت منذر رضي الله عنه جو بيان

علامہ سمهودي حضرت منذر رضي الله عنه جي بيان ۾ آندو آهي ان فرمايو تہ "والله انه يشرب الخمر والله انه يسکر حتی يدع الصلوٰة" (وفاء الوفاء: ج۱ ص۸۹) يعني الله جو قسم آهي تہ اهو شراب پيئي ٿو الله جو قسم آهي تہ ايتري نشي ۾ ٿو رهي جو نماز ڇڏي ٿو ڏي.

## حضرت عبدالله بن حنظلة رضي الله عنهما جو فرمان

ڪيترن مؤرخن حضرت عبدالله بن حنظلة رضي الله عنهما جي يزيد جي خلاف وڏي تقرير لکي آهي، جنهن جا هي الفاظ خاص توجهہ جي قابل آهن: "والله ماخرجنا علیٰ يزيد حتی خفنا ان نرمی بالحجارة من السماء انه رجل ينکح الامهات والبنات والاخوات ويشرب الخمر" (تاريخ ابن عساکر: ج۷ ص ۲۷۴ طبع بيروت- طبقات ابن سعد: ج۵ ص ۶۶- تذکرة الخواص: ص۲۸۸-

ما ثبت من السنة: ص٢٧) يعني الله جو قسم آهي تہ اسان يزيد جي خلاف تڏهن اٿيا آهيون جڏهن اسان کي ڊپ ٿيو تہ متان آسمان کان پٿر وسايا وڃن اهو (يزيد) اهڙو مڙس آهي جيڪو مائرن ڌيئرن ۽ ڀينرن سان نڪاح جائز قرار ڏي ٿو ۽ شراب بہ پيئي ٿو.

علامہ ابن حجر مڪي هيترو وڌيڪ بہ لکيو آهي تہ "ويقتل اولاد آل ياسين ولم يبارك الله في عمره" (الصواعق المحرقة: ص٢٢١) يعني هو حضور ﷺ جي اولاد کي قتل ڪري ٿو. شال الله ان جي عمر ۾ برڪت نہ وجهي.

کیوں میری گفتگو سے بگڑتے ہو بے سبب
اظہارِ واقعات ہے، کوئی گلہ نہیں

## حضرت عبدالله بن ابي عمر رضي الله عنه جي شاهدي

علامہ سمهودي حضرت مذڪور جو بيان آندو آهي تہ ان يزيد جي لاءِ فرمايو: "عَدُوُّ اللهِ سَكِيْرٌ" (وفاء الوفاء: ج١ ص٨٩) يعني الله جو دشمن نشائي آهي.

## مدينہ منوره جي معززن جو فيصلو

وڏن وڏن مؤرخن لکيو آهي تہ يزيد مدينہ منوره تي مقرر ڪيل پنهنجي امير کي لکيو تہ مدينہ وارن جو هڪ وفد مون ڏانهن موڪل تہ مان انهن جا خيالات معلوم ڪيان ۽ انهن جي خدمت ڪري انهن کي مالي مدد ڏئي سندن دليون جيتي وٺان. ان هڪ وفد موڪليو. جڏهن اهي يزيد کان واپس ٿي مدينہ منوره ۾ پهتا تہ يزيد کان نفرت جو اظهار ڪندي ان جا عيب بين ڪي بہ ٻڌائيندي فرمايائون "اسين ان شخص وٽان اچون پيا جنهن وٽ دين آهي ئي ڪونہ. شراب پيئي ٿو. طنبورا وڄرائي ٿو. ان وٽ بدڪردار عورتون هونديون آهن. ڪتن سان راند ڪري ٿو ۽ ان وٽ ويڙهاڪ (ڏاڙيل) رهن ٿا.

(البداية والنهاية: ج٨ - الكامل لابن الاثير: ج ٣ ص ١٠٣ - وفاء الوفا: ج١ ص٨٩)

## حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جو فيصلو

كيترن وڏن عالمن محدثن مؤرخن لکيو آهي تہ "هڪ ماڻهو حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جي اڳيان يزيد کي "امير المؤمنين" سڏيو تہ ان تي سخت ڪاوڙ ڪندي، ڪيس فرمايائون تہ "ا تقول له امير المؤمنين فأمر به فضرب به عشرين سوطا" (ماثبت من السنة: ص٢١-٢٢- النبراس شرح شرح العقائد: ص٥٥- تهذيب التهذيب: ج١١ ص٣٦١- الصواعق المحرقة: ص٢٢١- البداية والنهاية: ج٨ ص٢٢٤- تاريخ الخلفاء: ص١٣٦) ڇا تون يزيد کي "امير المؤمنين" تو چوين؟ پوءِ ان کي ويهہ ديڙا هڻڻ جو حڪم ڪيائين.

## شاهہ عبدالعزيز رحمة الله عليه جو فرمان

شاهہ ولي الله دهلوي جي فرزند شاهہ عبدالعزيز لکيو آهي تہ: جڏهن يزيد پليد حضرت امام حسين کي شهيد ڪرائڻ ۽ اهلبيت جي بيحرمتي ڪرڻ کان فارغ ٿيو تہ غرور ۾ اچي ان جي شقاوت ۽ قلب جي قساوت اچان وڌيڪ ٿي، جو لونڊي بازي، زنا، ياءُ جو ڀيڻ سان پرڻو، وياج وغيره شريعت ۾ منع ڪيل ڪم ان ڪليءَ طرح ڪرائڻ شروع ڪيا ۽ جنهن ڏينهن ان مڪ مڪرم ۾ بيت الله شريف جي بيحرمتي ڪرائي، ان ڏينهن پاڻ بہ حمص شهر ۾ جهنم ۾ واصل ٿيو.

(سرالشهادتين: ص ٣٧)

ساڳئي بزرگ کان سوال ڪيو ويو تہ جنهن ڏينهن حضرت حسين ۽ يزيد جو مقابلو هو تہ الله عزوجل ڪنهن جي طرف هو تہ پاڻ جواب ۾ فرمايائين. الله تعالىٰ عدل جي ميزان ڏانهن هو. حضرت حسين جو صبر يزيد مردود تي غالب رهيو. (ڪمالات عزيزي: ص ١٣)

## اعلىٰ حضرت مولانا احمد رضا خان فاضل بريلوي حنفي جو ارشاد

حضرت مذڪور فرمايو تہ: يزيد کي جيڪڏهن ڪو ڪافر چوي

ته ان كي منع نه كنداسون. (الكوكب الشهابية: ص ٥٨- ملفوظات اعلىٰ حضرت: ج ص ١١٠) پڻ فرمايو اٿس "يزيد پليد" (ختم نبوت: ص ٦٢)

رسول الله ﷺ جي جگر جي ٽڪرن کي ٽي ڏينهن ڪاڌي پيتي کان سواءِ رکي ساٿين سميت ظلم جي تلوار سان اجايلن کي شهيد ڪرايو مصطفىٰ ﷺ جي هنج ۾ پاليلن نازڪ بدنن تي شهادت کان پوءِ گهوڙا ڊوڙايا، جو انهن جا پاڪ هڏا به چور ٿي پيا. سندن پرديدار پاڪ عورتون قيد ڪيون ويون، جيڪو شخص ان ملعون جي انهن فسق ۽ فجور وارين حرڪتن کي برو نه سمجهي، اهو به ملعون آهي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته يزيد ملڪ ۾ فساد ڦهلايو. (عرفان شريعت: ج ٢ ص ٢١)

پڻ حضرت موصوف فرمايو ته "يزيد پليد (عليه ما يستحقه) يقينًا باجماع اهل سنت فاسق فاجر و جري علي الكبائر هو. يزيد جي فسق ۽ فجور کان انڪار ڪرڻ ۽ امام مظلوم تي الزام رکڻ صاف گمراهي ۽ بدديني آهي. (عرفان شريعت ج ٢ ص ٢١)

پڻ لکيو اٿس ته "ان خبيث مسلم بن عقبه کي مدينه منوره موڪلي سترهن سئو مهاجر ۽ انصار شهيد ڪرايا. مسجد نبوي ۾ گهوڙا ٻڌرايا. وري بيت الله جي بيحرمتي ڪئي ۽ ان کي ساڙايو. (احسن الوعا: ص ٥٢)

## حضرت امام رباني رحمة الله عليه جو ارشاد

عارف حقاني حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه لکيو آهي ته "در بدبختی او کرا سخن است کارے کہ آن بدبخت کرد ہیچ کافر فرنگ نہ کرد" (مڪتوبات شريف: ج ٢ ص ٣٣) مطلب ته يزيد جي بدبخت هجڻ ۾ ڪنهن کي به شڪ ناهي جيڪو ڪم ان بدبخت ڪيو ڪو فرنگ (انگليند) جو ڪافر به نه ڪري ها.

## غير مقلدن جي عالم وحيد الزمان جو قول

صاحب موصوف لکيو آهي ته حڪمران ٿيڻ کان پوءِ ان اهي

بغض پيٽ مان ڪڍيا، جو حضرت امام حسين رضي الله عنه کي شهيد ڪرڻ ۾ اهل بيت جي اهانت ڪرائي حضرت حسين پاڪ جي سر (مبارڪ) کي جڏهن پنهنجي دارالحڪومت ۾ آڻايائين ته چوڻ لڳو: مون بدر جي جنگ وارو پلاند ورتو آهي. (تيسير الباري: ج ١١ ص ٩٦)

## سيد امير علي صاحب جو قول

مذڪور علامه صاحب لکيو آهي ته: يزيد مردود ۾ ان جي ساٿين ڪان اهلبيت جي حق ۾ انهن کي شهيد ڪرائڻ ۾ (انهن جي) بي ادبي ظاهر ٿي. (تحقيق مزيد بحواله تفسير مواهب الرحمٰن)

## محقق علي الاطلاق شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه جو فرمان

محدث موصوف لکيو آهي ته "وبالجملہ وے مبغوض ترین مردم است نزد ما و کارہا کہ این بدبخت وبی سعادت دراین امت کردہ ہیچ کس نہ کردہ بعد از قتل امام حسین واہانت اہل بیت لشکر بتخریب مدینہ مطہرہ و قتل اہل آنجا فرستاد وبقیہ از صحابہ وتابعی را امر بقتل کردہ وبعد از تخریب مدینہ امر بانہدام مکہ معظمہ و قتل عبداللہ بن زبیر کردہ وہم در اثنائے ایں حالت از دنیا بجہنم شتافتہ دیگر احتمال توبہ و رجوع او برا خدا داند حق تعالی دلہائے مارا و تمام مسلمانان را از محبت و موالات وے واعوان وانصار وے وہر کہ بااہل بیت نبوی بد بودہ وبد اندیشیدہ وحق ایشاں را پائمال کردہ و بایشاں براہ محبت وصدق وعقیدت نبودہ نگاہدارد ومارا و محبان ما را در زمرہ محبان ایشان محشور گرداند بحرمۃ النبی وآلہ الامجاد بمنہ وکرمہ وہو قریب مجیب آمین"

(تڪميل الايمان فارسي: ص ١٧ - طبع مجتبائي)

يعني مختصر ڳالهه هيءَ آهي ته اسان وٽ يزيد ماڻهن مان نهايت بغض رکيل آهي ۽ هن (مسلم) امت ۾ جيڪي ڪم ان (يزيد)

بدبخت ۽ بي سعادت ڪيا (اهي ٻئي) ڪنهن بہ نہ ڪيا (حضرت) امام حسين جي شهيد ڪرڻ ۽ اهل بيت جي اهانت ڪان پوءِ ان (نياڳي) مدينہ مطهره کي ويران ڪرڻ ۽ اتي جي رهندڙن کي قتل ڪرڻ جي لاءِ لشڪر موڪلي اصحابن ۽ تابعن مان ٻچيلن کي شهيد ڪرايو هو. مدينہ منوره ڪان پوءِ مڪ معظمہ جي بيحرمتي ۽ حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما کي شهيد ڪرائڻ جي لاءِ بہ ان لشڪر موڪليو هو، پر ان دوران (مردود) مري ويو هو..... الله تعاليٰ (کان دعا آهي تہ اهو) اسان ۽ سڀني مسلمانن جي دلين کي ان ۽ ان جي معاونن مددگارن اهل بيت سان سٺو سلوڪ نہ ڪندڙن) انهن جي لاءِ برو سوچيندڙن سان محبت ۽ دوستي ڪان بچائي ۽ اسان کي اسان جي محبين کي قيامت ۾ انهن (اهلبيتن) سان محبت وارن جي زمره ۾ اٿاري ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ سچي دين ۽ سچي مذهب تي پڪو رکي ۽ اسان جي هيءَ دعا نبي ڪريم ﷺ ۽ ان جي اولاد امجاد جي طفيلي پنهنجي فضل سان مقبول فرمائي. بيشڪ اهو (الله تعاليٰ) ويجهو دعائون قبول ڪندڙ آهي.

## شاهہ ولي الله محدث دهلوي رحمۃ اللہ علیہ جو ارشاد

مذڪور محدث پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب ”حجة الله البالغة“ جي بحث ”الفتن“ ۾ حديث مبارڪ ”ثُمَّ يَنۡشَأُ دُعَاةُ الضَّلَالِ“ جي شرح ڪندي لکيو آهي (ان کان پوءِ گمراهيءَ ڏي سڏيندڙ پيدا ٿيندا) انهن گمراهيءَ ڏانهن سڏيندڙن ۾ شام ۾ يزيد ۽ عراق ۾ مختار (ثقفي) هو.

محدث مذڪور ڪتاب جي مناقب واري بحث ۾ لکيو آهي تہ ”ومن القرون الفاضلة اتفاقا من هو منافق او فاسق ومنها الحجاج و يزيد بن معاوية و مختار“ يعني اتفاقًا ان ڀلي دور ۾ بہ ڪي منافق هئا تہ ڪي فاسق ۽ انهن مان حجاج ۽ يزيد بن معاويه ۽ مختار هئا.

(حجة الله البالغه)

## علامہ ابن حزم اندلسي جو قول

علامہ موصوف لکيو آهي تہ "ويزيد امير المؤمنين وكان قبيح الآثار فی الاسلام قتل اهل المدينة وافاضل الناس وبقية الصحابة رضی الله عنهم يوم الحرة فی آخر دولته و قتل الحسين رضی الله عنه واهل بيته فی اول دولته وحاصر ابن الزبير رضی الله عنه فی المسجد الحرام واستخف بحرمة الكعبة والاسلام فاماته الله فی تلك الايام"

(جمهرة انساب العرب: ص ۱۱۲ مطبوعہ دار المعارف مصر سنہ ۱۳۸۲ھ)

يزيد (جنهن کي سندس والد کان پوءِ) امير المومنين بنايو ويو هو، اسلام ۾ بڇڙن ڪرتوتن وارو هو. مدينہ منوره وارن ۽ پلن ماڻهن ۽ رهيل اصحابن رضي الله عنهم اجمعين کي پنهنجي حڪومت جي آخري ڏينهن ۾ حره واري واقعي جي ڏينهن شهيد ڪرايو هئائين ۽ پنهنجي حڪومت جي شروع ٿيندي ئي (حضرت) حسين ۽ ان جي گهراڻي کي شهيد ڪرايو هئائين ۽ مسجد حرام ۾ (حضرت) عبدالله بن زبير رضي الله عنهما کي گهيراءُ ڪري ڪعبہ ۽ اسلام جي بيحرمتي ڪرائي هئائين پوءِ انهن ڏينهن ۾ ئي الله ﷻ ان کي مارايو ۽ هڪ قول مطابق پنهنجي پيءُ جي ڏينهن ۾ قسطنطنيه ۾ جنگ ڪري ان کي گهيراءُ ڪيو هئائين.

قارئين ڪرام! هنن حوالن کي غور سان پڙهندا هلو ۽ پنهنجي ذهن ۾ ويهاريندا هلو. سڀ حوالا پڙهي انهن ديني علم جي ماهرن ۽ تاريخ لکندڙن جي لکت ڏسي انصاف جو فيصلو ڏجو تہ ڇا يزيد محبت رکڻ جو لائق آهي؟

ساڳئي علامه صاحب پنهنجي ٻئي ڪتاب "اسماء الخلفاء والولاة وذكر مُدَدِهِمْ" ۾ لکيو آهي تہ "وبويع يزيد بن معاوية اذا مات ابوه يكنّٰى اباخالد وامتنع من بيعته الحسين بن على بن ابى طالب و

عبدالله بن الزبير بن العوام فاما الحسين عليه السلام والرحمة فنهض الى الكوفة فقتل قبل دخولها وهو ثالثة مصائب الاسلام بعد امير المؤمنين عثمان او رابعها بعد عمر بن الخطاب رضي الله عنهم لان المسلمين استضيحوا فى قتله ظلما علانية واما عبدالله بن الزبير فاستجار بمكة فبقى هنالك الى ان اغزى يزيد الجيوش الى المدينة حرم رسول الله صلى الله عليه وسلم والىٰ مكة حرم الله فقتل بقايا المهاجرين والانصار يوم الحرة وهى ايضا اكبر مصائب الاسلام وخرومه لان افاضل المسلمين وبقية الصحابة وخيار المسلمين من اجلة التابعين قتلوا جهرا ظلما فى الحرب وصبوا وجالت الخيل فى مسجد رسول الله صلى الله عليه وسلم وراثت وبالت فى الروضة بين القبر والمنبر ولم تصل جماعة فى مسجد النبى صلى الله عليه وسلم ولا كان فيه احد حاشا سعيد بن المسيب فانه لم يفارق المسجد ولولا شهادة عمرو بن عثمان بن عفان و مران بن الحكم عند مجرم بن عقبة المرى بانه مجنون لقتله واكره الناس علىٰ ان يبايعوا يزيد بن معاوية علىٰ انهم عبيد لهم ان شاء باع وان شاء اعتق وذكر له بعضهم البيعة على حكم القرآن وسنة رسول الله صلى الله عليه وسلم فامر بقتله فضرب عنقه صبرا و هتك مسرف (او مجرم) الاسلام هتكا وانهب المدينة ثلاثا واستخف باصحاب رسول الله صلى الله عليه وسلم ومدت الايدى اليهم وانتهبت دورهم وانتقل هٰؤلاءِ الىٰ مكة شرفها الله تعالىٰ فحوصرت ورمى البيت بحجارة المنجنيق تولى ذالك الحصين بن نمير الكوفى فى جوش اهل الشام وذالك لان مجرم بن عقبة المرى مات بعد وقعة الحرة بثلاث ليال وولى مكانه الحصين بن نمير واخذ الله تعالىٰ يزيد اخذ عزيز مقتدر. فمات بعد الحرة باقل من ثلاثة اشهر وازيد من شهرين وانصرفت الجيوش من مكة ومات يزيد فى نصف

ربيع الاول سنة اربع و ستين وله نيف و ثلاثون سنة امه ميسون بنت بحدل الكلبية وكانت مدته ثلاث سنين وثمانية اشهر وايأما فقط“

(ص ۳۵۷-۳۵۸ طبع مصر)

يعني يزيد بن معاويہ جي سندس پيءُ جي وفات کان پوءِ بيعت ڪئي وئي ان جو ڪنيو ابو خالد هو (حضرت) حسين بن علي بن ابي طالب ۽ (حضرت) عبدالله بن الزبير بن العوام رضي الله عنهم ان جي بيعت کان انڪار ڪيو. حضرت حسين رضي الله عنه ڪوفي ڏانهن روانگي ڪئي ۽ ڪوفي ۾ داخل ٿيڻ کان پهريائين ئي شهيد ڪيو ويو. ان جي شهادت امير المومنين (حضرت) عثمان بن عفان رضي الله عنه جي شهادت کان پوءِ اسلام ۾ ٽين مصيبت يا حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه جي شهادت کان بعد چوٿين مصيبت ۽ اسلام ۾ رخنو وجهڻ هو. چو تہ اصحابن مان باقي بچيل وڏا وڏا تابعي يلارا بهترين شخصيتون شهيد ڪيا ويا. انهن سان ڪلي طرح ظلم ڪري جنگ ڪئي وئي. يزيدي گهوڙا ڪليءَ طرح سيدنا رسول الله صلى الله عليه وسلم جي مسجد ۾ هلندا لِڏ لاهيندا ۽ پيشاب ڪندا رهيا. سوبہ رياض الجنة ۾ ۽ اهي ڏينهن محبوب عليه الصلوة والسلام جي مسجد ۾ نماز نہ پڙهي وئي. سعيد بن مسيب (تابعي) کان سواءِ ڪير بہ مسجد ۾ موجود نہ هو. جيڪو نبوي مسجد کان جدا نہ ٿيو. اهو محبوب عليه الصلوة والسلام جي مزار پاڪ مان نماز جي وقت بانگ ٻڌي نماز پڙهندو هو. ان ڪي بہ يزيدي لشڪر جي اڳواڻ شهيد ٿي ڪرايو. پر عمرو بن عثمان بن عفان ۽ مروان بن حڪم شاهدي ڏئي تہ اهو چريو آهي ان ڪي قتل ٿيڻ کان بچايو. يزيدي فوجي اڳواڻ ماڻهن ڪي مجبور ٿي ڪيو تہ اهي يزيد بن معاويہ جي اها بيعت ڪن تہ اهي ان جا ٻانها هوندا جيڪڏهن گهري تہ ڪين آزاد ڪري جيڪڏهن گهري تہ انهن ڪي وڪڻي ڇڏي. جن ان جي بيعت ان شرط تي ٿي ڪئي تہ اهو قرآن ڪريم جي حڪم مطابق ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جي سنت تي عمل ڪندو تہ ان شرط رکڻ

واري کي شهيد ڪندا هئا. مگر هي پلارا صبر ڪندا هئا . (يزيدي فوج جي) ان اڳواڻ مجرم بن عقبه المري اسلام جي وڏي بيحرمتي ڪئي هئي. ٽي ڏينهن مدينہ منوره ۾ لٽ مار ڪري حضور ﷺ جي اصحابن جي بيحد بي ادبي ڪندي، انهن ڏانهن هٿ ڊگها ڪيا ويا. انهن جا گهر لٽيا ويا. بعد ۾ اهي يزيدي مڪ مڪرم ڏانهن هليا. مڪ مڪرم کي گهيرو ڪري منجنيق (ڪرين) جي ذريعي بيت الله شريف تي پٿر وسايائون (جنهن جي نتيجي ۾ بيت الله شريف کي باهہ وڪوڙي وئي. رب پاڪ جي گهر جي پاڪ ڇت ۽ ان جي پٽ مبارڪ ۾ ٽنگيل حضرت اسماعيل عَلَيْهِ السَّلَامُ جي قرباني واري دنبي جا سڱ مبارڪ سڙي ويا) ان سڄي ڪم جي اڳواڻي يزيد جي لشڪرين مان حصين بن نمير ڪوفي ڪري رهيو هو ۽ اهو ان جي ڪري اڳواڻ بڻيو هو جو (اڳيون اڳواڻ) مجرم بن عقبہ مدينہ منوره ۾ حره واري واقعي کان ٽي راتيون پوءِ مري ويو هو. جنهن جي جاءِ تي اهو حصين بن نمير ڪوفي مقرر ڪيو ويو هو. الله تعالىٰ يزيد کي سخت پڪڙ ۾ ورتو جيئن اهو غالب قوت ۽ قدرت وارو پڪڙيندو آهي. حره جي واقعي کان پوءِ اهو بہ ٻن ٽن مهينن ۾ سن ٦٤هه ۾ ٽيهن سالن ۽ ڪجھ ڏينهن جي عمر ۾ مري ويو. سندس مرڻ جي خبر ٻڌي سندس موڪليل لشڪر مڪ مڪرم کان واپس ٿيو. (ان بدبخت) جي حڪومت ٽي سال اٺ مهينا ۽ ڪجھ ڏينهن هلي.

## علامہ سيوطي جو فرمان

مشهور مفسر محدث مؤرخ علامه سيوطيءَ لکيو آهي تہ "ضحّى بنوامية يوم كربلا بالدين" (تاريخ الخلفاء) يعني ڪربلا واري ڏينهن بنو اميہ وارن دين کي کهي ڇڏيو.

علامہ موصوف جو مقصد آهي تہ حضرت حسين رَضِيَ اللهُ عَنْهُ کي شهيد ڪرڻ دين کي کهڻ آهي.

## حضرت خواجہ معين الدين چشتي رحمة الله عليه جو فرمان

هندستان ۾ رهندڙ الله عزوجل جي ولي حضرت خواجہ معين الدين چشتي رحمة الله عليه هڪ شعر ۾ فرمايو آهي:

شاه است حسين بادشاه است حسين
دين است حسين دين پناه است حسين
سرداد نه داد دست در دست يزيد
حقا کہ بنائے لا الہ است حسين

مطلب تہ حضرت حسين شاهہ بہ آهي تہ بادشاهہ بہ آهي دين بہ آهي تہ دين جي پناهہ بہ آهي (پنهنجو پاڪ) سر ڏنائين ۽ يزيد (پليد) جي هٿ ۾ هٿ نہ ڏنائين تحقيق (توحيد جي ڪلمہ) لا الله جو بنياد حسين آهي. جڏهن حسين حق آهي تہ يقيناً يزيد ناحق تي ۽ گمراهہ آهي.

## علامہ ياقوت حموي جو ارشاد

علامه مذڪور حره واري واقعي جي بحث ۾ لکيو آهي تہ ان واقعي ۾ شامہ واري لشڪر جي هٿان آزاد ڪيل مسلمان غلامن مان ساڍا ٽي هزار، انصارن سڳورن مان چوڏهن سئو ۽ بعض جي بقول سترهن سئو قريشين (مهاجرن) مان تيرهن سئون حضرات شهيد ڪيا ويا. ان سان گڏ يزيدي لشڪر مدينہ منوره ۾ داخل ٿي ماڻهن جا مال لٽيا ۽ انهن جي اولاد کي قيدي بنايو. (معجم البلدان: ص)

## علامہ ذهبي جو فرمان

ان مشهور محدث مؤرخ اسماء الرجال جي ماهر لکيو آهي: "لم نعتقد انه من الخلفاء الراشدين كما قاله بعض الجهلة من الاكراد" (المنتقى: ص ٢٧٩) يعني اسان جو اهو عقيدو ناهي تہ يزيد راشد خليفن مان هو جيئن بعض جاهل ڪردن جو چوڻ آهي.

ان عبارت مان واضح ٿيو ته علامه ذهبي يزيد کي هدايت وارو حاڪم نه سمجهندو هو. يزيد جي يارن جو علامه ذهبي کي يزيد جو حامي سمجهڻ نجو ڪوڙ ۽ خالص بهتان آهي. ان جي ڪري علماء لکيو آهي ته المنتقیٰ ڪتاب جو محشي محب الدين خطيب پڪو ناصبي هو. جنهن جي ترديد حرم ۾ حديث پڙهائيندڙ محمد عربي بتاني پنهنجي ڪتاب "افادة الاخيار ببراءة الابرار" ۾ وڏي تفصيل سان ڪئي آهي.

## علامہ ابن ڪثير جو بيان

مشهور مفسر محدث مؤرخ علامه ابن ڪثير هڪ نه ڪيترين جاين تي پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "البداية والنهاية" ۾ يزيد جي بي دين ۽ فاسق هجڻ جي صراحت ڪئي آهي. مثلاً هڪ جاء تي لکيو اٿس طبراني روايت آندي آهي ته: "كان يزيد فی حداثته صاحب شراب" يزيد پنهنجي نوجواني ۾ ئي شراب پيئندو هو.

ٻيءَ جاء تي لکيو اٿس ته: "وكان فيه ايضًا اقبال على الشهوات وترك بعض الصلوات فی بعض الاوقات" يعني ان ۾ شهوت پرستي ۽ بعض وقتن ۾ بعض نمازون نه پڙهڻ جي عادت هئي.

ان ڪان پوءِ علامه موصوف امام احمد جي مسند جي حوالي سان حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: "يَكُوۡنُ مِنۡ بَعۡدِ سِتِّيۡنَ سَنَةً خَلۡفٌ أَضَاعُوا الصَّلٰوةَ وَاتَّبَعُوا الشَّهَوَاتِ فَسَوۡفَ يَلۡقَوۡنَ غَيًّا" (البداية والنهاية: ج۸ ص ۲۳۰) سٺ سالن ڪان پوءِ اهڙا پويان اچڻ وارا هوندا جيڪي نماز ضايع ڪندا ۽ شهوتن جي اتباع ڪندا جلد اهي جهنم ۾ ويندا.

مذڪور علامه مذڪور ڪتاب جي ص ۲۳۲ تي لکيو آهي ته "قلت يزيد بن معاوية اكثر ما نقم عليه فی عمله شرب الخمر واتيان بعض الفواحش" يعني مان چوان ٿو ته يزيد بن معاويہ تي ان جي

بدڪرداري جي سلسلي ۾ سڀ کان زياده جيڪو عيب ثابت ڪيو وڃي ٿو اهو شراب پيئڻ ۽ ٻين براين جو ارتڪاب آهي.

ياد رکڻ گهرجي تہ يزيد جون اهي سڀ برايون اصحاب ڪرام رضي الله تعالى عنهم اجمعين بيان فرمايون هيون. حافظ ابن ڪثير بہ يزيد کي انهن براين کان نہ پاڪ ڪيو آهي ۽ نہ پاڪ چيو آهي.

## اسماء الرجال جي ماهرن جو متفق فيصلو

علامہ ابن حجر عسقلاني لکيو آهي تہ: يزيد ان ڳالهہ جو لائق ئي ناهي جو ان کان (حديث) روايت ڪئي وڃي. (تهذيب التهذيب)

ياد رکڻ گهرجي تہ يزيد جي بدڪرداري ايتري تہ خطرناڪ هئي جو ڪنهن بہ بزرگ ان جي روايت قبول نہ ڪئي ۽ ان جي براين ۽ بيحيائين کي کولي کولي بيان ڪيو آهي.

## علامہ ابن حجر عسقلاني جو بيان

محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جي حديث مبارڪ جي حافظ شارح اسماء الرجال جي نقاد علامه ابن حجر عسقلاني لکيو آهي تہ "وجهز الجيش الى الحسين فقتل فى يوم عاشوراء سنة احدى وستين ثم ان اهل المدينة خلعوا بيعة يزيد فى سنة ثلاث و ستين فجهز اليهم مسلم بن عقبة المرى فى جيش حافل فقاتلهم فهزمهم وقتل منهم خلق كثير من الصحابة وابناءهم واكابر التابعين وفضلاءهم واستباحها ثلاثة ايام نهبا و قتلا ثم بايع من بقى منهم على انهم عبيد ليزيد و من امتنع قتل ثم توجه الى مكة لحرب ابن الزبير فمات فى الطريق وعهد الحصين بن نمير فسار بالجيش الىٰ مكة فحاصر ابن الزبير ونصبوا المجنيق على الكعبة فوهت اركانها ثم احترقت وفى اثناء ذالك ورد الخبر بموت يزيد... الخ"

(لسان الميزان: ج٦ ص ٢٩٣-٢٩٤- ترجمة يزيد بن معاويہ بن ابي سفيان الاموي طبع حيدر آباد دکن انديا)

يعني يزيد (حضرت) حسين ڏانهن لشڪر تيار ڪري موڪليو (حضرت) حسين سن ايڪهٽ ھ ۾ عاشوري (ڏهين محرم) جي ڏينهن شهيد ڪيو ويو. ان ڪان پوءِ (جڏهن يزيد جي ظلمن بيحيائين ۽ بدڪردارين کي ڏسي) مدينه وارن سن ٦٣ھ ۾ (ان جي حاڪميت کي نه مڃڻ جو ڪلي اعلان ڪيو ۽) ان جي بيعت ختم ڪري ڇڏيائون ته انهن ڏانهن مسلم بن عقبه المري کي وڏي لشڪر (جو اڳواڻ ڪري) موڪليائين. ان مدينه منوره وارن سان جنگ ڪئي ۽ انهن مان گهڻن اصحابن سڳورن ۽ انهن جي پٽن وڏن تابعن ۽ انهن مان يلن ۽ گهڻي خلق کي شهيد ڪيو ويو. مدينه منوره کي ٽي ڏينهن جنگ جي لاءِ حلال سمجهيو ويو ۽ جيڪي باقي رهيا، انهن ڪان ان شرط تي بيعت ورتي وئي ته اهي يزيد جا (ڄڻ زرخريد) ٻانها هوندا ۽ جنهن اها بيعت نه ڪئي ان کي شهيد ٿي ڪيائون. ان ڪان پوءِ اهو مسلم (جنهن کي علماء مجرم يا مسرف سڏيو آهي) بن عقبة المري مڪه مڪرمه ڏانهن (حضرت عبدالله) ابن زبير کي گهيراءُ ڪرڻ جي لاءِ روانو ٿيو ۽ واٽ تي ئي مري ويو. ان ڪان پوءِ لشڪر جي اڳواٽي حصين بن نمير ڪوفي کي ڏني وئي. اهو لشڪر کي وٺي مڪه (مڪرمه) ۾ آيو ۽ (حضرت) عبدالله بن زبير جو گهيراءُ ڪرڻ جي لاءِ بيت الله شريف کي منجنيقن (ڪرينن) سان پٿر وسائڻ جو نشانو بنايو ويو جنهن جي ڪري ان جا ڪاٽ مان نهيل ٿنڀ پهريان ڪمزور ٿيا پوءِ سڙي ويا (بلڪه بيت الله شريف جي ڇت به سڙي وئي) ۽ ان دوران اتي يزيد جي مرڻ جي خبر پهتي.

مسلمان ڀائرو! انهن بزرگن جي لکت ڏسو ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جو خوف رکي پوءِ يزيد جي محبت لاءِ فيصلو ڏيو. ۽ جيڪي گمراه يزيد سان محبت رکو ٿا، اهي سني نه سڏرايو، سنين جي آڙ نه وٺو، ڪوبه سچو سني ان ظالم سان محبت ڪونه ٿو رکي ۽ نه ان شاءَالله تعالىٰ قيامت تائين رکندو.

## امام احمد بن حنبل رَحۡمَةُ اللهِ عَلَيۡه جو فرمان

نبوي حديث جي حافظ مشهور محدث ۽ مجتهد، امت مسلمه مان لکين ماڻهن جي فقه ۾ امام حضرت امام احمد بن حنبل رَحۡمَةُ اللهِ عَلَيۡه ڪان

سندس فرزند، جنهن جو نالو صالح هو پڇيو ته هڪ قوم وارا چون ٿا ته اوهان يزيد سان محبت رکو ٿا؟ ته پاڻ فرمايائون: "يا بني وهل يحب يزيد احد يؤمن بالله واليوم الآخر؟" اي منهنجا پٽڙا! ڇا جيڪو الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻي ٿو، سو يزيد سان محبت رکندو؟

مطلب ته سچو مومن يزيد سان محبت نه رکندو. مان راقم الحروف عرض ٿو ڪيان ته يزيد جا يار امام موصوف جي قول تي غور ڪن ۽ خداوند ڪريم جو خوف رکي پوءِ پليد جي حمايت ڪن. حضرت امام احمد رحمة الله عليه هڪ قول مطابق يزيد تي لعنت ڪندي ان کي لعنت جو حقدار سڏيو آهي. (تفسير مظهري: ج ٨ ص ٤٢٤ طبع دهلي)

## حضرت شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي رحمة الله عليه جو فرمان

حضرت شاهه صاحب موصوف حضرت حسين رضي الله عنه جي قاتلن کي انبياءِ ڪرام عليهم الصلوٰة والسلام جي قاتلن وانگر سمجهيو آهي. سندس لکت ڏسو:

"وبعضے قتل انبياء وپيغمبر زادہائے می نمایند مثل یزید واخوان وے"

۽ بعض (حاڪم) نبين سڳورن عليهم الصلوٰة والسلام ۽ انهن جي شهزادن کي شهيد ڪري ڇڏيندا آهن جيئن يزيد ۽ ان جي يائرن ڪيو هو.

## مولانا حسن رضا خان بريلوي حنفي جو فرمان

حضرت موصوف پنهنجي شعر ۾ فرمايو آهي ته

باغ جنت کے ہیں بہر مدح خوانِ اہل بیت
تم کو مژدہ نار کا اے دشمنانِ اہل بیت
کس شقی کی ہے حکومت ہائے کیا اندھیر ہے
دن دہاڑے لٹ رہا ہے کاروانِ اہل بیت
اہل بیت پاک سے گستاخیاں بے باکیاں
لعنت اللہ علیکم دشمنانِ اہل بیت
(ذوق نعت)

## سلطان العارفين حضرت سلطان باهو رحمة الله عليه جو فرمان

جیکر مندے بیعت رسولی تاں پانی بند کیوں کردے ہو
جیکر کردے خوف خدا دا تاں تنبو خیمے کیوں سڑدے ہو

حضرت سلطان باهو رحمة الله عليه جي فرمان جو مقصد آهي ته يزيد ۽ ان جي ساٿين نه رسول الله ﷺ جي بيعت مڃي نه الله جو خوف رکيو جيڪڏهن اهي ڳالهيون انهن ۾ هجن ها ته نه (امامن پاڪن جو) پاڻي بند ڪن ها نه انهن جا تنبو ساڙين ها. مقصد ته صفا بي دين ۽ گمراهه هئا.

## علامه نعيم الدين مراد آبادي جو ارشاد

اعلىٰ حضرت جي ترجمه ڪنز الايمان تي نور العرفان نالي حاشيه لکندڙ حضرت علامه نعيم الدين مرحوم لکيو آهي ته: حضرت امام حسين جو وجود مبارڪ يزيد جي بي قاعدگين جي لاءِ هڪ زبردست محتسب هو، ان جي ڪري حضرت امام جي شهادت ان جي لاءِ خوشيءَ جو سبب هئي. حضرت امام جي (شهادت سان) جيئن سندس سايي جو ڪڇڻ ٿيو ته يزيد کلي ڪيترا قسم براين جا ۽ گناهن جا ڪري براين جي بازار گرم ڪئي. زنا، لونڊي بازي، حرام ڪاري، پاءُ جو ڀيڻ سان نڪاح، وياج ۽ شراب ڏڙا ڏڙا شروع ٿي ويا. نيٺ الله يزيد کي هلاڪ ڪيو ۽ بدنصيب ۳ سال ست مهينا حڪومت جي تخت تي شيطان گيري ڪئي جنهن ڏينهن ان پليد جي حڪم سان ڪعبه معظم جي بي حرمتي ٿي، ان ڏينهن مري ويو. (سوانح ڪربلا: ص ۱۱۵)

ساڳئي بزرگ يزيد لاءِ لکيو آهي ته "بدباطن دل جو ڪارو خاندان جو برو شخص فاسق فاجر شرابي بدڪار ظالم بي ادب گستاخ هو. ان جون بيهودگيون ۽ شرارتون اهڙيون هيون، جن ڪان ڀين بدمعاشن کي به شرم ٿي آيو. (سوانح ڪربلا: ص ٦٢)

هڪ جاءِ تي علامه موصوف لکيو آهي ته: جيڪڏهن ان وقت

جو امام (حضرت حسين) يزيد جي بيعت ڪري ها ته اسلام جو نظام درهم برهم ٿي وڃي ها ۽ دين ۾ اهڙو فساد برپا ٿي وڃي ها، جنهن جو بعد ۾ دور ڪرڻ ناممڪن هجي ها ۽ يزيد جي هر بدڪرداريءَ جي لاءِ امام جي ان سان بيعت ڪرڻ سَنَدَ هجي ها. (سوانح ڪربلا: ص ٦٤)

هڪ مقام تي لکيو اٿس: "حضرت امام کي يزيد جهڙي مجسم عيب جي بيعت تي مجبور ڪيو ٿي ويو، جنهن جي بيعت جو ڪوئي به (يزيد جي) حال کان واقف انسان گوارا ڪرڻ وارو نه هو ۽ نه اها بيعت ڪنهن طرح جائز هئي". (سوانح ڪربلا: ص٧٨)

هڪ هنڌ لکيو اٿس: "يزيد اهو بدنصيب شخص آهي، جنهن کي اسلامي دنيا هر دور ۾ ملامت ڪندي رهي آهي ۽ قيامت تائين ان جو نالو حقارت سان ورتو ويندو. (سوانح ڪربلا: ص ٦٢)

## سيد مهر علي شاهه صاحب چشتي حنفي جو فرمان

مذڪور ڪامل ولي ۽ رباني عالم لکيو آهي ته "حضرت امير معاويه کان پوءِ حڪومت جو سلسلو بالڪل زبردستي حڪومت ۾ جهنم ڏانهن سڏڻ جو رهيو. (فتاوىٰ مهريه: ص ٣٧)

## حضرت بو علي قلندر رحمة الله عليه جو ارشاد

سند الاولياء مذڪور بزرگ جو هڪ شعر ۾ فرمان آهي:

بهر دنيا آن يزيد ناخلف
دين خود کرده برائے او تلف
زال دنيا چوں در آمد در نکاح
کرد بر خود خون آل سيد مباح

(مثنوي بو علي شاهه قلندر: ص٦)

مطلب ته يزيد نالائق دنيا جي لاءِ پنهنجو دين تباهه ڪيو. دنيا جي بي وفا عورت جڏهن ان جي تسلط جي هيٺان آئي ته ان کي قتل ڪرڻ

پنهنجي مٿان مباح ڪري ڇڏيائين.

معلوم ٿيو ته حضرت بو علي قلندر جي نظر ۾ به نالائق ۽ دين کي تباهه ڪندڙ هو.

## حضرت علامه امجد علي اعظمي رحمة الله عليه جو فرمان

علامه موصوف لکيو آهي ته: ”يزيد پليد فاسق ۽ فاجر وڏا گناهه ڪندڙ هو. اڄ ڪالهه جيڪي بعض گمراهه ڪندڙ ماڻهو چوندا آهن ته: اسان کي انهن جي پيٽ ڏيڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي اهو (يزيد) به شهزادو ۽ هي (حضرت حسين) به شهزادو ائين چوڻ وارا مردود، خارجي، ناصبي ۽ جهنم جا حقدار آهن.“ (بهار شريعت ج ص ٦٣)

## علامه عبدالحئي لکنوي جو قول ۽ فتویٰ

علامه موصوف کان پڇيو ويو ته يزيد جي متعلق ڪهڙو عقيدو رکو ٿا ته ان فرمايو: بعض ماڻهن واڌاري کان ڪم وٺندي چيو ته ”جڏهن يزيد سيني مسلمانن جي اتفاق سان امير ٿيو ته ان جي اطاعت (حضرت) امام حسين رضي الله عنه تي لازم هئي“ اهي اها ڳالهه ڪون ٿا ڄاڻن ته ان (يزيد) جي امير هجڻ تي مسلمانن جو اجماع ٿيو ڪٿي هو؟ اصحابن سڳورن ۽ انهن جي اولاد جي هڪ جماعت ان جي اطاعت کان انڪاري هئي ۽ جيڪڏهن ڪن ان جي اطاعت قبول به ڪئي هئي، ته جڏهن انهن کي يزيد جي شراب پيئڻ، نماز ڇڏڻ، زنا ڪرڻ ۽ حرام ڪيل عورتن (ماءُ، ڀيڻ، ماسي، وغيره) سان نڪاح ڪرڻ جي حالت معلوم ٿي ته انهن مدينه منوره ۾ واپس اچي، سندس بيعت ٽوڙي ڇڏي..... ڪي ماڻهو چون ٿا ته ”حضرت امام حسين رضي الله عنه کي شهيد ڪرڻ ڪبيرو گناهه هو، ڪفر نه هو ۽ لعنت ڪرڻ ڪافرن سان مخصوص آهي. انهن جي ذهن تان قربان ٿجي انهن کي اها خبر به ناهي ته خاتم الانبياء صلى الله عليه وآله وسلم کي ايذاءُ پهچائڻ جو نتيجو ڪهڙو آهي ؟ الله تعالىٰ جو فرمان عالي شان آهي: ”إِنَّ الَّذِينَ يُؤْذُونَ اللهَ

وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَأَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا" (سورة الاحزاب: آيت ۵۷) (بيشڪ جيڪي ماڻهو الله ۽ ان جي رسولﷺ کي ايذائين ٿا الله انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي آهي ۽ انهن جي لاءِ خوار ڪندڙ عذاب تيار ڪيو اٿس) ۽ ڪي چون ٿا تہ يزيد جي خاتمي جو حال معلوم نہ آهي، ٿي سگهي ٿو تہ ان ڪفر ۽ گناهہ کان پوءِ توبه ڪئي هجي ۽ ان توبه تي ان جو انتقال ٿيو هجي (پر) ان جي توبه ڪرڻ جو صرف احتمال آهي، باقي ان بدنصيب جيڪي ڪارناما ڪيا، هن امت ۾ ڪنهن بہ نہ ڪيا (حضرت) امام حسين جي شهيد ڪرڻ ۽ اهلبيت جي توهين، بي حرمتي ڪرڻ کان پوءِ مدينہ منوره کي ويران بنائڻ، اتي جي رهاڪن کي قتل ڪرڻ جي لاءِ لشڪر موڪلڻ ۽ حره واري واقعي دوران ٽن ڏينهن تائين نبوي مسجد ۾ نماز ۽ بانگ جو نہ هجڻ ۽ ان کان پوءِ مڪ مڪرمہ ۽ اتي واري حرم پاڪ تي حملي ڪرڻ جي لاءِ لشڪر موڪلڻ. اهي ڪهڙا چڱا ڪم هيا؟ يزيد جڏهن مري ويو، تڏهن جهان ان جي ظلمن کان پاڪ ٿيو. ان جي ڪري بعض علماءِ يزيد تي لعنت ڪرڻ کي جائز سمجهن ٿا. امام احمد بن حنبل ۽ بعض ٻين اڳين بزرگن يزيد تي لعنت ڪئي آهي ۽ ابن جوزيءَ (جيڪو سنت ۽ شريعت جي حفاظت ۾ گهڻو پڪو سمجهيو ويندو آهي) پنهنجي ڪتاب ۾ سلف صالحن (اڳين نيڪن بزرگن) کان يزيد تي لعنت نقل ڪئي آهي. علامه تفتازاني بہ نهايت جوش خروش سان يزيد ۽ ان جي مددگارن تي لعنت ڪئي آهي. صحيح مسلڪ اهو آهي تہ بدبخت کي مغفرت ۽ رحمت جي دعا سان ڪڏهن بہ ياد نہ ڪجي.

(تحقيق مزيد: ص ۱۹۲ بحوالہ فتاويٰ عبدالحي: ص ۸۰)

## علامہ رڪن عالم حنفي جي لکت

زماني جي مشهور ڪتاب "رڪن دين" جي مصنف مولانا شاهہ رڪن عالم صاحب لکيو آهي: "يزيد پليد جي حڪومت زوريءَ واري هئي، ڇو تہ اهل حل وعقد ان تي راضي نہ هئا. ان تي لعنت ڪرڻ ۾ علماءِ

جا مختلف قول آهن..... ۽ اهو اختلاف صرف ان تي لعنت جي لفظ ۾ آهي نہ تہ ان پليد جي بغض ڪيل هجڻ ۽ قهر ڪيل هجڻ ۾ ڪنهن ڪي شڪ ناهي. (توضيح العقائد: ج ٢ ص ٩٨)

## مشرق جي شاعر ڊاڪٽر اقبال حنفي جو عقيدو

علامہ موصوف حضرت موسیٰ (علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) جي مقابلي ۾ فرعون ڪي ۽ حضرت حسين جي مقابلي ۾ يزيد ڪي ذڪر ڪندي فرمايو آهي:

ما سوی اللہ را مسلمان بندہ نیست
پیش فرعونے سرش افگندہ نیست
موسیٰ و فرعون شبیر و یزید
ایں دو قوت از حیات آمد پدید

يعني مسلمان الله کان سواءِ (ٻئي ڪنهن جو) ٻانهو نہ آهي، ان جو مٿو ڪنهن فرعون جي اڳيان جهڪيل ناهي. موسیٰ ۽ فرعون شبير (حضرت امام حسين) ۽ يزيد، اهي ٻئي قوتون حياتيءَ مان ظاهر ٿيون.

علامہ اقبال صاحب هن آخري شعر ۾ حضرت حسين جي حضرت موسیٰ سان ۽ يزيد جي فرعون سان (ڪردار عقيدي ۽ عمل ۾) تشبيهہ ڏني آهي ۽ ان تشبيهہ سان ان يزيد جي ايمان ۽ ڪردار جي وضاحت ڪري ڇڏي آهي.

## علامہ قاسم نانوتوي جو قول

دارالعلوم ديوبند جي باني مذڪور لکيو آهي: "اهل سنت جي اصول مطابق يزيد جي پهرين حالت (سندس والد حضرت امير معاويہ جي حياتيءَ واري) بدلجي وئي. بعض علماء وٽ اهو ڪافر ٿي ويو ۽ ڪن وٽ ان جو ڪفر ثابت نہ ٿيو، پر ان جو اڳ ۾ قبول ڪيل اسلام فسق ۽ فجور سان ملي ويو. جيڪڏهن حضرت امام حسين ان کي ڪافر سمجهي ان جي

خلاف نڪتو تہ کھڙي غلطي ڪيائين. حضرت امام احمد بہ اھا ڳالھ پسند فرمائي ھئي. (مڪتوبات شيخ الاسلام: ج ا ص ۲۵۸)

## سيد امير علي حنفي جو فيصلو

سيد موصوف لکيو آھي: حضرت سرور عالم ﷺ کي وحي جي ذريعي معلوم ٿيو ھو تہ آئينده يزيد پليد ۽ حجاج (بن يوسف) وغيره جھڙا ظالم ايندا، جو قرآن ڪريم تي ايمان آڻڻ کان پوءِ ڦري ويندا ۽ ان جي توھين ڪندا ۽ سندن پاڪ اولاد سان ظلم سان پيش ايندا. پاڻ اھا حجت پوري ڪيائون. جيتوڻيڪ ڪين معلوم ھو تہ يزيد پليد اھڙو بدڪردار ھوندو، جنھن تي قيامت تائين شناعت بلڪ لعنت باقي رھندي پوءِ يزيد مردود ۽ ان جي ساٿين کان اھلبيت کي شھيد ڪرڻ ۽ انھن جي تعظيم نہ ڪرڻ جي ذاتي برائي صادر ٿي ۽ پاڪ امام دنيا ۽ دين جي اڳواڻ حضرت حسين يزيد پليد جي بيعت ڪرڻ کي تسليم نہ فرمايو.

(تحقيق مزيد: ص ۱۹۷ بحوالہ تفسير مواھب الرحمٰن)

## شبلي نعماني حنفي ۽ سيد سليمان ندوي جو قول

مذڪور عالمن جي سيرت تي لکيل ڪتابن ۾ آھي تہ: امير معاويہ سن ۶۰ ھہ ۾ وفات ڪئي ۽ ان جي جاءِ تي يزيد تخت نشين ٿيو ۽ اھائي اسلام لاءِ سياسي، مذھبي، اخلاقي ۽ روحاني بدنصيبي ۽ بدبختيءَ واري پھرين رات ھئي. (تحقيق مزيد: ص ۱۹۷ بحوالہ تفسير مواھب الرحمٰن)

## قاري طيب صاحب جي لکت

علامہ مذڪور لکيو آھي تہ: ”بھرحال يزيد جي فسق ۽ فجور تي اصحاب سڳورا رضي الله عنھم سڀ جا سڀ متفق آھن. انھن کان پوءِ علماء راسخين، محدثين ۽ فقھاء مثلاً علامہ قسطلاني، علامہ عيني، علامہ ھيتمي، علامہ ابن جوزي، علامہ تفتازاني، محقق ابن ھمام، حافظ ابن ڪثير، علامہ الڪياھراسي جھڙن محققن يزيد جي فاسق فاجر ھجڻ تي

پاڻ کان اڳين بزرگن جو اتفاق نقل ڪيو اٿن ۽ پاڻ به ان جا قائل آهن ته ان
ڪان متي يزيد جي فسق تي ہي ڪهڙي شاهدي هوندي يا ٿي سگهي ٿي.
(شهيد ڪربلا اور يزيد: ص ١٥٩)

## مفتي محمد شفيع صاحب حنفي جو قول

تفسير معارف القرآن ۽ ٻين ڪيترن ڪتابن جي مصنف علامه موصوف لکيو آهي ته "امام پاڪ جي خطبات کي غور سان پڙهو ته معلوم ٿئي ٿو ته سندن مقصد نبوت جي خلافت جي بجاءِ ملوڪيت ۽ آمريت واري بدعت جي مقابلي ۾ مسلسل جهاد هو. (شهيد ڪربلا: ص ٦)

## مولوي عبدالرب حنفي جي لکت

مولوي صاحب موصوف به يزيد جي اهائي بيحيائي لکي آهي، جيڪا عام تاريخن ۾ لکيل آهي. لکي ٿو ته "جيڪو لکڻ يزيد جي هٿ ۾ هو، اهو حضرت حسين جي پاڪ چپن تي هٽي چئي رهيو هو ته اي حسين! هن منهن سان تون چوندو هئين ته اسين يزيد جي بيعت نه ڪنداسين. (مرج البحرين: ص ٣٥٩)

## علامه ڊاڪٽر حميد الدين صاحب جو قول

موجوده دور جو مشهور مؤرخ جناب ڊاڪٽر حميد الدين لکيو آهي: "يزيد جي بيعت غير شرعي بيعت هئي. ماٿهو ڪربلا جي واقعي ڪان پوءِ يزيد کي ناپسند ڪندا هئا. ڪربلا جي واقعي ڪان پوءِ مدينة الرسول (ﷺ) کي ويران ڪرڻ يزيد جو ٻيو ڪارو ڪارنامو هيو ۽ (مڪ مڪرم ۾) حرم تي پٿر وسرائڻ يزيد جو ٽيون ڪارو ڪارنامو هيو.
(تاريخ اسلام: ص ٢٤٣-٢٥٣)

## پروفيسر سيد عبدالقادر ۽ پروفيسر محمد شجاع الدين جو قول

موجوده دور جي تاريخدان پروفيسر سيد عبدالقادر سابق وائيس پرنسپل وصدر شعبه تاريخ اسلاميه ڪاليج لاهور ۽ پروفيسر محمد شجاع الدين استاد علم تاريخ ديال سنگهه ڪاليج لاهور لکن ٿا: "اسلام جي

تاريخ ۾ سيني کان زياده بدنام يزيد جي شخصيت آهي، جنهن کي هر شخص نفرت جي نگاهه سان ڏسي ٿو. (حضرت) حنظله جي پٽ جو قول آهي ته: يزيد ساڍا ٽي سال حڪومت ڪئي ۽ ان حڪومت جي پهرئين سال ۾ (حضرت) حسين بن علي کي شهيد ڪرايو. ٻئي سال ۾ مدينه منوره کي لٽايو ۽ ٽئين سال ۾ ڪعبه تي حملو ڪرايو. الغرض ته يزيد فاسق ۽ فاجر حڪمران هيو، ان جي ڪري سڀ مسلمان (غالبًا) ان کي اسلام جو عيب سمجهي نفرت جي نظر سان ڏسندا آهن. (تاريخ اسلام: ج ٢ ص٦)

## مولوي خرم علي حنفي صاحب جو بيان

مذڪور عالم لکيو آهي ته "قريش جي قوم مان ٻه ٽي نوجوان بي رحم ۽ بي عقل حاڪم ٿيندا. مسلمانن جي بي عزتي ۽ خونريزي ڪندا جيئن يزيد پليد ۽ مروان جو اڪثر اولاد". (مشارق الانوار: ص ٢٨٣)

## قاضي سليمان منصورپوري جو بيان

مذڪور قاضي صاحب لکيو آهي ته "مڪي مڪرم جي فتح واري ڏينهن شيبه بن عثمان بن طلحة کي نبي پاڪ ﷺ جن بيت الله جي ڪنجي ڏئي فرمايو ته "لَا يَنْزِعُهَا يَابَنِيْ اَبِيْ طَلْحَةَ مِنْكُمْ اِلَّا ظَالِمٌ" اي ابو طلحة جا ٻچا! اوهان کان هي چاٻي هڪ ظالم کان سواءِ ٻيو ڪير نه کسيندو" ۽ اها چاٻي انهن کان يزيد پليد کسي هئي. (رحمة اللعالمين: ج ٣ ص ٢٠٠)

## علامه وحيد الزمان صاحب جو بيان

"اِنَّمَا لَعَنَّهُ لِاَنَّهُ لعن امامنا احمد بن حنبل و كذالك روىٰ ابن جوزى من اصحابنا من السلف جواز اللعن عليه ومنع الغزالى عنه تحكم وهو لم يلتفت الىٰ قوله تعالىٰ ﴿اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللهُ فِى الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا﴾ (سورة الاحزاب: آيت ٥٧) و اى ايذاء اعظم من قتل آله واقاربه ﷺ وهتك حرمته وقتل اهل المدينة"

(حاشية هدية المهدي: ص٩٨)

يعني اسان ان (يزيد) تي ان جي ڪري لعنت ڪئي جو ان تي اسان جي اڳواڻ احمد بن حنبل به لعنت ڪئي آهي ۽ اهڙي طرح اسان جي اڳواڻن سلف صالحن مان ان تي لعنت ڪرڻ ڪي ابن جوزي نقل ڪيو آهي ۽ امام غزالي جو ان تي لعنت ڪان روڪڻ هرويرو حڪم آهي ۽ ان الله تعالىٰ جي هن آيت ڏانهن شايد ذهن نه ويو، جنهن ۾ آهي ته: "بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول کي ايذائن ٿا الله انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي آهي ۽ انهن جي لاءِ خوار ڪندڙ عذاب تيار ڪيو آهي" ۽ حضور ﷺ جي اولاد ۽ قريبن کي قتل ڪرڻ ۽ سندن اهلبيت جي بيحرمتي ڪرڻ ۽ اهل مدينه کي قتل ڪرڻ کان وڌيڪ ڪين ايذائڻ ڪهڙو آهي؟

وحيد الزمان صاحب ٻيءَ جاءِ تي لکيو آهي ته: "وخرج امامنا الحسين بن علیؓ علیٰ يزيد لعنه الله لانه ما دخل فی بيعته و کذا اکثر اهل المدينة والذين دخلوا فی بيعته هم ايضًا نکثوا بيعته لما راوا من فسقه وفجوره والحاده کتحليل الخمر والزنا وغير ذالك فهو عليه السلام بذل نفسه لاعلاء کلمة الله واقامة الشرع المتين وصار سيد الشهداء والصديقين ومن انکر شهادة الحسين وظنه باغيا فقد اخطأ خطأ فاحشا" (هدية المهدي: ص ٩٨)

يعني حضرت حسين يزيد (عليہ لعنة الله) جي خلاف اٿيو، جو ته اڪثر مدينه منوره وارا ۽ اهڙي طرح اهي ٻيا به جيڪي ان جي بيعت ۾ داخل ٿيا هئا، جڏهن ان جو فسق ۽ فجور ۽ الحاد ڏٺو هيائون، سيني ان جي بيعت ٽوڙي هئي. مثلاً شراب کي حلال سمجهڻ، زنا ڪرڻ ۽ اهڙي طرح ان کان سواءِ ٻيون ڳالهيون ڏسڻ پوءِ ان وقت حضرت امام حسين پنهنجي پاڻ کي الله جي ڪلمي کي بلند ڪرڻ ۽ شريعت مطهره کي قائم ڪرڻ جي لاءِ وڌيڪ حقدار سمجهيو ۽ پاڻ سيد الشهداءِ ۽ سيد الصديقين بنجي ويو ۽ جيڪو حضرت امام حسين کي شهيد نه سمجهي ۽ ان کي باغي قرار ڏي،

ان وڏي ڪليل غلطي ڪئي.

پڻ لکيو اٿس: ”ابن زيادو يزيد لعنهما الله“

(حاشيه هدية المهدي: ج ا ص ٩٩)

## جنن جو نظريو

شهادت حسين جي موضوع تي لکندڙن گهڻن مشهور مؤرخن لکيو آهي ته حضرت حسين رضي الله عنه جي شهادت کان پوءِ هي شعر ٻڌا ويا هئا:

أَيُّهَا الْقَاتِلُوْنَ ظُلْمًا حُسَيْنًا
اُبْشِرُوا بِالْعَذَابِ وَالتَّنْكِيْلِ
كُلُّ أَهْلِ السَّمَآءِ يَدْعُوْ عَلَيْكُمْ
مِنْ نَّبِيٍّ وَّ مَلَكٍ وَّ قَبِيْلِ
لَقَدْ لُعِنْتُمْ عَلٰى لِسَانِ دَاوٗدَ
وَ مُوْسٰى وَ حَامِلِ الْاِنْجِيْلِ

يعني حضرت حسين کي ظلم سان شهيد ڪرڻ وارؤ! آخرت جي عذاب ۽ دنيا جي ذلت تي خوش ٿيو. سڀ آسمانن وارا نبي هجن يا ملائڪ اهي سمورا اوهان جي لاءِ بد دعا ڪن ٿا. اوهان (حضرت) داؤد ۽ (حضرت) موسیٰ ۽ (حضرت عيسیٰ ) انجيل جي حامل جي زبان تي لعنت ڪيا ويا آهيو.

## ابن سعد يزيديءَ جو اعتراف

جڏهن يزيد طرفان ابن سعد کي (جيڪو ان وقت ”ري“ نالي سان شهر جو امير هو) چيو ويو ته حضرت امام حسين رضي الله عنه سان جنگ ڪرڻ جي لاءِ وڃ ۽ حڪم نه مڃڻ جي صورت ۾ توکي ”ري“ جي حڪومت تان هٽايو ويندو. ان حڪم ملڻ تي ابن سعد هي شعر چيا:

أَ أَتْرُكُ مُلْكَ الرَّيِّ وَالرَّيُّ رَغْبَةٌ
أَمْ أَرْجِعُ مَذْمُوْمًا بِقَتْلِ حُسَيْنٍ
وَفِيْ قَتْلِهِ النَّارُ الَّتِيْ لَيْسَ دُوْنَهَا
حِجَابٌ وَّ مُلْكُ الرَّيِّ قُرَّةُ عَيْنِيْ

(تاريخ ابن خلدون اردو: ج ٢ ص ٩٦- الكامل في التاريخ: ج ٢ ص ١٦٧)

مطلب ته:مان ري جي حڪومت ڇڏيان حالانڪ اها منهنجي اک جو ٺار آهي يا مان امام حسين کي شهيد ڪيان ۽ ان جي ڪري مان ڦٽڪار ڪيو وڃان. امام حسين جو شهيد ڪرڻ اهڙي باهه آهي، جنهن جي اڳيان ڪا رڪاوٽ ناهي.

## حضرت حُرُّ شهيد جو بيان

اهل بيت جي ادب ۾ شهادت حاصل ڪندڙ حضرت حُر بن يزيد رياحي رحمة الله عليه کان سندس ننڍي ڀاءُ مصعب بن يزيد رياحيءَ جڏهن ڪربلا جي ميدان ۾ سندس پريشاني ۽ منهن جي زرد هجڻ جو وجهه پڇيو ته حضرت حر فرمايو: اي ڀاءُ! هيءَ مصطفىٰ ﷺ جي ڏوهٽي سان جنگ پنهنجي عاقبت سان جنگ آهي مان جنت ۽ دوزخ جي وچ تي بيٺو آهيان. دنيا پوري قوت سان مون کي جهنم ڏانهن گهلي رهي آهي ۽ منهنجي دل ان جي هيبت کان ڏڪي رهي آهي.(سوانح ڪربلا: ص ٩٠)

ان کان پوءِ قسمت سندس مدد ڪئي ۽ گهوڙي کي اڙي هڻي پجائي حضرت حسين رضي الله عنه جي خدمت ۾ پهتو ۽ ڪانئس بعد سندس ڀاءُ مصعب بن يزيد رياحي به يزيد جي لشڪر کي ڇڏي اهلبيت جي خادمن ۾ شريڪ ٿيو.

## رومي قاصد جي خيال جو اظهار

وڏن عالمن ۽ تاريخدانن لکيو آهي ته رومي قاصد ڪنهن ضروري ڪم سان يزيد وٽ آيو ۽ ان اتي يزيد جي دربار ۾ رکيل هڪ سر

مبارڪ ڏٺو تہ پڇيائين تہ اي يزيد! هيءُ ڪنهن جو سر آهي؟ يزيد چيو تہ هيءُ حسين بن علي جو سر آهي. قاصد چيو تہ : ڪهڙو حسين بن علي؟ يزيد چيو تہ "فاطمہ جو فرزند حسين" قاصد پڇيو تہ ڪير فاطمہ؟ يزيد چيو تہ "حضرت محمد ﷺ جي ڌيءُ" قاصد عجب ۾ پوندي پڇيو تہ محمد ﷺ اوهان جي نبي جي ڌيءُ؟ يزيد چيو تہ هائو! اهو محمد ﷺ- قاصد وري پڇيو تہ ان حسين جي پيءُ جو نالو ڇا آهي؟ يزيد چيو تہ علي. قاصد پڇيو تہ علي ڪير هو؟ يزيد چيو تہ محمد ﷺ جو سئوٽ هو تہ قاصد چيو:

"تَبًّا لَّكُمْ وَلِدِيْنِكُمْ مَا أَنْتُمْ وَحَقِّ الْمَسِيْحِ عَلٰى شَيْءٍ اِنَّ عِنْدَنَا فِيْ بَعْضِ الْجَزَائِرِ دِيْرٌ فِيْهِ حَافِرُ حِمَارٍ رَكِبَهٗ عِيْسَى السَّيِّدُ الْمَسِيْحُ وَنَحْنُ نَحُجُّ اِلَيْهِ فِيْ كُلِّ عَامٍ مِنَ الْاَقْطَارِ وَنُنْذِرُ لَهُ النُّذُوْرَ وَنُعَظِّمُهٗ كَمَا تُعَظِّمُوْنَ كَعْبَتَكُمْ فَأَشْهَدُ اَنَّكُمْ عَلٰى بَاطِلٍ ثُمَّ قَامَ وَلَمْ يَعُدْ" (الصواعق المحرقة: ص ١٩٩- تذڪرة الخواص: ص ٢٦٣- اسعاف الراغبين بر حاشيه نور الابصار: ص ٢٠٨)

يعني اوهان جي لاءِ ۽ اوهان جي اهڙي دين جي لاءِ هلاڪت آهي (اوهان ڪهڙا مسلمان آهيو؟ مان اوهان کي اسان وٽ حضرت عيسىٰ جو مقام ٻڌايان) بعض ٻيٽن ۾ اسان جي هڪ مڙهي آهي، جتي حضرت عيسىٰ جي سواري واري گڏهہ جي پير جو ڪر آهي ۽ اسين پري پري کان ان جي ارادي (زيارت جي خيال) سان ويندا آهيون ۽ اسين اتي نذر باسيندا آهيون ۽ ان جاءِ جي اهڙي تعظيم ڪندا آهيون، جيئن اوهان پنهنجي ڪعبہ جي تعظيم ڪندا آهيو. (اي يزيد!) شاهد رهہ تہ اوهان باطل تي آهيو ان کان پوءِ اتاهين اٿي ويو ۽ موٽي نہ آيو

## خود يزيد جو گناهہ کي مڃڻ وارو قول

علامہ ابن الجوزي جي ڏوهٽي علامه يوسف لکيو آهي تہ "ومما يدل علىٰ کفره و زندقته فضلا عن سبه ولعنته اشعاره التى افصح بها الالحاد وابان عن خبث الغمائر وسوء الاعتقاد" (تذڪرة الخواص: ص ٢٦٠)

يعني ان جي كفر ۾ اندر واري بي ديني تي دلالت ڪرڻ واريون باقي شيون، جن سان ان ڪي بروچيو ٿو وڃي ۽ ان تي لعنت ڪئي ٿي وڃي ان جا اهي چيل شعر آهن، جن ۾ ان پنهنجو بي دين هجڻ ۽ پنهنجي اندروني خباثت ۽ پنهنجي بداعتقادي بيان ڪئي آهي. ( اهي شعر اڳ ۾ مختلف مقامن تي لکي آيا آهيون ۽ ڪيترا ان جا شعر مذڪور ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل آهن.

مؤرخ طبري اهڙين حالتن ڪي ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "هٰذا هُوَ العروق من الدين وقول لا يرجع الى الله ولا الى دينه ولا الى كتابه ولا الى رسوله ولا يؤمن بالله ولا لما جاءَ من عندالله" (تاريخ طبري: ج١١ ص ٣٥٨)

يعني هيءَ دين ڪان نڪرڻ آهي ۽ اهڙي ڳالهه آهي، جيڪا الله تعالىٰ ۽ رسول ﷺ ۽ قرآن مجيد ۽ الله جي دين جي مطابق ناهي (اهڙا شعر چوڻ وارو شخص) نه الله تعالىٰ تي ايمان ٿو رکي ۽ نه الله تعالىٰ جي طرفان آيل وحي تي.

*تھا خود بھی ان کو اپنی جفاؤں کا اعتراف*

## علامه مقبلي جو يزيد جي لاءِ فيصلو

علامه صالح بن مهدي مقبلي ڪوڪهاني (جنهن جي مجتهد هجڻ جي قاضي شوڪاني پنهنجي ڪتاب "البدر الطالع" ۾ صراحت ڪئي آهي) لکيو آهي ته: "واعجب من ذالك من يحسن ليزيد المريد الذى فعل بخيار الامة ما فعل وهتك مدينة الرسول صلى الله عليه وآله وسلم وقتل الحسين السبط واهل بيته وهتكهم وفعل ما لو استمكن من مثل فعله عدوهم من النصارىٰ لكان ارفق بهم"

(العلم الشامخ في تفضيل الحق علي الآباء والمشائخ: ص ٣٦٨ طبع مصر سنه ١٣٢٨هه)

يعني وڏيڪ عجب ان شخص تي آهي جيڪو يزيد سرڪش ڪي

جنهن امت جي پلن پانهن سان اهو ڪم ڪيو، جيڪو ڪيو ۽ رسول الله ﷺ جي شهر (مبارڪ مديني منوره) جي تڙهين (بي ادبي) ڪئي ۽ (حضرت) حسين ڏوهٽي کي ۽ اهلبيت کي شهيد ڪيو ۽ اهو ڪم ڪيائين، جو جيڪڏهن اهڙي ڪم ڪرڻ تي انهن (اهل بيتن) جو نصارن مان ڪو دشمن طاقت لهي ها، ته اهو هنن سان انهن ڪان وڌيڪ نرم هجي ها.

## علامہ محمد قاسم نانوتوي جو قول

دارالعلوم ديوبند جي باني علامه محمد قاسم نانوتوي صاحب لکيو آهي ته "از رؤساے نواصب است" يعني يزيد ناصبين جي اڳواڻن مان هو.

وضاحت: سمجهڻ گهرجي ته ناصبي بدعقيده گمراهه عقيدي ۽ عمل پنهي جي لحاظ سان خراب آهن، انهن جو بنيادي عقيدو سيدنا علي ۽ حضرات حسنين ڪريمين رضي الله عنهم سان عداوت آهي.

## حضرت شمس الدين ذهبي رحمة الله عليه جو فرمان-٢

مشهور محدث ۽ مؤرخ علامه ذهبي لکيو آهي ته "يزيد بن معاوية كان ناصبيا فضا غليظا جلفا يتناول المسكر ويفعل المنكر افتتح دولته بقتل الحسين واختتمها بوقعة الحرة فمقته الناس ولم يبارك فى عمره وخرج عليه غير واحد بعد الحسين رضى الله عنه كاهل المدينة لله" (الروض الباسم في الذب عن حسنة ابي القاسم: ج٢ص٣٦ طبع منيريه مصر)

يعني يزيد بن معاويہ ناصبي هو، پٿر دل، بدزبان، غليظ، گندو جفاڪار شرابي ۽ برايون ڪندڙ هو. ان پنهنجي حڪومت جي ابتدا (حضرت) حسين کي شهيد ڪرڻ سان ڪئي هئي ۽ ان جي پڇاڙي حره واري واقعي سان ڪئي هيائين. ان جي ڪري ماڻهو لله في الله ان سان ڪاوڙيا ۽ ان جي عمر ۾ برڪت نه پئي ۽ حضرت حسين جي شهيد ڪرڻ ڪان پوءِ ماڻهو ان جي خلاف اٿيا.

# ابن تيميه جو قول-١

(عرب دنيا جي معروف مشهور علامه جنهن کي شيخ الاسلام سڏيو ويندو آهي) علامه ابن تيميه لکيو آهي ته ”و اما ترك محبته فلان المحبة الخاصة انما تكون للنبيين والصديقين والشهداء والصالحين وليس واحدا منهم وقد قال النبى ﷺ ”المَرءُ مَعَ مَن احبَّ“ ومن آمن بالله واليوم الآخر لا يختار ان يكون مع يزيد ولامع امثاله من الملوك الذين ليسوا بعادلين“ (مجموعه فتاوي ابن تيميه: ج۴ ص۴۸۴)

يعني يزيد سان محبت نه رکڻ جو وجهه هي آهي جو خاص محبت نبين (عليهم الصلوٰة والسلام) ۽ صديقين ۽ شهيدن ۽ صالحين سان هوندي آهي ۽ (يزيد) انهن مان ڪوبه ناهي (نه نبي آهي نه صديق آهي نه شهيد آهي ۽ نه صالح آهي) ۽ رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته (قيامت ڏينهن) ”ماڻهو ان سان گڏ هوندو جنهن سان محبت رکي هوندائين“ ۽ جنهن جو الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آهي، اهو يزيد ۽ ان جهڙن حاڪمن سان جيڪي عادل ناهن گڏ رهڻ پسند نه ڪندو.

مٿئين عبارت مان ظاهر ٿيو ته سچو ۽ پڪو مسلمان يزيد سان محبت نه رکندو. يزيد جي يارن کي ان سان گڏ رهڻ مبارڪ هجي. آل رسول ﷺ جا پروانا ڪنهن به قيمت ۾ يزيد بي ديد عنيد ۽ پليد سان نه گڏ رهڻ پسند ڪندا نه ان سان محبت رکندا.

فائدو: قرآن ڪريم جي آيتن ۽ نبوي حديثن (علىٰ قائلها الصلوات والسلام) کي صاف دل تي مطالعو ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته رافضي خارجي ۽ ناصبي ٽولا حق ۽ هدايت واري واٽ تي ناهن. محبوب ڪريم ﷺ جن اصحابن سڳورن رضي الله عنهم اجمعين کي هدايت جا ستارا سڏيو آهي سندن ارشاد پاڪ آهي ته ”أَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ فَبِأَيِّهِمُ اقْتَدَيْتُمُ اهْتَدَيْتُمْ“ (رواه

رزين- مشكواة: باب مناقب الصحابة الفصل الثالث ص ۵۵۴) منهنجا اصحابي ستارن وانگر آهن انهن مان جنهن جي بہ اقتداء ڪندؤ تہ هدايت وارا ٿيندؤ ۽ اهل بيت اطهار جي لاءِ سندن ارشاد آهي: "إنّ مَثَلَ أَهْلِ بَيْتِيْ فِيْكُمْ مَثَلُ سَفِيْنَةِ نُوْحٍ مَنْ رَّكِبَهَا نَجَا وَمَنْ تَخَلَّفَ عَنْهَا هَلَكَ" (رواه احمد- مشكواة: باب مناقب اهل بيت النبي ﷺ الفصل الثالث ص ۵۷۳)

خبردار! بيشڪ اوهان ۾ منهنجي اهلبيت جو مثال (حضرت) نوح (علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) جي ٻيڙي وارو آهي، جيڪو ان ۾ سوار ٿيو، اهو ڇوٽڪاري وارو ٿيو ۽ جيڪو ان کان پوئتي هٽيو هلاڪ ٿي ويو.

مطلب تہ صحابن کي نہ مڃڻ وارا انڌيري ۾ آهن، حق جي واٽ ڪونہ ڏسي سگھندا جيئن رافضي رليل سدائين سوجهري کان پري ۽ جيڪي اهلبيت جي محبت کان خالي آهن، انهن کي آلِ رسول ﷺ جي محبت واري ٻيڙيءَ ۾ داخل ٿيڻ نصيب ناهي. جيئن خوار ٿيل خارجي ۽ ناصبي تہ اهي بہ گمراهيءَ جي ڪنن ۾ ٻڏي تباهہ ٿي ويا آهن. اهي اهل بيت پاڪ جا ايترا ڪليل دشمن آهن، جو بيحيا انهن کي ڪافر ٺاهڻ ۽ ان ذهن رکڻ جي ڪري اهي پاڻ ڪافر آهن. پر الحمدلله ثم الحمدلله اهل السنة والجماعة وارا مالڪ مٺي جي مهرباني ۽ ننگدار نبي پاڪ ﷺ جي نظر عنايت سان اصحابن ۽ اهلبيتن سان شرعي حدود ۾ رهندي سچي سڪ ۽ محبت رکڻ جي ڪري انڌيرن ۽ گمراهيءَ جي ڪُنن ۾ ڪرڻ کان محفوظ ۽ مامون آهن ان جي ڪري قرآن ڪريم جي مفسر علامه فخرالدين رازي لکيو آهي تہ " نحن معاشر اهل السنة بحمد لله ركبنا سفينة محبة اهل البيت واهتدينا بنجم هدى اصحاب النبى ﷺ فنرجوا النجاة من اهوال القيامة ودركات الجحيم والهداية الىٰ ما يوجب درجات الجنان والنعيم المقيم " (مرقاة بحوالہ تفسير ڪبير: ص ۷ ج ۷)

يعني اسان اهل السنة والجماعة وارن الله جي حمد سان اهل بيت جي محبت واري ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي، هدايت جي ستارن اصحابن رضي الله عنهم اجمعين جي

رهنمائي ۾ هدايت حاصل ڪئي آهي. اسين قيامت جي سختين ۽ جهنم جي طبقن ۾ (پوڻ) واري عذاب کان نجات ۽ جنتن جي درجات ۽ هميشه وارين نعمتن کي حاصل ڪرڻ جي اميد رکون ٿا.

مسلڪ حق اهل السنة والجماعة جي بزرگ ۽ وڏي محقق علامه شاهه احمد رضا خان بريلوي قَدَّسَ سِرُّهُ الله به تڏهن فرمايو آهي:

اہل سنت کا ہے بیڑا پار اصحاب رسول
نجم ہیں اور ناؤ ہے عترت رسول اللہ کی

## علامه اعزاز علي صاحب ديوبندي جو قول

صاحب موصوف فقيه ۽ اديب هجڻ ۾ مشهور آهي ان لکيو آهي ته حره مشهور واقعو آهي، جنهن ۾ مدينه منوره وارن کي هلاڪ ڪيو ويو ان ۾ اصحابن ۽ تابعين رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِمْ جي وڏي جماعت شهيد ڪئي وئي، جن ۾ غسيل الملائكة حضرت حنظله رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جو فرزند حضرت عبدالله به شهيد ڪيو ويو. حضرت عبدالله بن حنظلة بن ابي عامر الراهب الانصاري هن به حضور ﷺ جو ديدار ڪيو هو ۽ حضرت حنظلہ احد جي جنگ ۾ شهيد ٿيو هو. ڪيس ملائڪن غسل ڏنو هو. ان جي ڪري ان کي "غسيل الملائكة" (ملائڪن جو غسل ڏياريل سڏيندا هئا) حضرت عبدالله جي والده جميله بنت عبدالله هئي. حره واري واقعي وقت ٽي ڏينهن مسجد نبوي (علیٰ بانيها الصلواة والسلام) ۾ نه بانگ ڏني وئي ۽ نه جماعت قائم ڪئي وئي. انهن ڏينهن ۾ حضرت جابر بن عبدالله رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جيڪو نابينا ٿي ويو هو، مدينه منوره جي گهٽيءَ ۾ هلندي شهيدن پاڪن جي جسمن ۾ وچڙي ڪري ٿي پيو ۽ چئي رهيو هو ته "جنهن رسول الله ﷺ کي خوف ڏياريو اهو تباهه ٿي ويو" اهو ٻڌي ان کي يزيد جي لشڪرين مان هڪڙي چيو ته "رسول الله ﷺ کي ڪنهن خوف ڏياريو آهي؟ حضرت جابر فرمايو ته مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمايائون ته "مَنْ أَخَافَ أَهْلَ الْمَدِيْنَةِ

فَقَدۡ أَخَافَ مَا بَيۡنَ جَنۡبَيَّ" (جنهن مديني وارن کي خوف ۾ رکيو ان منهنجي ٻن پاسن جي وچ واريءَ (دل) کي خوف ۾ رکيو) اهو ٻڌي يزيدي لشڪر وارن مان هڪ ٽولو ان کي شهيد ڪرڻ جي لاءِ اٿيو ته مروان پنهنجي پناهه ڏئي کيس بچائي ورتو ۽ کيس پنهنجي گهر ۾ اندر اماڻي ڇڏيو.

سهيليءَ چيو آهي ته: ان ڏينهن مهاجرن ۽ انصارن مان سترهن سئو ١٧٠٠ شهيد ڪيا ويا ۽ عام گڏيل ماڻهن مان عورتن ۽ ننڍن ٻارن کان سواءِ ڏهه هزار ١٠٠٠٠ ماڻهو شهيد ڪيا ويا. روايت آهي ته انصارن مان هڪ عورت پنهنجي ٻچي کي ڪير پياري رهي هئي ته ان جي مٿان هڪ يزيدي سپاهي آيو ۽ ان ٻار کي ان کان کسي چيو ته "تو وٽ جيڪو سون آهي، اهو مون کي ڏي نه ته توکي قتل ڪندس، پر تنهنجي هن ٻار کي به قتل ڪندس" اهو ٻڌي ان عورت ان سپاهيءَ کي چيو ته ڇا تون ان کي قتل ڪندين، جنهن جو پيءُ حضرت رسول الله ﷺ جو صحابي ابوڪبشه آهي؟ ۽ مان انهن عورتن مان آهيان، جن حضور ﷺ جي بيعت ڪئي هئي. اهو ٻڌي ان سپاهيءَ کي شرم ته نه آيو، پر ڪير پيئندڙ ٻار کي ماءُ جي هنج مان ڪڍي اهڙي زور سان پٽِ تي هنيو، جو ان جو مٿو ذريون ذريون ٿي زمين تي ڪريو ۽ ان يزيديءَ تي فورًا الله ﷻ جو اهڙو قهر ڪڙڪيو، جو جيئن اهو گهر مان ٻاهر نڪتو ته سندس منهن جو اڌ ڪارو ٿي ويو ۽ ماڻهن جي لاءِ مثال بنجي ويو.

سهيليءَ لکيو آهي ته مان سمجهان ٿو ته هيءَ عورت ان ٻار جي ڏاڏي هئي، ماءُ نه هئي. ڇو ته عادتًا اهو نه ٿو ٿي سگهي ته ان عورت حضور پاڪ ﷺ جي بيعت ڪئي هجي ۽ حره واري ڏينهن ان عمر ۾ هجي جو ننڍو ٻار ڄڻي ان کي ڪير پياريندي هجي. حره جو هي واقعو نبوت جي انهن نشانين (معجزن) مان آهي، جنهن جي حضور ﷺ اڳ ۾ ئي خبر ڏني هئي. پاڻ حره جي سرزمين تي بيهي فرمايو هيائون "لَيُقۡتَلَنَّ بِهٰذَا الۡمَكَانِ رِجَالٌ هُمۡ خِيَارُ أُمَّتِيۡ بَعۡدَ أَصۡحَابِيۡ" (نفحة العرب: ص ٩٠-٩١ مطبوعہ قرآن

محل ڪراچي) يعني هن جاء تي (اهي) مرد شهيد ڪيا ويندا، جيڪي منهنجن اصحابن کان پوءِ منهنجي امت ۾ ڀلا هوندا.

الله ﷻ ۽ ان جي محبوب ﷺ کي مڃڻ وارا مؤمنو! يزيد جي حڪم تي هلندڙ لشڪر جي ظلم جا هي داستان پڙهو. ڇا پوءِ به اوهان ان بدترين ظالم سان محبت رکڻ جي لاءِ سوچي سگهو ٿا. نه هرگز نه.

## مؤرخ دينوري جو بيان

يزيدين طرفان محبوب ﷺ جي سنت جي بي ادبي: مذڪور مؤرخ لکيو آهي ته: "ذَكَرَ أَبُوْهَارُوْنُ قُلْتُ يَا أَبَا سَعِيْدٍ مَا حَالُ لِحْيَتِكَ فَقَالَ: هٰذَا فِعْلُ ظَلَمَةِ أَهْلِ الشَّامِ يَوْمَ الْحَرَّةِ دَخَلُوْا عَلٰى بَيْتِيْ فَانْتَهَبُوْا مَا فِيْهِ حَتّٰى أَخَذُوْا قَدَحِيَ الَّذِيْ كُنْتُ أَشْرَبُ فِيْهِ الْمَاءَ ثُمَّ خَرَجُوْا وَدَخَلَ عَلَيَّ بَعْدَهُمْ عَشَرَةُ نَفَرٍ وَأَنَا قَائِمٌ أُصَلِّيْ فَطَلَبُوا الْبَيْتَ فَلَمْ يَجِدُوْا فِيْهِ شَيْئًا فَأَسِفُوْا لِذَالِكَ فَاحْتَمَلُوْنِيْ مِنْ مُصَلَّايَ وَضَرَبُوْا بِيَ الْأَرْضَ وَأَقْبَلَ كُلُّ رَجُلٍ مِّنْهُمْ عَلٰى مَا يَلِيْهِ مِنْ لِحْيَتِيْ" (الاخبار الطوال: ص ٢٦٩)

ابو هارون نالي شخص جو بيان آهي ته: مان (حضرت) ابوسعيد (خدري اصحابي رضي الله عنه) وٽ ويس ته ان جي ڏاڙهي مبارڪ پٽيل هئي. مون ان کان پڇيو ته: اوهان جي ڏاڙهيءَ جو هي حال ڇو ٿيو آهي؟ ان ٻڌايو ته حره واري ڏينهن شام جي ملڪ مان آيل ظالمن جو اهو ڪم آهي. منهنجي گهر ۾ گهڙي آيا، جيڪو به ان ۾ هو ڦرلٽ ڪري ڪڻي ويا، تانجو منهنجي پاڻي پيئڻ وارو پيالو به کڻي ويا. اهي نڪتا ته وري ڏهه ڄڻا ٻيا آيا ۽ مان بيٺي نماز پڙهي. سڄي گهر ۾ تلاشي ورتائون جڏهن ڪا به شيءِ نه لڌائون ته افسوس ڪندي مون نماز پڙهندڙ کي مٿي ڪڻي زور سان زمين تي سٽي ۽ جيڪو جنهن پاسي بيٺو هو ان اتاهين منهنجي ڏاڙهي پٽڻ شروع ڪئي.

ساڳي ڳالهه علامه ابن حجر هيتمي به لکي آهي.

(تطهير الجنان: ص ٦٠)

قارئين ڪرام! مذڪوره ڳالهين ڪي مختلف حوالن سان لکڻ جو مقصد اوهان جي ذهن ۾ اها ڳالهه ويهارڻ آهي ته انهن سيني بيان ڪندڙن عالمن جي لکت ڏسو. الله ﷻ جو خوف رکي محبوب ﷺ تي پڪو ايمان ڪامل ايمان رکندي فيصلو ڏيو ته اهڙو ظالم، جابر، عنيد، پليد، بدعقيدي، ڪبيرن گناهن جي مٿان جرئت ڪندڙ شخص، جنهن جي لشڪرين به سندس هدايتن تي ايذا قهر ڪيا، عام شريف ماڻهو چورائڻ جو حقدار آهي؟ نه ڪڏهن به نه ته پوء ان کي امير المؤمنين چوڻ ان کي مڪرم ۽ معظم بنائڻ انهن لقبن جي توهين ۽ نالائقي ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟

ناپاک اور نجس تھی طبیعت یزید کی
گستاخ بے ادب تھی جبلّت یزید کی

## جڳ مشهور بزرگ علامه ابن سعد جو بيان

مذڪور معروف علامه صاحب لکيو آهي ته: حضرت امام جعفر صادق (پنهنجي والد) حضرت امام محمد باقر کان روايت آندي آهي ته: ”ان علی ابن الحسین کان یمشی الی الجمار وکان له منزل بمنیٰ وکان اهل الشام یؤذونه فتحول الی قرین الثعالب او قریب من قرین الثعالب وکان یر کب فاذا اتی منزله مشیٰ الی الجمار“

(طبقات ابن سعد: ج۵ ص ۲۱۹- مطبوعه بيروت)

يعني حضرت علي بن الحسين (منىٰ جي ميدان ۾) جمرن کي پٿريون هڻڻ جي لاء پنڌ ڪري ويندو هو. منىٰ ۾ سندس هڪ گهر به هوندو هو. ته شام وارا (يزيد جا ساٿي) کيس ايذائيندا هئا پوء پاڻ اتاهين قرين الثعالب جاء يا ان جي ويجهو اچي سوار ٿي پنهنجي جاء تي ايندا هئا پوء اتاهين پنڌ ڪري جمرن ڏانهن ايندا هئا (۽ انهن کي پٿريون هڻندا هئا).

هن بيان مان به واضح ٿيو ته يزيد جا ساٿي سهڻي نبي ﷺ جي ٻچن سان ذاتي وير رکندا هئا. ۽ انهن جي ايذاءَ ڏيڻ سان خوش ٿيندا هئا ۽ منهنجي خيال ۾ اچي ٿو ته انهن کي اهي سڀ هدايتون يزيد جون ڏنل هيون.

ساڳئي علامه ابن سعد رحمة الله عليه منهال بن عمرو جي روايت آندي آهي ته:

" دخلت على على بن حسين فقلت كيف أصبحت أصلحك الله فقال ما كنت أرى شيخا من أهل المصر مثلك لا يدرى كيف أصبحنا فأما إذ لم تدر أو تعلم فسأخبرك أصبحنا فى قومنا بمنزلة بنى إسرائيل فى آل فرعون إذ كانوا يذبحون أبناءهم ويستحيون نساءهم وأصبح شيخنا وسيدنا يتقرب إلى عدونا بشتمه أو سبه على المنابر وأصبحت قريش تعد أن لها الفضل على العرب لأن محمدا ﷺ منها لا يعد لها فضل إلا به وأصبحت العرب مقرة لهم بذلك وأصبحت العرب تعد أن لها الفضل على العجم لأن محمدا ﷺ منها لا يعد لها فضل إلا به وأصبحت العجم مقرة لهم بذلك فلئن كانت العرب صدقت أن لها الفضل على العجم وصدقت قريش أن لها الفضل على العرب لأن محمدا ﷺ منهم إن لنا أهل البيت الفضل على قريش لأن محمدا ﷺ منا فأصبحوا يأخذون بحقنا ولا يعرفون لنا حقا فهكذا أصبحنا إذ لم تعلم كيف أصبحنا قال فظننت أنه أراد أن يسمع من فى البيت."

(طبقات ابن سعد: ج۵ ص ۲۱۹-۲۲۰- مطبوعه بيروت-
تهذيب الكمال مع حواشيه ليوسف: ج۲۰ ص۳۹۹-)

راوي چوي ٿو ته مان (حضرت) علي بن الحسين (امام زين العابدين) وٽ ويس. کيس عرض ڪيم ته: الله تعالىٰ اوهان کي خيريت سان رکي اوهان صبح جو وقت ڪهڙي حال ۾ گذاريو؟ پاڻ فرمايائون ته "مون نه ٿي سمجهيو ته شهر ۾ تو جهڙو ماڻهو به هي نه ٿو ڄاڻي ته اسان

کھڙي حال ۾ صبح ڪئي آهي؟ ۽ جڏهن تون اها ڄاڻ نہ ٿو رکين تہ مان توکي ٻڌايان ٿو تہ اسان پنهنجي قوم ۾ صبح جو وقت اهڙي نموني گذاريو آهي جيئن بني اسرائيل (حضرت موسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي قوم) جو فرعونين ۾ گذرندو هو، جو انهن جي پٽن کي کهندا هئا ۽ انهن جي عورتن کي جيئرو ڇڏيندا هئا. اسان جي وڏي (حضرت علي ڪرم الله وجهه) کي ماٺهو منبرن تي گاريون ڏئي، وقت جا حاڪم اسان جي دشمن ڏانهن تقرب (ويجهڙائي) حاصل ڪن ٿا ۽ عرب عجمين کان ان جي ڪري ڀلا سمجهيا وڃن ٿا جو (حضرت) محمد ﷺ جن عرب مان آهن ۽ عجمي ان ڳالھ جا اقراري آهن ۽ قريشي وري ٻين عربن کان ان جي ڪري ڀلا آهن جو حضور ﷺ جن قريشي آهن (مطلب تہ انهن جي مذڪور ڀلائي حبيب ڪريم ﷺ جي صدقي آهي ٻيو ڪو وجھ ناهي) ۽ اسان اهلبيت کي بہ قريشين تي ان جي ڪري فضيلت آهي، جو حضور ﷺ جن اسان مان آهن ۽ هاڻي قريشين وري ان حال ۾ صبح ڪئي آهي، جو پنهنجو حق تہ اسان کان ڇڪي وٺن ٿا، پر سندن مٿان جيڪو اسان جو حق آهي، اهو محسوس نہ ٿا ڪن (پاڻ راوي کي فرمايائون تہ) جيڪڏهن توکي ڄاڻ ناهي تہ ڄاڻي ڇڏ تہ اسان ان نموني صبح ڪئي آهي. راوي ٿو چوي تہ پوءِ مون خيال ۾ آندو تہ ان تفصيلي بيان مان سندن مقصد انهن کي بہ ٻڌائڻ هو، جيڪي ان وقت سندن (خدمت ۾) گھر ۾ موجود هئا.

محترم ڀائرو! حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه جي بيان کي غور سان پڙهو تہ يزيدي ٽولو ڪين ڪيترو ايذائيندو هو. يزيد کي خوش ڪرڻ جي لاءِ سيدنا علي ڪرم الله وجهه کي منبرن تي ببهي اهو ٽولو گاريون ڏيندو ۽ مٿن گند اڇلائيندو هو. ڇا اهي بہ اهي محبت جا لائق آهن (الله عزوجل کان دعا آهي تہ اهو ڪرم ڪري اهڙن پليدن جي محبت کان هر سچي مسلمان کي محفوظ رکي)

# علامہ ابن حجر عسقلاني جو فرمان-٢

حضرت حسين رضي الله عنه حق تي هو: علامہ موصوف لکيو آهي تہ: "قسم خرجوا للدين من اجل جور الولاة وترك عملهم بالسنة النبوية ومنهم الحسين بن علي و اهل امدينة الذين جاهدوا في الحرة والقراء الذين خرجوا على الحجاج" (فتح الباري: ج١٢ص ٢٤ طبع مصر)

يعني هڪڙو قسم ان حضرات جو هيو، جن حاڪمن جي ظلم ستم ۽ انهن جي طرفان نبوي سنت (علىٰ صاحبها الصلواة والسلام) تي عمل نہ ڪرڻ جي ڪري ديني غيرت ۽ حميت ۾ نڪري (انهن جي مخالفت ڪئي. اهي حق وارا آهن ۽ انهن مان حسين بن علي رضي الله عنهما ۽ اهل مدينہ جن حره مقام ۾ جهاد ڪيو ۽ اهي سڀ قاري (علماء) جيڪي حجاج جي خلاف نڪتا هئا. (سيني جو شمار انهن حق وارن ۾ آهي)

هن عبارت ۾ غور ڪرڻ سان واضح ٿيو تہ حضرت حسين رضي الله عنه جو يزيد خلاف اٿڻ ڪنهن دنيوي لالچ ۽ طمع لاءِ نہ هيو، بلڪ اها سندس ديني بصيرت ۽ غيرت جي تقاضا هئي ۽ جڏهن اهو حق تي هو تہ لازمًا ان جو مخالف يزيد ناحق تي چيو ويندو ۽ ناحق واري سان محبت رکڻ سان الٰهي عذاب کان سواءِ ڪجھ بہ پلئہ نہ پوندو.

علامه ابن حجر عسقلاني لکيو آهي تہ: جيڪڏهن ڪو ماڻهو ظالم حاڪم جي خلاف اٿي، جيڪو سندس مال يا اهل يا سر تي غلبو ڪرڻ ٿو گهري، تہ اهو عذر وارو آهي ۽ ان حاڪم کي ان سان جنگ ڪرڻ حلال ناهي ۽ ان حاڪم جي مخالفت ڪندڙ کي جائز آهي تہ پنهنجي طاقت آهر پنهنجي سر اهل ۽ مال جو دفاع ڪري. جيئن طبري صحيح سند سان عبدالله بن الحارث جي قول مطابق بني مضر جي هڪ شخص کان ان حضرت علي ڪرم الله وجهه کان روايت آندي آهي تہ ان وٽ خارجين جو ذڪر ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون: جيڪڏهن عادل حاڪم جي خلاف اٿن ٿا

ته انھن سان جنگ ڪيو ۽ جيڪڏھن اھي ظالم حاڪم سان جنگ ڪن ٿا ته انھن سان جنگ نه ڪيو. ڇو ته انھن ڪي ڇوڻ جو حق حاصل آھي ان روايت ڪي ذڪر ڪرڻ ڪان پوءِ علامه ابن حجر لکيو آھي ته ”وعلیٰ ذالك يحمل ما وقع للحسين ابن علی ثم لاهل المدينة فی الحرة ثم لعبدالله بن الزبير ثم للقراء الذين خرجوا علی الحجاج فی قصة عبدالرحمٰن بن محمد بن الاشعث“ (فتح الباري؛ ج ۱۲ ص ۲۵۳- ۲۵۴)

۽ ھن صورت تي (حضرت) حسين بن علي وارو واقعو ۽ ان ڪان پوءِ حره ۾ جيڪو اھل مدينه سان ٿيو، ان ڪان پوءِ جيڪو (حضرت) عبدالله بن زبير سان ۽ ان ڪان پوءِ عبدالله بن محمد بن الاشعث جي واقعي ۾ اٿندڙن قارين (عالمن) سان جيڪو ٿيو، حمل ڪيو ويندو.

مطلب ته اھي سڀ حق تي ھيا، انھن حق جو ھوڪو ڏنو ھو انھن سان وقتي ظالمن حاڪمن ڪي جنگ ڪرڻ جائز نه ھئي.

حرمين شريفين ۾ به يزيد ۽ ان جي ڪامورن حضرت حسين ڪي سڪون سان رھڻ نه ڏنو: تاريخ جي مطالعي سان معلوم ٿئي ٿو ته يزيد ۽ ان جي مقرر ڪيل ڪامورن سيدنا حضرت امام حسين رضي الله عنه ڪي پرامن جاين حرمين شريفين ۾ به سڪ جو ساھ ڪڻڻ نه ڏنو. جڏھن پاڻ مدينه منوره ۾ ھو ته ڪيس يزيد جي بيعت ڪرڻ جي لاءِ بار بار تنگ ڪندا رھيا ۽ جڏھن مدينه منوره مان نڪري مڪي مڪرمه ۾ آيو ته اتي به يزيد حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي معرفت خط موڪلي بيعت نه ڪرڻ جي صورت ۾ ڪيس شھيد ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني ھئي. پر حضرت امام حسين رضي الله عنه نه ٿي گھريو ته ان جي ڪري مڪ مڪرمه ۾ خونريزي ٿئي ۽ حرم جي عزت محفوظ نه رھي. (البداية والنهاية؛ ج ۸ ص ۱۶۱- ۱۶۵)

سوال: حضرت حسين ڪي ڪوفي وڃڻ ڏانھن ڪيترن ئي پيلارن ڇو روڪيو ھو؟

جواب: حضرت حسين ڪي روڪڻ وارن جو اھو ذھن نه ھو ته حضرت

حسين غلط ڪم ڪري رهيو هو، بلڪ ان تي شفقت ڪرڻ جي ڪري ڪيس روڪيو هيائون. ڪنهن به ڪيس ائين نه فرمايو ته: اوهان نعوذ بالله شريعت جي خلاف ڪيو گناهه ڪيو، جو يزيد جهڙي (معاذ الله) عدل واري حاڪم جي مخالفت ڪري بغاوت ڪيو، جنهن جي ڪري اوهان واجب القتل ٿي ويندؤ. عدل ۽ انصاف واري حاڪم سان بغاوت ڪرڻ اوهان جي شايان شان ناهي.

مسلمان ڀائرو! غور ڪيو ته حضرت حسين کي روڪڻ وارن ساٿس ڪوفين جي بيوفائين جو خدشو ظاهر ڪيو هو، پر سندن ان قدم کي گناهه ۽ شريعت جي خلاف قرار نه ڏنو هو ۽ هيءَ ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي ته ڪوفي جا سڀ ماڻهو غدار به نه هئا انهن ۾ ڪيترا مخلص به هئا، جن کي يزيدين تڪليفون به ڏنيون هيون ۽ حضرت امام عالي مقام جي مقدر ۾ جڏهن ته شهادت لکيل هئي ته پاڻ ڪنهن جي روڪڻ سان به نه مڙيا. جيئن سيدنا حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي مقدر ۾ شهادت هئي ته حضرت علي ۽ ٻين ڪيترن صحابن رضي الله عنهم اجمعين ڪيس مدد ڪرڻ ۽ سندس امر سان سندس پاران جنگ ڪرڻ وڙهڻ جي پيشڪش ڪئي ته به انهن جي ان پيشڪش کي قبول نه ڪندي، مخالفن جي هٿان شهيد ٿي ويو. حضرت حسين کي به حالات جي خبر هئي، پر

لکھا جو ہے مقدر میں وہ کب ٹل نہیں سکتا
خدا پر زور کس کا بھی تو ہرگز چل نہیں سکتا

## محدثن جي مهندار حضرت امام بخاري ۽ امام ترمذي جو بيان

اسلامي دنيا جي نامور محدث محمد بن اسماعيل بخاري رحمة الله عليه ۽ امام ترمذيءَ روايت آندي آهي ته" يزيد (سيدنا امام) حسين جي نڪ

مبارڪ ۾ پاڪ چپن تي ڇهبڪ هڻندي، سندس سونهن ۾ حسن کي حقارت جي نظر سان ڏسي طنز ۾ ٺوڪ ڪئي هئي.

صحيح بخاري؛ ج ا ص ۵۳۰- جامع ترمذي؛ ج ۲ ص ۲۱۹)

## يزيد جي باري ۾ سندس پٽ جو بيان

يزيد جي ظلمن جي متعلق وڏي ڳالهہ سندس پٽ جي شاهدي آهي ۽ اها ڳالهہ بہ لڪل ڇپيل ناهي تہ پٽ کان وڌيڪ پيءُ جي حالات کان ڪير بہ واقف نہ هوندو يزيد جو پٽ (جنهن جو نالو معاويه هو) جڏهن پيءُ جي جاء تي حاڪم بڻيو تہ منبر تي ويهي، انهيءَ پنهنجي پيءُ جي باري ۾ جيڪا وضاحت ڪئي اها هيءَ آهي: " قلد ابي الامر وکان غير اهله ونازع ابن بنت رسول الله ﷺ فقصف عمره وانبتر عقبه وصار في قبره رهينا بذنوبه ثم بکی وقال ان من اعظم الامور علينا علمنا بسوء مصرعه وبئس منقلبه وقد قتل عترة رسول الله ﷺ واباح الخمر وخرب الکعبة ولم اذق حلاوة الخلافة فلا اتقلد مرارتها فشانکم وامرکم والله ان کانت الدنيا خيرا فقد نلنا منها حظًا ولئن کانت شرا فکفی ذرية ابي سفيان ما اصابوا منها" (الصواعق المحرقة؛ ص ۱۳۴- مطبوع مصر)

يعني منهنجو پيءُ حڪومت ڏنو ويو، حالانڪ ان جو اهل نہ هو. رسول الله ﷺ جي نياڻي (فاطمہ) جي پٽ سان وڙهيو. منقطع النسل (بي بنياد) بنجي قبر ۾ ويو، جتي پنهنجن گناهن ۾ گهہ پيل قاتل آهي. ان چوڻ کان پوء روئي ڏنائين ۽ چيائين تہ اسان جي امرن مان اسان تي وڏي تڪليف هيءَ آهي تہ اسان کي ان جي بري پڇاڙي ۽ بري جاء جي خبر آهي ۽ ڪيئن نہ هوندو، جڏهن تہ ان رسول الله ﷺ جي اولاد کي شهيد ڪيو. شراب کي جائز ڪيو. بيت الله کي ويران بنايو ۽ مون جڏهن حڪومت جي مٺائي نہ چکي آهي تہ ان جي ڪڙاڻ ڇو چکان. هاڻي اوهان ڄاڻو تہ اوهان جو ڪم ڄاڻي الله جو قسم! جيڪڏهن دنيا ڀلي آهي تہ اسان ان جو

وڏو حصو حاصل ڪري چڪا آهيون ۽ جيڪڏهن بري آهي ته ابوسفيان جي اولاد جو ڪجهه ڪمايو، سو انهن جي لاءِ ڪافي آهي.

مسلمانو! جنهن جي قاتل هجڻ، شراب پيئڻ، جو پٽ شاهد آهي، ان ڪي پلو سمجهندڙ لاءِ اوهان پاڻ فيصلو ڏيو.

## يزيد جي لاءِ سندس دادلي گورنر ابن زياد جو بيان

مؤرخ طبريءَ لکيو آهي ته: يزيد ابن مرجانه (عبيدالله بن زياد) کي لکيو ته اهو وڃي عبدالله بن زبير سان جنگ ڪري. اها لکت پڙهي ابن زياد چيو ته: مان ان فاسق يزيد جي چوڻ تي ٻئي گناهه پنهنجي ڳچيءَ ۾ نه وجهندس جو رسول ﷺ جي ڏوهٽي کي شهيد ڪيم ۽ هاڻي وري بيت الله تي چڙهائي ڪيان. ابن زياد جي ماءُ مرجانه سچي عورت هئي جڏهن ابن زياد حضرت حسين کي شهيد ڪيو ته ان کي چيائين ته: تنهنجي لاءِ هلاڪت آهي ڇا ڪيئي ۽ ڇا تي سوار ٿئين.(تاريخ طبري: ج ۵ ص ۴۸۳-۴۸۴)

## صدر الاسلام علامه بزدوي جو قول

اصول فقه جي مشهور عالم بزدوي لکيو آهي ته "واما يزيد بن معاويه كان ظالما ولكن هل كان كافرا تكلم الناس فيه بعضهم كفروه لما حكى عنه من اسباب الكفر وبعضهم لم يكفروه وقالوا لم يصح منه تلك الاسباب ولا حاجة بأحد الى معرفة حاله فان الله تعالىٰ اغنانا عن ذالك" (اصول الدين: ص ۹۸ طبع مصر)

يعني يزيد بن معاويه ظالم هو ۽ پر ڇا ڪافر هو؟ ان ۾ ماڻهن جون ٻه ڳالهيون آهن. بعض ان کي انهن ڪفر جي اسباب جي ڪري ڪافر چيو آهي، جيڪي ان کان نقل ڪيا ويا آهن ۽ بعض ان کي انهن سببن جي صحيح سند سان نه پهچڻ جي ڪري ڪافر نه چيو آهي ۽ ڪنهن هڪ کي به ان جي حال سڃاڻڻ جي ضرورت ناهي. الله ﷻ اسان کي ان کان غني بڻايو آهي.

مذڪوره عبارت جو نتيجو اهو آهي تہ يزيد جي فاسق ۽ ظالم هجڻ ۾ ڪو اختلاف ناهي اهو امت جي اڪابر جو متفق فيصلو آهي، باقي اهو ڪافر هو؟ ان ۾ ٻہ قول آهن جن ڪي ان جون ڪفر واريون ڳالهيون پهتيون آهن، اهي ان ڪي ڪافر چون ٿا ۽ جن ڪي نہ پهتيون آهن اهي ڪافر نہ ٿا چون.

## علامہ ابن حجر هيتمي مڪي جو ارشاد

محدث مذڪور لکيو آهي تہ " وعلى القول بانه مسلم فهو فاسق شرير سكير جائر " (الصواعق المحرقه: ص۱۳۲ طبع مصر) يعني ان قول تي بہ تہ اهو مسلمان هو اهو فاسق شرارتي نشائي ظالم هو

هن بزرگ بہ ان جي خرابين کي مختصر لفظن ۾ سميٽي پيش ڪيو آهي تہ فسق، شرارت، نشو ۽ ظلم تہ ان ۾ هيوئي هيو، پر يزيد جي حمايت ۾ سرگرم ٿي حضرت حسين رضي الله عنه کي اهميت نہ ڏيڻ، ان جي شهادت کي بغاوت سڏڻ، سندس ديني درد کي نظرانداز ڪرڻ، ان جي وقعت ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪرڻ اهڙي بيهوده حرڪت آهي، جنهن جي جيتري بہ مذمت ڪجي گهٽ آهي.

## علامہ ابن تيميہ جو بيان-۲

عرب دنيا جي مشهور معروف علامه ابن تيميه، جنهن کي شيخ الاسلام سڏيندا آهن، لکيو آهي تہ: " والحسين رضى الله عنه اكرمه الله تعالىٰ بالشهادة فى هٰذا اليوم و اهان من قتله او اعان علىٰ قتله او رضى بقتله وله اسوة حسنة بمن سبقه من الشهداء فانه واخوه سيدا شباب اهل الجنة وكانا قد تربيا فى عز الاسلام لم ينالا من الهجرة والجهاد والصبر على الاذى فى الله ما ناله اهل بيته فاكرمهما الله تعالىٰ بالشهادة تكميلا لكرامتهما ورفعا لدرجاتهما وقتله مصيبة عظيمة "

(مجموعہ فتاویٰ ابن تيميه: ج۱-۴ ص ۵۱۱ مطبوعه رياض سنہ ۱۳۸۱ھ)

يعني حضرت حسين رضي الله عنه کي الله تعالىٰ هن ڏينهن (ڏهين محرم) ۾ شهادت سان عزت بخشي ۽ ان جي ڪري جنهن به ان کي شهيد ڪيو يا ان جي شهيد ڪرڻ ۾ مدد ڪئي يا ان جي شهيد ڪرڻ تي راضي ٿيو، الله تعالىٰ ان کي خوار ذليل ڪيو. حضرت حسين ان کان اڳ ۾ شهيد ٿيلن جو نمونو آهي بلاشڪ اهو ۽ ان جو ڀاءُ جنتي نوجوانن جا سردار آهن اهي اسلام جي غلبي واري دور ۾ پليا هئا (ان دور ۾) هجرت، جهاد، الله جي واٽ ۾ ايذاءُ ڪائڻ تي صبر واري ثواب کي جيئن پيا سندن اهلبيت پهتا هئا هي نه پهتا هئا. پوءِ الله تعالىٰ کين عزت ڏيڻ ۽ سندن درجن کي بلند ڪرڻ جي لاءِ شهادت سان نوازيو ۽ ان جي شهادت اسلام ۾ وڏي مصيبت آهي.

## علامه علي القاري جو ارشاد

حديث جي مشهور ڪتاب مشڪواة المصابيح جي شارح علامه علي القاري لکيو آهي ته: "فضل اهل البيت وذم من حاربهم امر مجمع عليه عند علماء اهل السنة واكابر ائمة الامة" (مرقاة المفاتيح شرح مشكواة المصابيح) يعني اهلبيت جي فضيلت ۽ جن انهن سان جنگ ڪئي انهن جي مذمت اهل سنت جي علماءِ ۽ امت جي اڳواڻن وٽ اجماع ڪيل امر آهي.

مٿينءَ عبارت مان واضح ٿيو ته يزيد جي مذمت تي امت جي وڏن سني عالمن جو اجماع آهي. پر يزيدي يارن کي خبر ناهي ته ڪهڙو لاچار آهي؟

## علامه بحر العلوم لکنوي جو فرمان

مذڪور بزرگ پنهنجي مشهور ۽ معروف ڪتاب "فواتح الرحموت" ۾ لکيو آهي ته: "ويزيد ابنه مع انه كان من اخبث الفساق وكان بعيدا بمراحل من الامامة بل الشك فى ايمانه خذله الله تعالىٰ والصنيعات التى صنعها معروفة من انواع الخبائث"

(فواتح الرحموت شرح مسلم الثبوت: ج۲ ص ۳۲۳ طبع مصر)

يعني ان (امير معاويه رضي الله عنه) جو پٽ يزيد فاسقن ۾ وڏو خبيث ۽ ائمه (مسلمانن جي اڳواڻن) کان ڪئين منزلون پري هو، بلڪ ان جي ته ايمان ۾ به شڪ آهي الله تعاليٰ ان کي خوار ڪيو. ۽ جيڪي براين جي قسمن مان ڪم ان ڪيا هئا، اهي مشهور آهن.

پيارا ڀائرو! هن بزرگ به حق جي ڳالهه ڪندي ان کي فاسقن مان وڏو خبيث سڏيندي ان جي ايمان ۾ شڪ ڏيکاريو آهي ڇا اڄان به اهو خبيث دوستيءَ جو اهل آهي؟

## غير مقلد عالم نواب صديق حسين خان جو فيصلو

علامه موصوف شرح عقائد نسفيه جي شرح ۾ لکيو آهي ته

"وبعضے براہ غلو وافراط در شان وے روند و گویند امارت او باتفاق مسلمانان شد و طاعت وے بر امام حسین رضی اللہ واجب بود و بخدا پناہ ازیں قول واعتقاد کہ باوجود امام حسین امام وامیر شود واتفاق مسلمانان کجااست جمع از صحابہ واولاد ایشاں کہ در زمان آں پلید بودند انکارش کردند واز طاعت او بیرون رفتند وبعضے از اہل مدینہ بعد دریافت حال خلع بیعت کردند وے تارک صلوٰۃ وشارب خمر وزانی وفاسق و مستحل محارم بود وبعضے بروے اطلاق لعن کردہ مثل امام احمد وامثال ایشاں وابن جوزی لعن وے از سلف نقل نمودہ زیراکہ وقت امر بقتل حسین کافر شد وکسے کہ قتل وے کرد باامر بداں نمود برجواز لعن وے اتفاق کردہ اند۔ تفتازانی گفتہ حق آنست کہ رضائے وے بقتل حسین واستبشار وے بداں واہانت نمودن اہل بیت متواتر المعنیٰ است اگرچہ تفاصیلش آحاد باشد فنحن لانتوقف فی شانہ بل فی ایمانہ لعنۃ اللہ علیہ وعلیٰ انصارہ واعوانہ انتہیٰ۔ وبالجملۃ وے مبغوض ترین مردم است نزد اکثر مردم وکارہائے کہ آن بے سعادت دراین امت کردہ ازدست ہیچ کس ہر گز نیاید بعد قتل امام لشکر بتخریب مدینہ منورہ فرستادہ وبقیہ صحابہ وتابعین راامر بقتل کرد

وبالحاد در حرم مکه و قتل عبدالله بن الزبیر پرداخت و ہم دراین حالت ناپسندیده از دنیا رفته ودیگر احتمال توبه ورجوع او کجا است ''

(بفية الرائد في شرح العقائد: ص ٦٣- طبع مطبع لكنوي سنہ ١٢٨٨)

يعني حد کان ٽپندي غلو ۽ افراط کان کم وٺندي بعضي ماڻهو (ناصبي) ان (يزيد) جي شان ۾ ويندي چون ٿا تہ ان جو امير هجڻ مسلمانن جي اتفاق سان ٿيو هو ان جي اطاعت (حضرت) امام حسين تي واجب هئي. علامه موصوف فرمايو تہ هن قول ۽ عقيده کان الله جي پناھ تہ وٺان جو اهو (يزيد) امام حسين جي هوندي امام ۽ امير بنجي ۽ ان ڳالھ تي مسلمانن جو اجماع ڪٿي آهي؟

اصحابن سڳورن رضي الله عنهم اجمعين جي جماعت ۾ انهن جو اولاد جيڪي ان پليد جي زماني ۾ پيدا ٿيا هئا، انهن ان جو انڪار ڪيو هو ۽ ان جي اطاعت کان ٻاهر ويا ۽ بعض اهل مدينہ ان جي حالات کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ ان جي بيعت ختم ڪري ڇڏي ۽ اهو نماز جو ڇڏيندڙ، شراب پيئندڙ زاني ۽ فاسق ۽ حرام شين کي حلال سمجھندڙ هو ۽ بعضي بزرگن ان تي لعنت جو اطلاق ڪيو آهي جيئن امام احمد بن حنبل ۽ ان جهڙا ٻيا علامه ابن جوزي ان تي لعنت ڪرڻ کي سلف صالحين کان نقل ڪيو آهي ڇو تہ اهو (حضرت) حسين جي قتل ڪرڻ جي لاءِ امر ڪرڻ وقت ڪافر ٿي ويو هو ۽ جنهن بہ ان کي قتل ڪيو، يا قتل ڪرڻ جو امر ڪيو، علماء ان جي مٿان لعنت ڪرڻ تي اتفاق ڪيو آهي. تفتازاني چيو آهي تہ حق هيءُ آهي تہ ان جو حضرت حسين جي قتل تي راضي رهڻ ۽ ان تي خوش ٿيڻ ۽ اهل بيت جي اهانت ڪرڻ متواتر المعنىٰ آهي. جيتوڻيڪ ان جا تفصيل آحاد آهن. اسين ان جي معاملي ۾ ڇا اسين ان جي مؤمن هجڻ ۾ بہ توقف ڪيون ٿا (يقيني طور مؤمن ناهي) ان ۽ ان جي ساٿ ڏيندڙن ۽ ان جي مددگارن تي الله جي لعنت آهي. حاصل ڪلام تہ اهو اڪثر ماڻهن وٽ نهايت بغض رکيل آهي ۽ هن امت ۾ جيڪي ڪم ان بي سعادت ڪيا، ٻئي ڪنهن جي

به هٽان نه ٿيا. (حضرت) حسين جي شهيد ڪرڻ کان پوءِ مدينه منوره کي ويران ڪرڻ جي لاءِ لشڪر موڪليائين ۽ باقي رهيل اصحابن ۽ تابعين کي شهيد ڪرڻ جو امر ڪيو هيائين ۽ ڪه مڪرمه جي حرم ۾ به الحاد ۽ (حضرت) عبدالله بن زبير رضي الله عنه ڏي شهيد ڪرائڻ جي مهم ۾ مشغول رهيو ۽ ان ئي ناپسند ڪيل حالت ۾ دنيا مان ويو (مري ويو) ۽ ان جي توبه ڪرڻ ۽ رجوع ٿيڻ جو احتمال ڪٿي آهي؟

**سوال:** جڏهن يزيد ڪربلا جي ميدان ۾ مدينه منوره ۾ حره واري واقعي ۽ مڪ مڪرمه تي حملي ۾ پاڻ موجود نه هو ته پوءِ ان کي انهن جرمن جو مجرم ڪيئن ٿا قرار ڏيو؟

**جواب:** ڪنهن به ڏوهه جو امر ڪندڙ يا ان جي صلاح ڏيندڙ ائين آهي، جڻ اهو ڪم ڪيو ئي ان آهي. الله ﷻ جو فرمان مبارڪ آهي: ”لِيَحْمِلُوْٓا اَوْزَارَهُمْ كَامِلَةً يَّوْمَ الْقِيٰمَةِ وَمِنْ اَوْزَارِ الَّذِيْنَ يُضِلُّوْنَهُمْ بِغَيْرِ عِلْمٍ اَلَا سَآءَ مَا يَزِرُوْنَ“ (سورة النحل: آيت ٢٥) يعني تان ته کڻن پنهنجن گناهن جو پورو بار قيامت جي ڏينهن ۽ انهن جي بار مان جن کي علم کان سواءِ گمراهه ڪن ٿا. خبردار! برو بار آهي جيڪو هو کڻندا.

مطلب ته دنيا ۾ جيڪڏهن ڪو شخص ٻئي شخص کي غلط رستي تي هلائيندو ۽ اهو سندس چوڻ تي غلط ڪم ڪندو ته ان گناهه ڪندڙ جي گناهه جو بار به ان کي کڻايو ويندو. جنهن امر ڪيو هوندو يا مشورو ڏنو هوندو ٻين لفظن ۾ هيئن چئو ته گناهه ۽ برائيءَ جو حڪم ڏيندڙ به برائي ۽ گناهه ڪندڙ وانگر مجرم آهي. جڏهن ته معتبر دلائل سان ثابت آهي ته ڪربلا ۽ حره ۽ مڪ مڪرمه تي حملا يزيد جي حڪم سان ٿيا هئا ته مذڪوره آيت جي حڪم مطابق يزيد انهن جرمن جو مرتڪب ۽ ذميدار آهي. اهو گهر ويٺي به حضرت حسين رضي الله عنه جي شهيد ڪرڻ ۾ ابن زياد شمر خولي وغيرهم سان ۽ مدينه منوره تي حملي ڪرڻ ۾

مسلم بن عقبہ ۽ مکہ مکرمہ تي حملي ڪرڻ ۾ حصين بن نمير سان نہ صرف ساٿي ۽ شريڪ پر اصل مجرم آهي.

الله ﷻ جو ٻيو فرمان آهي: "وَمَنْ يَّتَّبِعْ خُطُوَاتِ الشَّيْطَانِ فَإِنَّهُ يَأْمُرُ بِالْفَحْشَاءِ وَالْمُنْكَرِ" (سورة النور: آيت ٢١) يعني جيڪو شيطان جي جي وکن جي اتباع ڪندو پوءِ بلاشڪ اهو بيحيائيءَ ۽ برائيءَ جو امر ڪري ٿو.

مسلمان ڀائرو! شيطان جڏهن بہ انسان کي وسوسا وجهي گناهہ ڪرائيندو آهي تہ ان کي بہ مجرم قرار ڏنو ويو آهي يا ائين چونڊؤ تہ شيطان پاڻ اهو ڪم نہ ڪيو آهي، ان جي ڪري اهو ان ڏوهہ ۾ ڏوهاري ناهي؟ ڪڏهن بہ نہ...! الله ﷻ منافقن جي حالت کي بيان ڪندي فرمايو: "يَأْمُرُوْنَ بِالْمُنْكَرِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمَعْرُوْفِ وَيَقْبِضُوْنَ أَيْدِيَهُمْ نَسُوا اللهَ فَنَسِيَهُمْ إِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ هُمُ الْفَاسِقُوْنَ ○ وَعَدَ اللهُ الْمُنٰفِقِيْنَ وَالْمُنٰفِقٰتِ وَالْكُفَّارَ نَارَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا هِيَ حَسْبُهُمْ وَلَعَنَهُمُ اللهُ وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّقِيْمٌ ○" (سورة التوبہ: آيت ٦٧-٦٨)

يعني (منافق ماڻهو) برائيءَ جو امر ڪن ٿا ۽ نيڪيءَ کان روڪين ٿا ۽ پنهنجا هٿ بند ڪن ٿا الله کي وساريائون پوءِ الله انهن کي وساري ڇڏيو بيشڪ منافق اهي ئي فاسق آهن. الله منافقن (مردن) ۽ منافق عورتن ۽ ڪافرن کي جهنم جي باهہ ۾ وجهڻ جو وعدو ڪري ڇڏيو آهي ان ۾ هميشہ هوندا. اهو انهن جي لاءِ هميشہ وارو عذاب آهي.

هن فرمان مبارڪ مان ثابت ٿيو تہ برائيءَ جو امر ڪندڙ منافق آهن. مرد هجن توڙي عورتون، جڏهن يزيد بہ برائين جا امر ڪيا هئا تہ اهو منافق بہ آهي تہ جهنمي بہ آهي ۽ الله جي رحمت کان محروم فاسق ۽ فاجر ۽ هميشہ جي لاءِ جهنم جي باهہ ۾ داخل بہ ٿيندو. رب العزت ﷻ جو هي فرمان بہ پڙهي ڏسو: "وَمَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً سَيِّئَةً يَّكُنْ لَّهٗ كِفْلٌ مِّنْهَا" (سورة

النساء: آيت ٨٥) يعني جيڪو بري سفارش ڪندو تہ ان جي لاءِ ان مان حصو هوندو.

مطلب تہ جيڪو شخص ڪنهن بہ طريقي سان ڪنهن گناهہ جي ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن کي سفارش ڪندو (چوندو) تہ ان چوندڙ ۽ سفارش ڪندڙ جي لاءِ بہ ان گناهہ ۽ برائيءَ جي عذاب مان حصو هوندو. معلوم ٿيو تہ سيدنا حضرت حسين رضي الله عنه ۽ ان جي خاندان ۽ ساٿين کي شهيد ڪرڻ مدينہ منوره تي حملي ۽ حره واري واقعي جو امر مڪہ مڪرمہ کي گهيرو ڪرائي بيت الله شريف تي پٿر وسارائي باهہ ڏيارڻ جهڙين ظالمانہ ڪارروواين جو حڪم ڪندڙ يزيد ان عذاب کان بچي نہ سگهندو جيڪو برائيءَ جي سفارش ڪندڙ جي لاءِ تيار ڪيو ويو آهي. قرآن ڪريم ۾ الله عزوجل جي هن فرمان تي بہ غور ڪيو: "قَالَتْ أُخْرَاهُمْ لِأُولَاهُمْ رَبَّنَا هٰؤُلَاءِ أَضَلُّونَا فَآتِهِمْ عَذَابًا ضِعْفًا مِّنَ النَّارِ" (سورة الاعراف: آيت ٣٨) يعني پوءِ انهن مان پويان پنهنجن پهرين لاءِ چوندا اي اسان جا رب! هنن اسان کي گمراهہ ڪيو پوءِ انهن کي باهہ جو ٻيڻو عذاب ڏي.

نتيجو هي نڪتو تہ گمراهہ ٿيندڙ ڪين گمراهہ ڪندڙن کي مجرم سمجهي، انهن جي لاءِ ٻيڻو عذاب گهرندا ڇو تہ اصل مجرم تہ گمراهہ ڪندڙ آهن. يزيد جي امر سان وڏا گناهہ ڪندڙ بہ قيامت جي ڏينهن چوندا تہ يا الله! هن ظالم اسان کان اهڙا وڏا وڏا ظلم ڪرايا، ان کي اسان کان ٻيڻو عذاب ڪر. الله عزوجل جو هڪ هنڌ فرمان پاڪ آهي: "وَقَالُوا رَبَّنَا إِنَّا أَطَعْنَا سَادَتَنَا وَكُبَرَاءَنَا فَأَضَلُّونَا السَّبِيلَا ۝ رَبَّنَا آتِهِمْ ضِعْفَيْنِ مِنَ الْعَذَابِ وَالْعَنْهُمْ لَعْنًا كَبِيرًا ۝" (سورة الاحزاب: آيت ٦٧-٦٨)

چوندا تہ اي اسان جا پالڻهار! اسان پنهنجن سردارن ۽ وڏن جي تابعداري ڪئي پوءِ اسان کي (حق واري) واٽ کان گمراهہ ڪيائون. اي اسان جا رب! انهن کي ٻيڻو عذاب ڏي ۽ انهن تي وڏي لعنت ڪر."

مسلمان ڀائرو! خبر ان ڏينهن پوندي، جنهن ڏينهن يزيد جا چيلا ۽ چمچا هر بري ڪم ۾ ڪيس جي چوڻ وارا ان جي مٿان شاهد ٿي الله تعاليٰ ڪان ان تي ٻيٽي عذاب جي گهر ڪندا. مالڪ الملڪ ﷻ جو هي فرمان به پڙهو: "رَبَّنَا مَنْ قَدَّمَ لَنَا هٰذَا فَزِدْهُ عَذَابًا ضِعْفًا فِي النَّارِ" (سوره صٓ آيت ٦١) يعني اي اسان جا رب! جنهن اسان جي لاءِ هي اڳي ڪيو ان کي باهه مان ٻيڻو عذاب ڪر.

نتيجو نڪتو ته قيامت جي ڏينهن ابن زياد، شمر، خولي ۽ حرمله وغيرهم به يزيد جي لاءِ ٻيٽي عذاب جي طلب ڪندا، پر الله تعاليٰ جو ارشاد هوندو: "لِكُلٍّ ضِعْفٌ" يعني هرهڪ جي لاءِ ٻيٽو عذاب هوندو.

مطلب ته ظلم ڪندڙ برائي ۽ بڇڙائي ڪندڙ ۽ ان جو امر ڪندڙ ٻنهي جي لاءِ ٻيٽو عذاب هوندو. ان عذاب ڪان نه يزيد ڇٽندو نه ان جا فرمانبردار چيلا بچندا. مصطفيٰ ڪريم ﷺ جن جو به فرمان مبارڪ آهي: "إِذَا عُمِلَ بِالْخَطِيئَةِ فِي الْأَرْضِ كَانَ مَنْ شَهِدَهَا فَكَرِهَهَا كَمَنْ غَابَ عَنْهَا وَمَنْ غَابَ عَنْهَا فَرَضِيَهَا كَانَ كَمَنْ شَهِدَهَا" (سنن ابوداؤد- مشڪواة: ص ٤٣٦)

يعني جڏهن زمين تي ڪا برائي ڪئي وڃي ٿي ته اتي موجود هجڻ وارو جيڪو ان کي برو سمجهي ٿو ۽ هڪ ٻيري فرمايائون ته ان جو انڪار ڪري ٿو اهو اهڙو آهي، جڻ اتي هيوئي ڪونه ۽ جيڪو ان گناهه ڪرڻ محل اتي موجود نه هو ان ڪان راضي رهيو ته (اهو ائين آهي) جڻ اتي موجود هو.

الغرض ته برائيءَ تي راضي ٿيندڙ جڻ ته برائي ڪندڙ آهي. يزيد به جڏهن ته انهن مذڪور ظلمن تي راضي هو، جو انهن ظالمن کي ڪجهه نه چيائين ۽ نه سزا ڏنائين ته ڪيس به ضرور سزا ملندي.

## قرآن جي مفسر خازن جي تحقيق

الله ﷻ جي پاڪ ڪلام قرآن ڪريم جي مفسر علامه

علاؤالدين المفسر "فَلِمَ تَقْتُلُونَ أَنْبِيَاءَ اللهِ مِنْ قَبْلُ" (سورة البقره: آيت ٩١) جي تفسير ۾ لکيو آهي تہ: "إنما أضاف القتل للمخاطبين من اليهود وإن كان سلفهم قتلوا لأنهم رضوا بفعلهم قيل : إذا عملت المعصية فى الأرض فمن كرهها وأنكرها برىء منها ومن رضيها كان من أهلها"

(تفسير خازن: ج١ ص ٦٤)

يعني هن آيت ۾ قتل جي نسبت نبوي دور جي يهودين ڏانهن ڪيل آهي (اوهان ٿا قتل ڪيو) حالانڪ نبين سڳورن عليهم الصلوٰة والسلام کي شهيد تہ انهن جي اڳين ڪيو هو. سو اها نسبت ان ڪري ڪئي وئي آهي، جو اهي نبوي دور وارا انهن جي ڪم کان راضي هئا.

جڏهن قرآن ڪريم ۽ نبوي حديث ۽ قرآن ڪريم جي تفسير سان هيءُ ڳالهہ چڱي طرح ثابت ٿي چڪي آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن ٻئي شخص کي بري ڪم ڪرڻ جو حڪم ڏي ٿو ۽ ان برائيءَ ٿيڻ کان پوءِ ان تي راضي بہ رهي ٿو ۽ خوشيءَ جو اظهار بہ ڪري ٿو تہ اهو ان ڪرڻ وقت اتي موجود نہ بہ هجي تہ بہ اهو ان برائيءَ ڪرڻ ۾ شامل شمار ڪيو ويندو ۽ ان برائيءَ تي ملڻ واري سزا جو بہ حقدار هوندو تہ پوءِ يزيد پليد جنهن امام حسين رضي الله عنه کي شهيد ڪرڻ جو حڪم ڏنو ان جي شهادت تي فخريہ طنزيہ شعر چيا، خوشيءَ جو اظهار ڪيو. قاتل جي عزت ۽ همت افزائي ڪئي. فتح جو ڏينهن ملهايو. مبارڪ باد وصول ڪئي. ان کي ڪربلا جي واقعي جو ذميوار نہ سمجهيو ويندو؟ حقيقت اها آهي تہ جو ڪجهہ ٿيو يزيد جي مرضيءَ مطابق ٿيو هو.

علماء ڪرام لکيو آهي تہ ابن زياد ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت حسين رضي الله عنه کي خط لکيو هو تہ:

" امابعد! ياحسين ان يزيد بن معاوية كتب الىّ ان لا تغمض جفنك من المنام ولا تشبع بطنك من الطعام اما يرجع الحسين الى

حکمی او تقتله والسلام" (نورالابصار: ص۱۴۲ طبع مصري)

يعني اي حسين! حقيقت هي آهي تہ يزيد مون ڏانهن حڪمنامو لکي موڪليو آهي تہ تيستائين تون نہ ننڊ ۾ اک نہ ٻوٽجان ۽ نہ پنهنجو پيٽ ڪاڏي سان ڀرجانءِ، جيستائين حسين منهنجي حڪم ڏانهن موٽي (بيعت ڪري) يا ان کي قتل ڪري ڇڏجان.

ثابت ٿيو تہ جيڪو ڪجهہ حضرت حسين سان ٿيو، يزيد جي حڪم سان ٿيو هو. ابن زياد جو هڪ قول مؤرخ ابن الاثير آندو آهي تہ ان پنهنجي مجبوري ظاهر ڪندي چيو هو تہ: "اما قتل الحسين فانه اشارني يزيد بقتله او قتلي فاخترت قتله" (الکامل في التاريخ: ج۴ ص۶۹)

يعني (حضرت) حسين کي شهيد ڪرڻ وارو معاملو اصل ۾ هي آهي تہ مون کي يزيد اشارو ڪيو هو تہ تون (حضرت) حسين کي شهيد ڪر نہ تہ مان تو کي قتل ڪرائيندس پوءِ مون ان جي قتل ڪرڻ کي اختيار ڪيو.

مؤرخ ابن اثير هڪ جاءِ تي هيئن بہ لکيو آهي تہ "بعث ابن زياد براس مسلم و هانئ الیٰ يزيد و کتب اليه يزيد يشکره" (الکامل في التاريخ: ج۶ ص۳۶) ابن زياد (حضرت) مسلم (بن عقيل) ۽ هانيءَ جا سر (مبارڪ) يزيد ڏانهن موڪليا تہ يزيد ان ڏانهن خط لکي ان جو شڪريو ادا ڪيو.

جناب عالي! هاڻي ڪجهہ سمجهہ ۾ آيو تہ يزيد جو حضرت امام حسين رضي الله عنه جي شهيد ڪرائڻ ۾ ڪيترو هٿ ۽ ڪيتري دلچسپي هئي، يزيد سان ياري رکڻ وارؤ! يا تہ ان جي ياريءَ کان توبہ ڪيو يا ابن زياد، شمر وغيره مان ڪنهن جو بيان پيش ڪيو تہ جو ڪجهہ ڪربلا ۾ ٿيو اسان پنهنجي مرضي سان ڪيو هو، يزيد جو ان ۾ ڪوبہ دخل نہ هو. مؤرخ ابويعقوب جو بيان پڙهو. ٽين صدي جي مذڪور مؤرخ لکيو آهي تہ: يزيد پنهنجي طرفان مقرر ڪيل مدينہ منوره جي گورنر کي خط لکيو هو تہ

" اذا اتاك کتابي هٰذا فاحضر الحسين بن علي وعبدالله بن زبير

فخذهما بالبيعة لی فان امتنعا فاضرب اعناقهما وابعث اليّ برؤسهما"
(تاريخ يعقوبي: ج٢ ص٢٤١)

جڏهن تو وٽ منهنجو هي خط پهچي تہ پوءِ حسين بن علي ۽ عبدالله بن زبير کي پاڻ وٽ گهراءِ ۽ انهن کان مون لاءِ بيعت وٺ. پوءِ جيڪڏهن بيعت نہ کن تہ انهن کي قتل ڪري انهن جا سر مون ڏانهن موڪل.

مسلمانو! اهڙا آرڊر ڏيڻ جي باوجود بہ يزيد حضرت حسين کي شهيد ڪرائڻ ۾ ملوث ناهي؟ اڃان بہ ان کي بي قصور ثابت ڪرڻ جي لاءِ هٿ پير هنيا تا وڃن. پر يقين رکو يزيد جا يار ڪڏهن بہ ان کي بي ڏوهي ثابت ڪري نہ سگهندا بلڪ پاڻ خراب ٿيندا.

## علامہ خوارزمي جو بيان

علامه خوارزمي بہ يزيد جي مذڪور خط جو ذڪر (جيتوڻيڪ الفاظ مختلف آهن) ڪندي لکيو آهي تہ "ثم كتب صحيفة الى الوليد فخذ الحسين بالبيعة اخذا شديدا عنيفا ليست فيه رخصة فان ابى عليك فاضرب عنقه وابعث اليّ براسه" (مقتل الحسين: ج٢ ص٨٠)

يعني يزيد مدينہ منوره جي گورنر وليد ڏانهن خط لکيو هو (جنهن ۾ ان کي حڪم ڪيو هئائين تہ) حسين کي بيعت ڪرڻ جي لاءِ نهايت سختيءَ سان پڪڙ. جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي نرمي نہ هجي پوءِ جيڪڏهن انڪار ڪري تہ ان جو سر قلم ڪري مون ڏانهن موڪلي ڏي.

علامه ابن الاثير ۽ علامہ ابن ڪثير بہ حضرت حسين کي بيعت نہ ڪرڻ جي صورت ۾ شهيد ڪرڻ جي يزيدي امر ۽ شهادت کان پوءِ حضرت جوءَ سر مبارڪ کي گهرائي ان جي توهين ڪرڻ ۽ خوشي ملهائڻ ۽ ابن زياد کي ان ڪردار تي وڏيڪ نوازڻ جو ذڪر ڪيو آهي.

(الكامل في التاريخ: ج٤ ص ١٤-٨٧- البداية والنهاية: ج٨ ص ٢٣٢)

## سيدنا غوث اعظم رحمة الله عليه جو ارشاد

ولين جي سرتاج حضرت غوث الاعظم رحمة الله عليه به لکيو آهي ته "راس الحسين بن علی فی خزانة يزيد بن معاوية" (غنية الطالبين: ص٢٣٨)

مطلب ته يزيد (حضرت) حسين بن علي رضي الله عنهما جو سر (مبارک) پاڻ وٽ رکرائي ڇڏيو هو. حالانڪ هجڻ ته ائين کپي ها، جو سر مبارک سندن ڌڙ مبارک سان ملائي فورًا دفن ڪيو وڃي ها. پر يزيد پليد دنيا جي ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ سندن سر پاڪ پاڻ وٽ رکرايو ۽ ماڻهن کي ٻڌائڻ ٿي چاهيو ته منهنجي مخالفت ڪندڙ جي سزا هيءَ آهي. پوءِ به يزيد جا يار ان جي حمايت جي حوالي آهن.

سوال: تاريخن ۾ لکيل آهي ته يزيد ابن زياد تي لعنت ڪئي هئي ته اهو ڪم ڇو ڪيئي؟ پوءِ يزيد ڪيئن ڏوهي آهي؟

جواب: اهو سڀ ڪجهه يزيد پاڻ تان ملامت کي ٽارڻ جي لاءِ ڪيو هو، نه ته ابن زياد کي اهڙي بري ڪم ڪرڻ ڪان پوءِ سزا ڪهڙي ڏني هئائين؟ علامه ابن ڪثير لکيو آهي ته: "وقد لعن ابن زياد علی فعله ذالك وشتمه فيما يظهر ويبدو ولکن لم يعزله علی ذالك ولا عاقبه ولا ارسل يعيب عليه ذالك والله اعلم" (البداية والنهاية: ج٨ ص ٢٠٣ طبع بيروت)

يعني ظاهر ۾ ته ابن زياد تي لعنت ڪئي هيائين، پر نه ان کي نوڪري تان لاٿائين نه ان تي ان کي عذاب ڪيائين ۽ نه ان ڏانهن ان ڪم کي خراب سمجهي ڪو خط لکيائين.

## حضرت امام حسن رضي الله عنه جو قاتل به يزيد هو

يزيد سان ياري رکڻ وارؤ! تقريبًا گهڻا معتبر مؤرخ لکي ويا آهن ته! حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي وڏي ڏوهٽي حضرت امام حسن رضي الله عنه کي زهر به يزيد ڏ[illegible]يو هو. حوالا ڏسو:

① علامه ابن حجر هيتمي مكي رحمه الله لکيو آهي: ”وكان سبب موته ان زوجته جعدة بنت الاشعث دس اليها يزيد ان تسمه ويتزوجها وبذل لها مائة الف درهم ففعلت فمرض اربعين يوما فلما مات بعثت الى يزيد تساله الوفاء بما وعدها فقال لها انا لم نرضاك للحسن افنرضاك لانفسنا“ (الصواعق المحرقة: ص ۱۴۰)

يعني حضرت حسن جي وفات جو سبب هي هو جو سندس گھرواريءَ جعده بنت الاشعث ڏانھن يزيد لک ۾ نياپو موڪليو هو تہ اها حضرت امام حسن کي زهر ڏي (شهيد ڪري ان کان پوءِ) اهو ان سان نڪاح ڪندو ۽ ان کي لک درهم خرچ ۾ ڏنائين. پوءِ جعده ائين ڪيو ۽ حضرت امام حسن ان زهر جي ڪري چاليھ ڏينهن بيمار رهڻ کان پوءِ وفات ڪري ويو. حضرت حسن جي وفات کان پوءِ جعده ان کي شادي ڪرڻ جي لاءِ چيو تہ ان ڪيس جواب ۾ چورايو تہ ”اسان توکي حسن وٽ رهڻ پسند نہ ڪيو تہ توکي پنهنجي لاءِ ڪيئن پسند ڪنداسون“

② علامه ابن جوزي جي ڏوهٽي بہ ساڳي ڳالھ لکي آهي.
(تذکره الخواص: ص ۲۱۱)

③ علامه عسقلاني، علامه ابن ڪثير، علامه سيوطي، علامه مومن شبلنجي، علامه الصبان، سيني اها ڳالھ لکي آهي. (ڏسو: تهذيب التهذيب: ج ۲ ص ۳۰۰- البداية والنهاية ج ۸ ص ۴۳- تاريخ الخلفاء: ص ۱۳۴- نور الابصار: ص ۳۶- اسعاف الراغبين برحاشيہ نور الابصار: ص ۱۹۹)

## حضرت حسين رضي الله عنه جي قاتلن جو عبرتناڪ انجام

الله عزوجل جي پياري حضرت حسين رضي الله عنه جي شخصيت کي ايذاءَ ڏيندڙ ۽ شهيد ڪندڙن دنيا جي پوڄارين، اندر جي انڌن، قلبن جي ڪارن سوچيو هو تہ اهي حضرت حسين جي ذات کي شهيد ڪري پوءِ آزاديءَ سان مزا ماڻيندا ۽ ڪين جن وڏن وڏن انعامن جي توقع هئي، اهي حاصل

ڪري عيش واري زندگي گذاريندا، پر انهن کي خبر نہ هئي تہ ظلم ۽ ظالم جي عاقبت ڪهڙي ٿيندي ۽ ظالم تي الله ﷻ جو قهر ڪيئن ڪڙڪندو ۽ پاڪن شهيدن جو رت ڪهڙو رنگ لائيندو؟ ان ڳالهہ کان اهي بي توجهہ رهيا. انهن کي اها سوچ بہ نہ هئي تہ جيڪو بہ حضرت امام حسين جي شهيد ڪرڻ ۾ شريڪ رهيو، اهو قسمين قسمين عذابن ۾ مبتلا ٿيندو. اهو ئي فرات درياءَ جو ڪنارو هوندو، اهو ئي عاشوره جو ڏينهن هوندو ۽ اها ئي ظالمن جي قوم هوندي ۽ مختار ثقفي جا گهوڙا انهن بدبختن جي لاشن کي لتاڙيندا ۽ انهن جي مٿان هلندا. انهن جا هٿ ۽ پير ڪٽيا ويندا. گهر لٽيا ويندا انهن کي سوريءَ تي لٽڪايو ويندو ۽ انهن جا لاش گندن ڪڏن ۾ اڇلايا ويندا ۽ اتي پيا سڙندا. دنيا جو هر شخص انهن تي لعنت ۽ ملامت ڪندو ۽ انهن جي هلاڪت ۽ بربادي‌ءَ تي خوشيون ملهائيندو. (سوانح ڪربلا: ص ١١٠)

ابن سعد کي جڏهن مختار ثقفي جي دربار ۾ طلب ڪيو ويو تہ ان جي پٽ چيو تہ اهو هاڻي گوشي نشين ٿي ويو آهي. مختار ثقفي ان جي پٽ کي چيو تہ: اهو (حضرت) امام حسين کي شهيد ڪرڻ واري ڏينهن ڇو نہ گوشه نشين ٿيو؟ پوءِ ابن سعد کي گهرائي، پهريان سندس پٽ کي سندس اڳيان قتل ڪرايائين ۽ ان کي چيائين تہ ظالم ڏس، جنهن پيءُ جي اڳيان پٽ قتل ڪيو ويندو تہ ان جي ڪيفيت ڪهڙي هوندي؟ پوءِ ان کي بہ قتل ڪرايائين. ان کان پوءِ شمر جي ڳولا ڪرائي هٿ ڪري ان کي بہ قتل ڪرايائين ۽ ان جي لاش تي گهوڙا هلارايائين ۽ جڏهن انهن جا سر ڪٽي (حضرت حسين پاڪ ﷛ جي ڀاءُ) محمد بن حنفيه ڏانهن مدينہ منوره ۾ موڪليائين تہ ان وقت حضرت امام زين العابدين ﷛ منجهند جي ماني کائي رهيو هو. پاڻ فورًا الله ﷻ جي بارگاهہ ۾ شڪراني جو سجدو ڪري فرمايائين تہ: جڏهن (حضرت حسين) منهنجي والد جو پاڪ سر ابن زياد وٽ آندو ويو هو تہ اهو ئي ٻن پهرن وارو ٽائيم هو ۽ اهو بہ ٻنپهرن واري

ماني ڪائي رهيو هو ۽ اڄ جڏهن الله ﷻ ان ڪي ذليل ۽ خوار ڪري ان جو سر اسان وٽ موڪليو آهي تہ مان بہ ۽ پنهنجي ماني ڪائي رهيو آهيان.

علامه زهري جو قول آهي تہ: " انه لم يبق احد ممن قتل الحسين الا عوقب في الدنيا قبل الآخرة اما بالقتل او سواد الوجه او تغير الخلقة او زوال الملك في مدة يسيرة" (نورالابصار: ص ۱۴۷)

يعني جن (حضرت) حسين ڪي شهيد ڪيو، انهن مان ڪو هڪ بہ نہ بچيو، جنهن ڪي آخرت جي عذاب کان پهريان ئي دنيا ۾ قتل ڪرڻ سان يا ڪاري منهن ڪرڻ سان يا شڪل ڦيرائڻ سان يا جلدي حڪومت ختم ڪرڻ سان الله ﷻ عذاب نہ ڪيو.

مختار ثقفي عام اعلان ڪري ڇڏيو هو تہ: " اطلبوا لي قتلة الحسين فانه لا يسوغ لي الطعام والشراب حتى اطهر الارض منهم"
(تاريخ طبري: ج۷ ص ۱۴۴)

مون لاءِ (حضرت ) حسين جي قاتلن ڪي ڳولي وٺي اچو، ڇو تہ مان جيستائين انهن کان زمين ڪي پاڪ نہ ڪندس، تيستائين پيٽ ڀري نہ طعام ڪائيندس ۽ نہ پاڻي پيئندس. چناچہ ابن زياد، يزيدي لشڪر جي هيري عبيدالله بن زياد جو جڏهن سر مختار ثقفي جي دربار ۾ آندو ويو تہ اوچتو دانهون ٿي ويون تہ هو اچي ويو هو اچي ويو. سڀ ماڻهو انهن قاتلن جي سرن کان هٽي ويا ۽ ڏٺائون تہ: " فإذا حية قد جاءت تتخلل الرؤس حتى دخلت في منخر عبيد الله بن زياد فمكثت هنيهة ثم خرجت فذهبت حتى تغيبت ثم قالوا: قد جاءت قد جاءت ففعلت ذلك مرتين أو ثلاثا هذا حديث حسن صحيح " (ترمذي: ج۲ ص۲۱۸- البداية والنهاية: ج۸ ص۱۹۱- اسدالغابة لابن الاثير: ج۱ص۲٦٦- ما ثبت من السنة: ص ۲۳- تذكرة الخواص: ص۲۸٦)

پوءِ هڪ وڏو نانگ آيو ۽ ابن زياد جي سر ڪي ڳولي ان جي نڪ جي سوراخن ۾ گهڙي ٿوري دير کان پوءِ نڪري هليو ويو. وري دانهون

تي ويون تہ اھو اچي ويو، اھو اچي ويو، ان وري بہ ائين ڪيو ۽ ان طرح ان بہ ٽي ڀيرا ڪيو. محدث ترمذي فرمايو تہ ھي روايت صحيح ۽ سھڻي آھي.

ياد رکڻ گھرجي تہ سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آھي تہ:

"اوحى الله الى محمد انى قد قتلت بيحيىٰ بن زكريا سبعين الفا وانى قاتل بابن بنتك سبعين الفا و سبعين الفا" (المستدرك للحاكم: ج۴ ص ۱۷۸- تهذيب التهذيب: ج۲ ص ۳۵۵- خصائص الكبرىٰ للبيهقي: ج۲ ص ۲۸۳- سيرت النبي از شبلي: ج۳ ص ۱۰۷- سوانح ڪربلا: ص ۱۱۹)

يعني الله تعالىٰ (حضرت) محمد ﷺ ڏانھن وحي ڪيو تہ: مون (حضرت) يحيىٰ بن زڪريا (علىٰ نبينا وعليهما الصلوات والسلام) جي بدلي ۾ ستر ھزار قتل ڪرايا ۽ اوھان جي نياٽيءَ جي پٽ جي بدلي ۾ ستر ھزار ھڪڙا ۽ ستر ھزار ٻيا قتل ڪرائيندس.

## حرملہ جو حال

راوي روايت ٿو ڪري تہ جڏھن ڪربلا جي شھيدن جي پاڪ سرن کي يزيدي فوجي يزيد ڏانھن کنيو ٿي ويا تہ ھڪ گھڻو سھڻو نوجوان گھوڙي تي سوار ھو. گھوڙي جي ڳچيءَ ۾ ھڪ چنڊ جھڙي سھڻي نوجوان جو پاڪ سر لٽڪيل ھو. راوي چوي ٿو تہ مون پڇا ڪئي تہ ھيءَ سر ڪنھن جو آھي؟ گھوڙي تي سوار جوان جواب ڏنو تہ (حضرت) عباس (علمبردار) جو سرپاڪ آھي. راوي چوي ٿو مون ان گھوڙي سوار کان پڇيو تہ تون ڪير آھين؟ ان چيو تہ مان حرملہ آھيان. راوي چوي ٿو تہ مون ڪجھہ ڏينھن کان پوءِ ان کي ڏٺو تہ ان جو منھن صفا ڪارو ٿي ويو ھو. مون پڇيومانس تہ اي حرملہ! توکي ڇا ٿي ويو آھي اڳ ۾ تون تمام گھڻو سھڻو ھوندو ھئين ۽ ھينئر تون سيني کان وڌيڪ بدشڪل ٿي ويو آھين؟ پوءِ ان روئي ڏنو ۽ چيائين تہ: جڏھن کان مون (حضرت عباس جو) سر مبارڪ گھوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي کنيو آھي، تڏھن کان اڄ ڏينھن تائين ڪابہ رات خالي ناھي، جو مون وٽ بہ ڄڻا اچن ٿا ۽ مون کي ٻانھن

ڪان وٺي ڇڪي هڪ باھ تائين پهچائي ان ۾ وجهن ٿا پوءِ مان پوئتي هٽڻ جي ڪيان ٿو، پر اها باھ منهنجي منهن ڪي ساڙي ٿي تڏهن منهنجو اهو حال ٿيو آهي جيڪو تون ڏسين پيو. (الصواعق المحرقة: ص ١٩٦- نور الابصار: ص ١٤٧- جامع ڪرامات الاولياء وغيره)

## يزيدي يار سڙي ويو

قرآن ڪريم جو تفسير بيان ڪندڙ سُدِي جو بيان آهي ته: مان هڪ ڀيري ڪربلا ۾ رات رهيس. جنهن وٽ مهمان ٿيس، ان سان ڪچهري ڪندي مون ان کي چيو ته جيڪو به حضرت امام حسين رضي الله عنه جي شهيد ڪرڻ ۾ شامل ٿيو ان جي حالت تمام خراب ٿي ۽ بڇڙو ٿي مري ويو. اتي ويٺل هڪ شخص چيو ته تون ڪوڙ ٿو هڻين مان (حضرت) حسين جي شهيد ڪرڻ ۾ شريڪ هوس مون کي ته ڪجھ ڪونه ٿيو آهي. (الله ﷻ جو شان) جڏهن رات جو پهريون حصو ٿيو ۽ اهو شخص ڏيو وسائڻ جي لاءِ اٿيو ته ڏيئي مان ان کي باھ وٺي وئي ۽ سڙي ويو. سدي فرمايو ته الله جو قسم! مون ان کي ڏٺو ته سڙي ڪارو اگر ٿي ويو هو. (تذڪره الخواص: ص ٢٨٢- الصواعق المحرقة: ص ١٩٥- تهذيب التهذيب: ج ٢ ص ٣٥٥)

## يزيدي انڌو ٿي ويو

ابن الدماح نالي هڪ راوي روايت ٿو ڪري ته ڪوفي ۾ هڪ ماڻهو هو، جيڪو حضرت حسين جي شهادت وقت يزيدي فوج ۾ شريڪ هو، اهو انڌو ٿي ويو. اسان ان کان انڌي ٿيڻ جو سبب پڇيو ته ان چيو ته "اسين ڏھ ماڻهو هياسون ۽ مون پنهنجي سر نه اتي تلوار هلائي، نه نيزو، نه ڪنهن کي تير هنيو. جڏهن حضرت حسين شهيد ٿي ويو ۽ ان جو (پاڪ) سر نيزه تي ڪنيو ويو ته مان واپس آيس. ان وقت منهنجون اکيون بالڪل صحيح هيون. جڏهن مان سمهي رهيس ۽ مون کي ننڊ آئي ته مون وٽ خواب ۾ هڪ شخص آيو ۽ چيائين ته توکي رسول الله ﷺ جن

گھرايو آهي. مون ان کي چيو تہ مون کي رسول الله ﷺ جن ڇا لاءِ گھرائيندا؟ اھو مون کي ھٽ مان وٺي تنبيه ڪندي ھڪ اھڙي جاءِ تي وٺي آيو، جتي ماڻھو موجود ھئا ۽ حضور ﷺ جن غمگين پنھنجي پاڪ ٻانھن تان ڪپڙو مٿي ڪري تلوار ھٿ ۾ ڪنيو ويٺا ھئا ۽ سندن اڳيان چمڙو وڇايل ھو ۽ جيڪي مون سان گڏ يزيدي لشڪر ۾ شامل ھيا ۽ انھن تلوارون نيزا ۽ خنجر ھلايا ھئا، اھي ڌھ ڄڻائي ڪنل ان چمڙي تي ڪريا پيا ھئا. مون مٿن سلام عرض ڪيو تہ پاڻ فرمايائون توتي نہ سلام آھي نہ توکي الله تعالىٰ زنده رکي. اي ملعون! توکي منھنجو بہ حياءَ نہ پيو منھنجي اولاد کي قتل ڪرڻ جي لاءِ آيو ھئين. مون ڪين عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! مون جنگ ۾ حصو نہ ورتو ھو. پاڻ فرمايائون تہ ”ھا پر تو يزيدي لشڪر ۾ شامل ٿي، لشڪر کي گھڻو بنايو“ ۽ مون ڏنو تہ سندن سڄي پاسي ڪان ھڪ وڏي ٿالھي پئي ھئي، جنھن ۾ حضرت حسين پاڪ جو پاڪ رت پيل ھو ۽ پاڻ مون کي فرمايائون تہ ”ويھ“ مان گوڏا ڀڃي سندن اڳيان ويٺس تہ پاڻ لوھ جي ھڪ سرائي وٺي ان کي باھ ۾ گرم ڪري منھنجي اکين ۾ ھلايائون صبح جو مان ننڊ مان اٿيس تہ انڌو ھوس جيئن ھينئر مون کي ڏسي رھيو آھين. (تذکره الخواص: ص ٢٨١- الصواعق المحرقة: ص ١٩٥ - تھذيب التھذيب: ج ٢ ص ٣٥٤)

**سوال:** يزيد برو ٻڇڙو جو ڪجھ بہ ھو اوھان ان جي خلاف لکيو آھي، ان لکڻ مان فائدو ڪھڙو آھي؟

**جواب:** الله ﷻ جي راضي ڪرڻ جي ذريعن مان ھڪ ذريعو الله ﷻ جي لاءِ محبت رکڻ ۽ ان کي راضي ڪرڻ جي لاءِ بغض رکڻ بہ آھي. اسان جي يزيد سان عداوت ۽ ان کان نفرت ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنه سان محبت الله ﷻ جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ آھي. الحب لله والبغض لله جو ثواب آقاء نامدار ﷺ جن پاڻ بيان فرمايو آھي. جيئن ھنن حديثن مان واضح آھي:

**حديث①:** حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: ”إِنَّ اللهَ عَزَّ وَجَلَّ يَقُوْلُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ أَيْنَ الْمُتَحَابُّوْنَ بِجَلَالِيْ الْيَوْمَ أُظِلُّهُمْ فِيْ ظِلِّيْ يَوْمَ لَا ظِلَّ إِلَّا ظِلِّيْ“ (مشکواة باب الحب لله و من الله: ص ٤٢٤)

بلاشڪ الله قيامت جي ڏينهن فرمائيندو تہ منهنجي عظمت جي ڪري محبت رکڻ وارا ڪٿي آهن؟ اڄ مان انهن کي پنهنجي (قدرتي پاڇي جي ڇانو ۾ رکندس جو اڄ (قدرتي) ڇانو کان سواءِ ڪا ڇانو ناهي.

**سمجهاڻي:** علامه شرف الدين بن حسين طيبي لکيو آهي تہ هن حديث جي لفظ ”بِجَلَالِيْ“ ۾ ”ب“ جو حرف في جي معنىٰ آيل آهي جيئن پوئين قول ۾ ”اَلْمُتَحَابُّوْنَ فِيْ جَلَالِيْ“ ۾ ”فِيْ“ حرف ۽ ”جلال“ جو لفظ خصوصي طور ان جي ڪري ذڪر ڪيو ويو آهي تہ سطوت ۽ عظمت تي دلالت ڪري يعني ان محبت ۾ نفساني خواهش ۽ شيطاني ڳالهہ کان پري هوندا. اها انهن جي محبت صرف منهنجي عظمت ۽ مون سان محبت جي ڪري هوندي ۽ منهنجي قدرتي ڇانو ۾ هجڻ جو مطلب بيان ڪندي قاضي عياض چيو آهي تہ اهي آخرت جي گرمي ۽ محشر ۾ بيهڻ واري خوف کان محفوظ ۽ قدرتي پناهہ ۾ هوندا. عيسىٰ بن دينار جو قول آهي تہ ”اهي الفاظ الله عزوجل جي طرفان ڪين مليل پردي ۽ پناهہ ۾ رهڻ کان ڪنايو آهي جيئن بادشاهہ جي لاءِ چيو ويندو آهي تہ اهو زمين ۾ الله جو پاڇو آهي ۽ هڪ قول مطابق ”ظل“ مان مراد راحت ۽ نعمت آهي (يعني جيڪي ٻانها هڪ ٻئي سان منهنجي ڪري محبت رکن ٿا اهي قيامت جي ڏينهن راحت ۽ نعمت ۾ هوندا. (الطيبي شرح مشکواة ص ١٩٥ ج ٩) هن حديث جي شرح ۾ حضرت علامه مفتي احمد يار خان نعيمي رحمة الله عليه لکيو آهي تہ: ظل جي معنىٰ پاڇو آهي، پر ڪڏهن ان مان مراد پناهہ ۽ امن ڏيڻ بہ ورتي ويندي آهي، جيئن عادل بادشاهہ کي ”ظل الله“ چيو ويندو آهي ۽ بزرگن لاءِ چيو ويندو آهي دامہ ظلهم (يا مد ظله العالي) هن حديث پاڪ ۾ ”ظل“ جيڪڏهن پاڇي ۽ ڇانو جي معنىٰ ۾ آهي تہ پوءِ ان مان مراد عرش عظيم جي ڇانو آهي، ڇو تہ پاڇو ۽ ڇانو جسم جي هوندي آهي ۽ الله عزوجل جسم

ڪان پاڪ آهي ۽ جيڪڏهن ان مان مراد پناهہ آهي تہ پوءِ تہ مطلب ظاهر آهي. (مرآة المناجيح: ص۵۵۷ ج۶)

حديث②: حضرت ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ: "أَنَّ رَجُلاً زَارَ أَخًا لَهُ فِي قَرْيَةٍ أُخْرٰى فَأَرْصَدَ اللهُ لَهُ عَلٰى مَدْرَجَتِهِ مَلَكًا فَلَمَّا أَتٰى عَلَيْهِ قَالَ أَيْنَ تُرِيْدُ قَالَ أُرِيْدُ أَخًا لِّيْ فِي هٰذِهِ الْقَرْيَةِ. قَالَ هَلْ لَّكَ عَلَيْهِ مِنْ نِعْمَةٍ تَرُبُّهَا قَالَ لاَ غَيْرَ أَنِّيْ أَحْبَبْتُهُ فِي اللهِ عَزَّ وَجَلَّ. قَالَ فَإِنِّيْ رَسُوْلُ اللهِ إِلَيْكَ بِأَنَّ اللهَ قَدْ أَحَبَّكَ كَمَا أَحْبَبْتَهُ فِيْهِ" (صحيح مسلم: ج۸ ص۱۲- مشكواة: ج۳ ص۸۵)

بلاشڪ هڪ شخص پنهنجي ڀاءُ جي ملاقات ڪرڻ جي لاءِ ان جي ڳوٺ ڏانهن وڃي رهيو هو تہ الله تعالىٰ ان تي هڪ ملائڪ جي ڊيوٽي لڳائي. ان پڇيس تہ ڪٿي وڃڻ جو ارادو ڪيو اٿئي؟ ان شخص چيو تہ هن ڳوٺ ۾ هڪ ڀاءُ سان ملڻ جو ارادو ڪيو اٿم. ملائڪ چيس تہ: ڇا ان تي تو ڪو احسان ڪيو آهي، جنهن جو بدلو حاصل ڪرڻ گهرين ٿو؟ ان چيو تہ "نہ مان ان سان الله جي لاءِ محبت رکان ٿو. (ملائڪ) چيس تہ مان تو ڏانهن الله جي طرفان قاصد آهيان (توکي ٻڌائڻ آيو آهيان تہ) جيئن تون ان (ڀاءُ) سان خدا ڪارڻ محبت رکين ٿو، تيئن يقينًا الله بہ توسان محبت رکي ٿو.

سمجهاڻي: هن حديث جي شرح ۾ بزرگن لکيو آهي تہ هتي ملاقات ڪرڻ مان مراد ملاقات لاءِ نڪرڻ آهي ۽ ڀاءُ مان مراد الله تعالىٰ کي محبوب وارو مومن ڀاءُ آهي. حقيقي هجي يا مجازي "اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ اِخْوَةٌ" بلاشڪ مومن هڪٻئي جا ڀائر آهن. نسبي ڀاءُ مراد ناهي ۽ "مُدْرَجَةٌ" رستي کي بہ چوندا آهن تہ ڏاڪڻ کي بہ چوندا آهن. هتي رستو مراد آهي ممڪن آهي تہ اهو ڳوٺ ڪنهن بلنديءَ ۾ مٿانهين زمين تي هجي ۽ فرشتي مان مراد يا جبريل آهي يا ٻيو ڪو ملائڪ جيڪو ان ڪم تي مقرر ڪيو ويو هجي. (مرقاة شرح مشكواة: ص۴۲۵ ج۴- مرآة: ص۵۵۷ ج۶)

محدث طيبي لکيو آهي تہ "وفيه فضل المحبة فى الله وانها سبب لحب الله وفضيلة زيارة الصالحين وان الانسان قديرى الملائكة"

(طيبي شرح- مشڪواة: ص ١٩٥ ج٩) يعني هن روايت مان الله جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ محبت رکڻ جي ڀلائي ثابت آهي ۽ اها محبت پنهنجي لاءِ الله جي طرفان محبت حاصل ڪرڻ جو به ذريعو آهي ۽ هن مان صالحن جي زيارت ڪرڻ جي ڀلائي به ثابت آهي ۽ اهو به ثابت ٿيو ته جيڪڏهن الله گهري ته انسان ملائڪن کي به ڏسي سگهي ٿو.

اهو به ثابت ٿيو ته الله تعالىٰ ڪڏهن عام انسان ڏانهن به ملائڪن جي ذريعي پيغام موڪلي ٿو پر اهو پيغام الهام جي معنىٰ ۾ آهي وحي نبوت وارو پيغام ناهي، جيڪو نبين عليهم الصلوٰة والسلام سان مخصوص آهي.

حديث③: حضرت ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ مرد حضور صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين ته "كَيْفَ تَقُوْلُ فِيْ رَجُلٍ أَحَبَّ قَوْمًا وَلَمْ يَلْحَقْ بِهِمْ فَقَالَ رَسُوْلُ اللهِ صلى الله عليه وسلم اَلْمَرْءُ مَعَ مَنْ أَحَبَّ"

(متفق عليه - مشڪواة: ص ٤٢٦)

اي الله جا رسول (صلي الله عليه وسلم)! اوهان ان شخص جي لاءِ ڇا ٿا فرمايو جنهن ڪنهن قوم سان محبت رکي، پر انهن کي مليو ڪونه. پاڻ فرمايائون ته "ماڻهو ان سان گڏ هوندو، جنهن سان محبت رکندو.

سمجهاڻي: حديث پاڪ جي مفهوم هي آهي ته جيڪڏهن ڪنهن شخص ڪن ڀلارن سان نه ملاقات ڪئي آهي ۽ نه انهن جيترا نيڪ عمل ڪيا اٿس، پر انهن سان دلي محبت رکي ٿو ته اهو قيامت جي ڏينهن انهن سان گڏ هوندو.

علامه علي القاري لکيو آهي ته: هن حديث جي مفهوم ۾ اهو به داخل آهي ته برن سان محبت رکندڙ انهن سان گڏ عذاب ۾ هوندو.

(مرقاة شرح مشڪواة: ص ٧٠٧ ج ٤)

راقم الحروف هن ڪتاب جي پڙهندڙن پيارن جي خدمت ۾ عرض گذار آهي ته مذڪور حديث جي روشني ۾ هي ڳالهه به واضح ٿي ته يزيد سان ياري ۽ محبت رکندڙ ان سان گڏ جهنم ۾ هوندا ۽ حضرت حسين رضي الله عنه سان محبت ۽ پيار رکندڙ ان سان گڏ جنت ۾ داخل ٿي مزا ماڻيندا.

حديث④: حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ: رسول الله ﷺ جن (حضرت) ابوذر کي فرمايو: "يَا اَبَا ذَرٍّ اَيُّ عُرَى الْاِيْمَانِ اَوْثَقُ قَالَ: اَللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَمُ قَالَ: اَلْمُوَالَاةُ فِي اللّٰهِ وَالْحُبُّ فِي اللّٰهِ وَالْبُغْضُ فِي اللّٰهِ"

(رواه البيهقي- مشكواة: ص ۴۲۶)

اي اباذر! ايمان جي ڪڙن مان ڪهڙو ڪڙو وڌيڪ مضبوط آهي؟ ابوذر عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ڄاڻندڙ آهن؟ فرمايائون تہ "الله (جي رضا حاصل ڪرڻ) لاءِ دوستي رکڻ ۽ ان جي لاءِ محبت رکڻ ۽ ان جي (رضا حاصل ڪرڻ) لاءِ (ڪنهن سان) بغض رکڻ.

سمجهاڻي: مطلب تہ جيڪو الله جو پيارو آهي تہ ان سان دوستي ۽ محبت ۽ جيڪو بي دين آهي ان سان دلي بغض عداوت رکڻ ۽ ان کان نفرت ڪرڻ.

مسلمان ڀائرو! سيدنا حسين رضي الله عنه الله عزوجل ۽ ان جي حبيب عليه الصلوٰة والسلام کي پيارو آهي، ان جي ڪري اسان جي ان سان محبت آهي ۽ ان شاءَ الله تعالىٰ مرڻ تائين رهندي ۽ يزيد پليد بيحياء شرابي زاني قاتل ۽ بي رحم هجڻ جي ڪري الله عزوجل جي دربار مان تڙيل آهي، ان جي ڪري اسان کي ان کان نفرت آهي. (مرآة شرح مشكواة: ص ۵۹۵ ج ٦)

حضرت شيخ سعدي رحمة الله عليه فرمايو آهي:

هزار خويش کہ بيگانہ از خدا باشد
فدائے يک تن بيگانہ کآشنا باشد

مطلب تہ پنهنجا هزار ڄڻا جيڪي الله کان پري آهن، ان هڪ شخص ڌارئي تان قربان، جيڪو (الله عزوجل کان) واقف هجي.

حديث⑤: حضرت ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن اسان ڏانهن ٻاهر تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايائون تہ "اَتَدْرُوْنَ اَيُّ الْاَعْمَالِ اَحَبُّ اِلَى اللّٰهِ تَعَالٰى قَالَ قَائِلٌ اَلصَّلَاةُ وَالزَّكَاةُ وَقَالَ قَائِلٌ اَلْجِهَادُ قَالَ اِنَّ اَحَبَّ

الْأَعْمَالِ إِنَّ اللهِ تعالى الْحُبُّ فِي اللهِ وَالْبُغْضُ فِي اللهِ"

(رواه احمد وابوداؤد الفصل الاخير اي ان احب الاعمال الخ- مشكواة: ص٤٢٧)

يعني اوهان ڄاڻو ٿا تہ عملن مان ڪهڙو عمل الله وٽ وڌيڪ پيارو آهي؟ ڪنهن چونڊڻ چيو تہ نماز ۽ زڪوات ۽ ڪنهن چونڊڻ چيو تہ جهاد. نبي (پاڪ) ﷺ فرمايو تہ الله وٽ عملن ۾ وڌيڪ پيارو عمل الله جي (رضا حاصل ڪرڻ) لاءِ محبت رکڻ ۽ الله جي (رضا حاصل ڪرڻ) لاءِ بغض رکڻ آهي.

سمجهاڻي: حضرت ابوذر رضي الله عنه فرمايو تہ: اسين مسجد ۾ هياسون تہ محبوب پاڪ عليه الصلوٰة والسلام جن پنهنجي حجره مبارڪ ۾ هئا پوءِ پاڻ نڪري اسان وٽ مسجد ۾ آيا ۽ غالبًا اها سندن تشريف آوري نماز جي لاءِ نہ پر مٿن ڪرمنوازي ڪرڻ ۽ ڪين ديدار جو شرف بخشڻ جي لاءِ هئي ان جي ڪري حضرت ابوذر رضي الله عنه "عَلَيْنَا" (اسان تي) فرمايو ۽ پاڻ "أَحَبُّ" جو لفظ آنداٺون "أَفْضَلُ" جو لفظ نہ آنداٺون ڇو تہ هتي افضليت بيان ڪرڻ مقصد نہ هئي محبوبيت بيان ڪرڻي هئي. ڏسو حضرت علي ڪرم الله وجهه سان حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي محبت تہ ضرور هئي، پر افضليت حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنه جي لاءِ ثابت آهي. (مرقاة شرح مشڪواة: ص ٢١٤ ج ٤- مرآة: ص ٦٠٠ ج ٦) ۽ صحابہ ڪرام جواب ۾ افضليت ۽ احبيت ۾ فرق نہ ڪيو جڏهن تہ نماز يا زڪوات يا جهاد بہ پلا عمل آهن تہ انهن پلارن انهن جو ذڪر ڪيو. هتي حديث پاڪ ۾ آيل 'واو' او جي معنىٰ ۾ آهي. خيال ۾ رهي تہ عمومًا نماز سيني عملن ۾ سڀ ۽ پلو عمل هوندو آهي، پر بعض هنگامي حالتن ۾ جهاد نماز کان بہ پلو عمل هوندو آهي. نماز زڪوات ۽ جهاد بہ "اَلْحُبُّ لِلّٰهِ" جون شاخون آهن جو مسلمان الله عزوجل جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ انهن سان محبت رکندو آهي ۽ برائين ۽ بڇڙائين کان نفرت "اَلْبُغْضُ لِلّٰهِ" جون شاخون آهن ۽ هتي انهن مان مراد نيڪن صالحن ٻانهن سان

محبت ۾ بدڪردارن سان بغض رکڻ آهي. ان نقطہ نظر سان حضرت امام حسين رضي الله عنه سان محبت ۽ يزيد پليد سان بغض رکڻ پلو عمل آهي.

حديث⑥: حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: "لَوْ أَنَّ عَبْدَيْنِ تَحَابَّا فِي اللّٰهِ وَاحِدٌ فِي الْمَشْرِقِ وَآخَرُ فِي الْمَغْرِبِ لَجَمَعَ اللّٰهُ تَعَالٰى بَيْنَهُمَا يَوْمَ الْقِيَامَةِ يَقُوْلُ: هٰذَا الَّذِيْ كُنْتَ تُحِبُّهُ فِيَّ"

(الفتح الكبير: ج٣ ص٣٨- شعب الايمان للبيهقي: ج٦ ص٤٩٢- مشكواة: ص٤٢٧)

جيڪڏهن ٻن ٻانهن پاڻ ۾ الله عزوجل جي (رضا حاصل ڪرڻ) لاءِ محبت رکي هوندي هڪڙو دنيا جي اوڀر ۾ هوندو ۽ ٻيو اولهہ ۾ (تہ بہ) الله انهن ٻنهي کي قيامت جي ڏينهن ملائيندو ۽ فرمائيندو تہ هي اهو آهي جنهن سان تون (منهنجي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ) محبت رکندو هئين.

سمجهاڻي: هن حديث مان معلوم ٿيو تہ لله في الله محبت ڪرڻ محب ۽ محبوب کي قيامت ۾ ملائڻ جو سبب آهي ۽ جڏهن اسان جي حضور ﷺ ۽ حضرات حسنين ڪريمين سان خلوص واري محبت آهي تہ الله عزوجل جي فضل ۽ ڪرم سان اسين انهن سان گڏ هونداسين. يزيد جي يارن کي يزيد سان گڏ رهڻ جو شوق آهي تہ اهي ان سان گڏ هوندا.

حديث⑦: حضرت ابورزين رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ڪيس حضور ﷺ جن مخاطب ٿي فرمايو: "أَلَا أَدُلُّكَ عَلٰى مِلَاكِ هٰذَا الْأَمْرِ الَّذِيْ تُصِيْبُ بِهٖ خَيْرَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ؟ عَلَيْكَ بِمَجَالِسِ أَهْلِ الذِّكْرِ وَ إِذَا خَلَوْتَ فَحَرِّكْ لِسَانَكَ مَا اسْتَطَعْتَ بِذِكْرِ اللّٰهِ وَأَحِبَّ فِي اللّٰهِ وَأَبْغِضْ فِي اللّٰهِ يَا أَبَا رَزِيْنٍ! هَلْ شَعَرْتَ أَنَّ الرَّجُلَ إِذَا خَرَجَ مِنْ بَيْتِهٖ زَائِرًا أَخَاهُ شَيَّعَهٗ سَبْعُوْنَ أَلْفَ مَلَكٍ كُلُّهُمْ يُصَلُّوْنَ عَلَيْهِ وَيَقُوْلُوْنَ: رَبَّنَا إِنَّهٗ وَصَلَ فِيْكَ فَصِلْهُ فَإِنِ اسْتَطَعْتَ أَنْ تُعْمِلَ جَسَدَكَ فِيْ ذَالِكَ فَافْعَلْ" (جامع الاحاديث لجلال الدين السيوطي: ج٥ ص ٤٦٠- شعب الايمان للبيهقي: ج٦ ص٤٩٢- مشكواة: ص٤٢٧)

ڇا مان توکي هن امر جي اصل جو ڏس نہ ڏيان؟ جو ان سان تون

دنيا ۾ آخرت جي ڀلائيءَ کي پهچين؟ (اهو هي آهي ته) اهل ذکر جي مجلسن کي لازم ڪري وٺ ۽ جڏهن اڪيلائيءَ ۾ ويهين ته جيترو ٿي سگهئي پنهنجي زبان الله جي ذڪر سان چوريندو رهه ۽ الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي پيارن سان محبت رک ۽ (بي دينن ظالمن سان) بغض رک. اي ابارزين! ڇا تو سمجهيو ته جڏهن ڪو شخص پنهنجي گهر مان پنهنجي (مسلمان) ڀاءُ جي ملڻ لاءِ نڪرندو آهي ته ان تي ستر هزار ملائڪ ڇانو ڪندا ايندا ۽ سڀ ان جي لاءِ رحمت جون دعائون گهرندا ايندا آهن ۽ چوندا ايندا آهن ته: اي اسان جا رب! ان ڀانهي (تنهنجي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ (ٻئي کي) ڳنڍيو آهي ته تون ان کي پاڻ سان ڳنڍ (ملاءِ)(حضور ﷺ) جن حضرت ابو رزين کي مخاطب ٿي فرمايو ته "پوءِ تون جيڪڏهن پنهنجي جسم کي ان (ڪم) ۾ استعمال ڪري سگهين ته ڪندو رهه".

سمجهاڻي: حديث پاڪ جي مبارڪ لفظ "فَصِلْهُ" جو مطلب آهي يا الله! تون ان کي پنهنجي اطاعت ۽ بندگي نصيب ڪر. (مرآة المناجيح: ص۶۰۵ ج۶)

حديث⑧: حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته مان رسول الله ﷺ جن سان گڏ هوس ته پاڻ فرمايائون: "إِنَّ فِي الْجَنَّةِ لَعُمُدًا مِنْ يَاقُوْتٍ عَلَيْهَا غُرَفٌ مِنْ زَبَرْجَدٍ لَهَا أَبْوَابٌ مُفَتَّحَةٌ تُضِيْءُ كَمَا يُضِيْءُ الْكَوْكَبُ الدُّرِّيُّ قُلْنَا: يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ مَنْ يَّسْكُنُهَا قَالَ: الْمُتَحَابُّوْنَ فِي اللّٰهِ وَالْمُتَجَالِسُوْنَ فِي اللّٰهِ وَالْمُتَلَاقُوْنَ فِي اللّٰهِ" (روي البيهقي الثلاثة في شعب الايمان- مشکواة: ص۴۲۷- مسند بزار: ج۲ ص۳۶۲)

بلاشڪ جنت ۾ ياقوت مان ٺهيل ٿنڀ آهن، جن تي زبرجد مان ٺهيل ڪمرا آهن، انهن جا دروازا کليل آهن ائين چمڪن ٿا، جيئن آسمان جا چمڪندڙ تارا هوندا آهن. (اصحابن سڳورن) عرض ڪيو ته: يا رسول الله! انهن ۾ ڪير رهندا؟ فرمايائون: الله جي (رضا حاصل ڪرڻ جي) لاءِ (هڪ ٻئي سان) محبت رکندڙ. الله جي لاءِ گڏجي ويهندڙ الله جي لاءِ (هڪ ٻئي سان ملاقات ڪندڙ)

سمجهاڻي: هن حديث پاڪ ۾ جيڪي ٽي ڳالهيون بيان ٿيون، اهي ٽئي يا انهن مان هڪ ڳالهه ڪري ته به ان جي لاءِ اهو انعام آهي.
(مرآة شرح مشكواة: ص ٦٠٥ ج ٦)

حديث⑨: حضرت ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: "مَا أَحَبَّ عَبْدٌ عَبْدًا لِلّٰهِ عَزَّ وَجَلَّ إِلَّا أَكْرَمَهُ رَبُّهُ عَزَّ وَجَلَّ"
(مسند احمد: ج٥ ص٢٥٩- مشكواة: ص ٤٢٧)

ڪنهن ٻانهي (ٻئي) ٻانهي سان الله جي (رضا حاصل ڪرڻ) لاءِ محبت رکي ته ان جو رب ان کي عزت وارو بنائيندو.

سمجهاڻي: هن حديث پاڪ مان واضح ٿيو ته الله پاڪ جي مقبول ٻانهن مان ڪنهن سان الله ﷻ جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ محبت رکڻ ۽ ان جي عزت ۽ احترام ڪرڻ جو بدلو ۽ اجر اهو آهي ته مالڪ مٿو ان ٻانهي جي عزت وڌائي ٻين جي دلين ۾ ان جي لاءِ پيار ۽ احترام پيدا فرمائيندو ۽ جڏهن عام صالحن ٻانهن سان محبت جو اهو مقام آهي ته حضور اڪرم محبوب معظم نور مجسم ﷺ جي پاڪ جسم جي ٽڪري سيده فاطمه زهراء رضي الله عنها جي دلبر پٽن سان محبت ۽ عقيدت رکڻ جو بدلو به ضرور ملندو.

هن حديث پاڪ جي شرح ۾ علامه مفتي احمد يار خان نعيمي رحمة الله عليه لکيو آهي ته الله ﷻ جي ذات سان محبت ڪرڻي آهي ته ان جي پيارن ٻانهن سان محبت رکجي. (مرآة شرح مشكواة: ص ٥٩٩ ج ٦)

حديث⑩: امير المومنين حضرت عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو " إِنَّ مِنْ عِبَادِ اللهِ لَأُنَاسًا مَا هُمْ بِأَنْبِيَاءَ وَلَا شُهَدَاءَ يَغْبِطُهُمُ الْأَنْبِيَاءُ وَالشُّهَدَاءُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ بِمَكَانِهِمْ مِنَ اللهِ تَعَالٰى قَالُوا يَا رَسُوْلَ اللهِ تُخْبِرُنَا مَنْ هُمْ. قَالَ "هُمْ قَوْمٌ تَحَابُّوا بِرُوْحِ اللهِ عَلٰى غَيْرِ أَرْحَامٍ بَيْنَهُمْ وَلَا أَمْوَالٍ يَتَعَاطَوْنَهَا فَوَاللهِ إِنَّ وُجُوْهَهُمْ لَنُوْرٌ وَإِنَّهُمْ عَلٰى نُوْرٍ لَا يَخَافُوْنَ إِذَا خَافَ النَّاسُ وَلَا يَحْزَنُوْنَ إِذَا حَزِنَ النَّاسُ". وَقَرَأَ هٰذِهِ الْآيَةَ

﴿أَلَآ إِنَّ أَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ﴾ (سوره يونس: آيت ٦٢)
(ابو داؤد: مشكواة: ص٤٢٦- كنز العمال: ج١٠ص ٢٢٠)

بلاشڪ الله جي ٻانهن مان ڪي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي نه نبي آهن ۽ نه شهيد (پر) قيامت جي ڏينهن الله وٽ انهن جي مرتبي ڪي ڏسي انهن سان نبي ۽ شهيد ريس ڪندا (اصحابن سڳورن) عرض ڪيو ته يا رسول الله! اهي ڪير آهن؟ پاڻ فرمايائون ته "اهي هڪ قوم آهن، جن الله جي محبت جي ڪري هڪ ٻئي سان محبت رکي نه انهن جون پاڻ ۾ مٽيون مائٽيون هونديون نه مالن جي ڏي وٺ هوندي. الله جو قسم آهي ته بيشڪ انهن جا منهن البت نور هوندا ۽ اهي نور تي هوندا ان ڏينهن بي خوف هوندا، جنهن ڏينهن ماڻهو خوف ڪندا ۽ ان ڏينهن غمگين به نه هوندا. جنهن ڏينهن ماڻهو غم ۾ هوندا ۽ پاڻ هيءَ آيت ﴿أَلَآ إِنَّ أَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ﴾ (سوره يونس: آيت ٦٢) پڙهيائون، جنهن جي معنىٰ آهي ته بلاشڪ الله جا ولي نه انهن جي مٿان ڪو خوف آهي ۽ نه اهي غم ۾ رهندا.

سمجهاڻي: انبياء عليهم الصلوٰة والسلام ۽ شهيد انهن سان ريس ڪندا. محدثن ڀلارن هنن پاڪ لفظن جو وجهه بيان ڪندي لکيو آهي ته دنيا ۾ هڪڙا انسان ڀلا هوندا آهن، ٻيا اهي جن کان ئي ڀلا هوندا آهن. پر ڪڏهن انهن گهٽ درجي وارن ۾ ڪا هڪ اهڙي خوبي هوندي آهي، جيڪا ڀلن ۾ نه هوندي آهي پوءِ اهي ڀلا چاهيندا آهن ته ڪاش! اها به اسان ۾ هجي ها ۽ اها ڳالهه خراب يا غلط ناهي حسد ڪرڻ خراب آهي. (ريس ڪرڻ خراب ناهي) هتي نبين عليهم الصلوٰة والسلام ۽ شهيدن جي ريس ڪرڻ مان مراد انهن ڪي سهڻو سمجهڻ ۽ انهن جي ثنا ڪرڻ آهي ۽ اها ڳالهه محشر جي ميدان ۾ جنت ۾ داخل ٿيڻ کان پهريان هوندي ۽ انهن الله واسطي هڪ ٻئي سان محبت رکندڙن جو شان آهي جو نه انهن ڪي قيامت جي ڏينهن ڪو خوف هوندو ۽ نه ڪو غم هوندو. انبياءَ سڳورا عليهم الصلوٰة والسلام انهن کان شان ۾ مٿي هوندا، پر

انهن کي پنهنجين امتن جو فکر هوندو ۽ عام امتون وري پنهنجن سرن جي سوچ ۾ هونديون. (حاشية المشكواة بحواله لمعاة ٦ ص ٣٦٢)

پيارا مسلمان ڀائرو! هن حديث پاڪ ۾ بيان ٿيل محبت عام صالحن ۽ نيڪن سان آهي، پر ڪائنات جي سردار يتيمن جي يار حضرت مصطفیٰ مختار ﷺ جي پاڪ ڪلهن جي سوار شاهه صلحاء وابرار هر مؤمن جي قلب جي قرار ۽ چين سهڻي حسين رضي الله عنه سان دلي محبت عقيدت ۽ پيار ڪرڻ واري تي قادر ڪريم جا الائي ڪهڙا ڪرم هوندا. مسلمانو! هي ڏهه حديثون پڙهي پوءِ فيصلو ڏيو ته الله تعالیٰ جي لاءِ محبت جي حقدار سان جنهن ظالم يزيد ظلمن ڪرڻ جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو. البغض لله کي ذهن ۾ رکي ان سان عداوت، ڪينو ۽ دلي دشمني رکجي يا نه ۽ ان کان قلبي نفرت ڪندي ان جي ڪڌن ڪرتوتن کي موجوده دور جي مسلمانن جي اڳيان پيش ڪجي يا نه؟ يقيناً اوهان دل سان چوندؤ ۽ زبان کولي به بيان ڪندؤ ته ان ظالم کي نئين نسل جي اڳيان سندس اصلي ۽ حقيقي صورت ۾ پيش ڪيو، تان ته ان جي يارن جي ٽوڪي ۾ اچي ڪو مسلمان دارين جي سعادت کان محروم نه رهجي وڃي اسان اهل سنت کي الله عزوجل جيڪا نبي پاڪ ﷺ ۽ ان جي پيارن صحابن ۽ اهل بيت سان محبت ڏني آهي. شال الله عزوجل اسان جي ايندڙ نسل کي به ان محبت سان نوازي آمين يا رب العالمين.

# يزيد تي لعنت ڪرڻ جو مسئلو

هي مسئلو به اختلافي رهيو آهي پر ڪافي علماء جو قول آهي ته يزيد تي لعنت ڪرڻ جائز آهي.

① علامه ابن ڪثير لکيو آهي ته: حره جي واقعي جي متعلق آيل حديثن ۾ آهي ته جن مديني وارن کي خوفزده ڪيو، انهن تي الله ۽ ملائڪن ۽ ماڻهن جي لعنت آهي. ان حديث ۽ ان جهڙين ٻين حديثن مان انهن دليل ورتو آهي، جيڪي يزيد تي لعنت ڪرڻ کي جائز چون ٿا ۽ اها احمد بن حنبل به ڪان روايت آهي. ان قول کي خلال، ابوبڪر عبدالعزيز قاضي ابويعلیٰ ۽ ان جي پٽ قاضي ابو الحسين اختيار ڪيو آهي ۽ ان جي (علامه) ابن الجوزي هڪ جدا لکيل ڪتاب ۾ تائيد ڪئي آهي ۽ يزيد تي لعنت ڪرڻ کي جائز چيو آهي. (البداية والنهاية: ج ٨ ص ٢٢٣)

②علامه ڪياهراسيءَ جي فتویٰ: علامه ابن خلڪان پنهنجي تاريخ ۾ شمس الاسلام علي بن محمد الڪياهراسيءَ کان آندو آهي ته ان کان يزيد جي باري ۾ سوال ڪيو ويو ان فرمايو ته يزيد اصحابن مان نه هو، ڇو ته اهو (حضرت) عمر بن خطاب رضي الله عنه جي دور خلافت ۾ ڄائو هو. اڳتي لکيو اٿس ته اسان جو هڪ قول ان تي لعنت جي صراحت ڪرڻ آهي، ڇو ته اهو چوپڙ راند سان گڏ شينهن سان راند ڪندڙ، شراب تي هميشگي ڪندڙ ۽ شراب جي تعريف ۾ شعر ٺاهيندڙ هو. (تاريخ ابن خلڪان: ج ا ص ٣٢٧ طبع بولاق مصر)

③ علامه سلامة الله ڪشفي جي فتویٰ: حضرت علامه مذڪور شاه عبدالعزيز محدث دهلوي جو شاگرد آهي. ان پنهنجي ڪتاب "تحرير الشهادتين" ۾ ان مسئلي تي جيڪو لکيو آهي، ان جو خلاصو هن ڪتاب جي پڙهندڙن پيارن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو. مذڪور بزرگ لکيو آهي ته هن ۾ ڪو شڪ ناهي ته يزيد پليد (حضرت) حسين کي شهيد ڪرڻ جو امر ڪندڙ، ان جي شهيد ڪرڻ تي راضي ٿيندڙ ۽ خوشي ڪندڙ هو. جمهور اهل سنت وٽ اهو قول مختار ۽ صحيح آهي. جيئن

انهن جي اعتماد جوڳن ڪتابن مفتاح النجاة از علامه مرزا محمد بخشي ۾ مناقب السادات از ملڪ العلماء قاضي شهاب الدين دولت آبادي ۾ شرح عقائد نسفي از علامه سعد الدين تفتازاني ۾ تڪميل الايمان از حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي ۾ بين معتبر دفترن ۾ شواهد ۾ دلائل سان مذڪور ۾ لکيل آهي. ان جي ڪري ان ملعون تي لعنت ڪرڻ قطعي حجتن ۾ روشن دليلن سان ثابت آهي ۾ راقم الحروف ۾ ان جي صوري ۾ معنوي استادن جو بہ مختار قول اهو آهي. يزيد حضرت حسين جي شهيد ڪرڻ جو حڪم ڪندڙ ان تي راضي رهندڙ ۾ خوشي ڪندڙ هو. ان جي ڪري ابدي لعنت جو مستحق ۾ هميشہ واري عذاب جو لائق آهي. الخ

(تحرير الشهادتين: ص٩٦-٩٧ مطبوعہ لکنؤ سن ١٢٥٦ھ)

## يزيد تي لعنت ڪرڻ ۾ حنفي حضرات جي تصريحات

① يزيد تي لعنت ڪرڻ ۾ جيڪا امام احمد بن حنبل جي راءِ آهي، اهائي امام اعظم رحمۃ اللہ علیہ جي راءِ آهي. (زجر الشبان والشيبة عن ارتڪاب الغيبة ص ٢٠ از علامہ عبدالحي اللکنوي طبع ١٣٩٨ شايع ڪرده مکتبہ عارفين ڪراچي)

②علامه جصاص جي فتويٰ: حنفي حضرات جي وڏن عالمن مان علامه جصاص بہ هڪ آهي، جنهن جو شمار فقها احناف ۾ ڪيو ويندو آهي. ان بہ احڪام القرآن ۾ يزيد کي لعين (لعنت ڪيل) سڏيو آهي.

③علامه طاهر بخاري جي فتويٰ: پوئين دور جي وڏن حنفي عالمن مان علامه طاهر بخاري المتوفي ٥٤٢ھ بہ آهي، ان پنهنجي ڪتاب "خلاصة الفتاويٰ" (ج ٤ ص ٣٩٠ طبع نو لکشور) ۾ لکيو آهي تہ يزيد تي لعنت ڪرڻ ۾ ڪو ڊپ ناهي.

④علامه ڪردريءَ جي فتويٰ: حافظ الدين محمد ڪردي حنفي لکيو آهي تہ "اللعن علىٰ يزيد يجوز" (فتاويٰ بزازيہ: ج ٤ ص ٣٢٤ طبع بيريه جولاق مصر برهامش فتاويٰ هندي) يعني يزيد تي لعنت ڪرڻ جائز آهي.

مذڪور حوالن سان مسئلو صاف طرح واضح ٿي ويو تہ يزيد پنهنجي غلط عقيدي بدڪرداري ۾ بيحد براين ظلمن ۾ قهري ڪارروائين

جي ڪري لعنت جو حقدار آهي.

سوال: امام غزالي صاحب يزيد تي لعنت ڪرڻ کان روڪيو آهي ڇا؟

جواب: امام موصوف ان مسئلي ۾ صحيح نه هو. سندن ان ڳالهه جو ٻين بزرگن رد ڪيو آهي، خصوصًا سندس استاد ڀائي علامه ڪياهراسي متس سخت تنقيد ڪئي آهي.

## يزيدي يارن جا سوال ۽ انهن جا جواب

قرآن ڪريم جي آيتن جي روشنيءَ ۾ نبوي حديثن ۾ امت جي وڏن عالمن مفسرن محدثن سيرت نگارن ۽ مؤرخن جي مذڪور تحقيق مان واضح ٿيو ته يزيد بي ديد عنيد پليد ملعون ۽ ترذيل آهي ان جي جهنمي هجڻ ۾ ڪو شڪ ناهي پر يزيد جا حامي ۽ يار به ماڻهن کي منجهائڻ جي لاءِ غير قوي ۽ واهي دليل ٻڌائيندا آهن مناسب آهي ته اهي به ذڪر ڪري انهن جا جواب ڏئي ڇڏجن ته ڪو انهن تي اعتماد ڪري گمراهه نه ٿي وڃي.

**دليل ①:** ام حرام کان روايت آهي ته "سَمِعْتُ النَّبِيَّ ﷺ يَقُوْلُ أَوَّلُ جَيْشٍ مِّنْ أُمَّتِيْ يَغْزُوْنَ الْبَحْرَ قَدْ أَوْجَبُوْا قَالَتْ أُمُّ حَرَامٍ قُلْتُ يَا رَسُوْلَ اللهِ أَنَا فِيْهِمْ قَالَ أَنْتِ فِيْهِمْ ثُمَّ قَالَ النَّبِيُّ ﷺ أَوَّلُ جَيْشٍ مِنْ أُمَّتِيْ يَغْزُوْنَ مَدِيْنَةَ قَيْصَرَ مَغْفُوْرٌ لَّهُمْ فَقُلْتُ أَنَا فِيْهِمْ يَا رَسُوْلَ اللهِ قَالَ لَا"

(صحيح بخاري: ج١ ص ٤١٠)

يعني مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو پاڻ فرمائين پيا ته "منهنجي امت کان پهرئين لشڪر وارا جيڪي سمنڊ (درياءُ) تي جنگ ڪندا، انهن (جنت کي) واجب ڪري ورتو. ام حرام چيو ته مون ڪين عرض ڪيو ته "مان انهن مان آهيان؟ ته پاڻ فرمايائون "هائو تون انهن مان آهين" وري پاڻ فرمايائون ته "منهنجي امت مان پهرئين لشڪر وارا جيڪي قيصر (بادشاهه) جي حڪومت واري هنڌ تي حملو ڪندا، انهن جا گناهه بخشيا ويندا. اُم حرام ڪين عرض ڪيو ته: مان انهن ۾ شامل آهيان؟ پاڻ فرمايائون ته "نه" (تون انهن ۾ شامل ناهين)

يزيد جا يار چون ٿا ته هن روايت ۾ جنهن لشڪر جو ذڪر آهي.

انهن جو امير يزيد هو. لهٰذا اهو بخشيل آهي. بخاري شريف ۾ آهي محمود بن ربيع چيو ته مون اها ڳالهه انهن ماڻهن سان ڪئي ته ان ۾ حضور عليه الصلوٰة والسلام جو اصحابي (حضرت) ابوايوب انصاري رضي الله عنه به هو، جيڪو ان جنگ ۾ وفات ڪري ويو هو ۽ انهن جي مٿان روم جي سرزمين ۾ امير يزيد بن معاويه هو. (بخاري شريف: ج ١ ص ١٥٨)

**جواب①:** هيءَ روايت محدثن جي اصطلاح ۾ مضطرب آهي ان ڪري بخاري شريف ۾ بيبي اُمِ حرام کان اها روايت ٻن جنگين جي ذڪر ۾ ص ٣٩١ ص ٤٠٣ ص ٤٠٥ تي حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي واسطي سان هيئن مذڪور آهي ته حضور صلي الله عليه وسلم جن حضرت بيبي ام حرام رضي الله عنها جي گهر آرامي هئا (حضرت امِ حرام محبوبن ڪريمن صلي الله عليه وسلم جي ڪير جي ماسي هئي) پوءِ پاڻ سجاڳ ٿي مُرڪڻ لڳا. بيبي ام حرام جي پڇڻ تي فرمايائون ته "مون پنهنجي امت جو هڪ لشڪر ڏٺو آهي، جيڪو درياءَ (۾ ٻيڙين) تي سوار ٿي جنگ ڪري رهيو آهي. مان انهن کان خوش ٿي رهيو آهيان. بيبي اُمِ حرام چيو ته "مون ڪين عرض ڪيو ته يا رسول الله! الله تعالىٰ کان دعا گهرو ته مون کي به انهن ۾ شامل ڪري" پاڻ فرمايائون ته "تون انهن مان ٿي آهين" (ائين فرمائڻ کان پوءِ) پاڻ وري آرام فرمايائون ۽ ٻيو ڀيرو سجاڳ ٿي مرڪڻ لڳا. بيبي ام حرام کانئن مرڪڻ جو سبب پڇيو ته پاڻ فرمايائون "نَاسٌ مِّنْ اُمَّتِيْ عُرِضُوْا عَلَيَّ غُزَاةً فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ كَمَا قَالَ فِي الْاَوَّلِ" (بخاري شريف: ج ١ ص ٣٩١) ۽ ص ٤٠٣ تي الفاظ آهن ته "فَقَالَ لَهَا مِثْلَ ذَالِكَ" ۽ ص ٤٠٥ تي الفاظ آهن: "فَقَالَ مِثْلَ ذَالِكَ مَرَّتَيْنِ اَوْ ثَلَاثًا" مون تي منهنجي امت مان ڪجهه ماڻهو جهاد ڪندي پيش ڪيا ويا. پاڻ اهي الفاظ به ٻه ٽي ڀيرا ورائي ورائي فرمايائون. هاڻي هن حديث کي ابتداءَ کان به ٻي ڀيرا پڙهي ڏسو ته حضور عليه الصلوٰة والسلام جن پهرئين ڀيري ڇا فرمايو "مون پنهنجي امت جو لشڪر درياءَ تي (ٻيڙين ۾) سوار ٿي جنگ ڪندي ڏٺو آهي. ۽ پاڻ ٻئي ڀيري ڪنهن ٻئي درياءَ تي (ٻيڙين ۾) سوار ٿي جنگ ڪندي لشڪر کي ڏٺائون. پاڻ ٻنهي ڀيرن تي

خوشيءَ جو اظهار ڪيائون.

قارئين ڪرام! هاڻي اوهان پاڻ فرق ڏسو ته انهن ٻنهي روايتن ۾ نه ته ٻن نمونن بري ۽ بحري لشڪرن جو ذڪر آهي ۽ نه ڪنهن لشڪر جي لاءِ ڪنهن مخصوص بشارت جو بيان آهي. اهڙي طرح ان ئي بيبي ام حرام جي اها ٻن جنگين واري روايت مسلم شريف ج ٢ ص ١٤١ تي به ڇئن مختلف طريقن سان موجود آهي انهن روايتن ۾ سندن ئي ٻئي ڀيري مرڪڻ جو سبب پڇڻ تي سندن جواب واري ارشاد جا الفاظ هي آهن: "قَالَ فِي الْأُوْلٰى" ۽ "فَقَالَ مِثْلَ مَقَالَتِهٖ" يعني پاڻ ٻئي دفعي به اهائي ڳالهه ورائي ڪيائون، جيڪا پاڻ پهريان ڪئي هيائون ۽ پاڻ پهرئين ڀيري جڏهن ته درياءَ تي (ٻيڙين ۾) سوار ٿي جنگ ڪرڻ جو ذڪر ڪيو هيائون ته ٻئي ڀيري به درياءَ تي سوار ٿي جنگ جو ذڪر ڪيو هيائون. اهڙي طرح بيبي ام حرام جي روايت ابوداؤد شريف ج١ ص ٣٢٧ تي به ٻن ٽن طريقن سان روايت ڪيل آهي اتي به اها ڳالهه آهي يعني حضور ﷺ جن ٻئي ڀيري به پهرئين لشڪر وانگر هڪ ٻئي بحري جنگ جي پيشين گوئي فرمائي. اهڙي طرح ام حرام جي اها ٻن جنگين وارين روايت نسائي شريف ج ٢ ص ٥٥ تي به مختلف طريقن سان روايت ڪيل آهي اتي به "كَمَا قَالَ فِي الْأَوَّلِ" ۽ "فَقَالَ مِثْلَ مَقَالَتِهٖ" جا الفاظ آهن يعني حضور ﷺ جن ٻئي ڀيري به پهرئين ڀيري وانگر هڪ بحري لشڪر جو ذڪر فرمايو. اهڙي طرح اها بيبي ام حرام واري ٻن جنگين جي روايت ترمذي ج١ ص ١٩٨ تي به موجود آهي. هاڻي ڪتاب جي پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته ذرا غور ڪيو ته "انهن سيني روايتن ۾ بشارت ۽ مغفرت وارا الفاظ ام حرام جي طرفان ناهن. ڪنهن وچ واري راويءَ داخل ڪيا آهن، ڇو ته جيڪڏهن بيبي ام حرام اهي الفاظ روايت ڪري ها ته سيني محدثن جي روايتن ۾ هجن ها.

ثابت ٿيو ته بخاري شريف جي جنهن روايت ۾ اهي الفاظ آهن اها مدرج روايت آهي ۽ مدرج روايت جي تعريف ۾ علامه ابن حجر عسقلاني ۽ علامه جرجاني لکيو آهي ته: مدرج اها روايت آهي جنهن ۾

بعض راوين جو ڪلام داخل ڪيل هوندو آهي. (نزهة النظر شرح نخبة الفکر مقدمہ ترمذي للجرجاني: ص ٢) هن ڪتاب جا پڙهندڙ مسلمان ڀائرو! يزيدي يارن جي پيش ڪيل حديث تي مختصر مگر جامع ۽ مدلل تحقيق پيش ڪرڻ ڪان پوءِ ان روايت تي سَندَ جي لحاظ سان بہ تحقيق پيش ڪجي ٿي.

## قسطنطنيه واري حديث مبارڪ جا راوي

جاڻڻ گهرجي تہ هن حديث جا راوي هي آهن: ① اسحاق بن يزيد دمشقي ② يحيىٰ بن حمزه دمشقي ③ ثور بن يزيد حمصي ④ خالد بن معدان حمصي ⑤ عمير بن اسود عنسي.

پهريون اسحاق بن يزيد دمشقي. هن جو اصل نالو اسحاق بن ابراهيم بن يزيد آهي ۽ هيءُ پنهنجي پيءُ جي بجاءِ ڏاڏي جي نسبت سان مشهور آهي. (تقريب التهذيب: ج ا ص ٢١٩)

علامه ابن حجر لکيو آهي تہ ” قال ابن ابی حاتم سمعت ابا زرعة يقول ادركناه ولم نكتب عنه... روى له الازدى فى الضعفاء... قال ابن عدى وهٰذا غير محفوظ “ يعني ابن ابي حاتم فرمايو تہ مون ابوزرعة کان ٻڌو ان فرمايو تہ اسين ان اسحاق بن يزيد جي دور ڪي پهتا هياسون، پر اسان ان ڪان حديث نہ لکي آهي (محدث) ازدي ان جي روايت ضعيف راوين ۾ آندي آهي ۽ ابن عدي (ان جون ويهہ روايتون آڻي) لکيو آهي تہ اهو روايتن ۾ (غلطين ڪان) محفوظ ناهي. علامه ذهبي بہ ان جي انهن ويهن روايتن ڪي آڻي، ان ڪي غير محفوظ چيو آهي.
(ميزان الاعتدال: ج ا ص ١٧٩)

ٻيو راوي يحيىٰ بن حمزه دمشقي آهي. هي راوي عقيدي ۾ قدريو هو حافظ الحديث علامه ابن حجر ۽ محدث ابن معين ۽ علامه ذهبي ٽنهي بزرگن فرمايو تہ اهو قدريو هو. (تقريب التهذيب: ص ٣٦٩ - ميزان الاعتدال: جلد ٣ ص ٣٦٩ - مقدمہ فتح الباري: ص ٤٥١ ص ٤٦١ ص ٤٧٥) قدريو هجڻ بدعقيدگي آهي، جنهن سان راوي مجروح ۽ غير معتمد عليه ٿي ويو.

ٽيون راوي ثور بن يزيد حمصي هن جو بہ ساڳيو عقيدو هو. قدريو هجڻ جي ڪري هن کي حمص شهروارن پنهنجي شهر مان ڪڍي

ڇڏيو هو. ابو مسهر عبدالله بن سالم کان ائين نقل ڪيو آهي ۾ ان فرمايو ته حمص وارن ان جي گهر کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو. محدث اوزاعي ان جي لاءِ سنا الفاظ نه ڳالهائيندو هو ۾ شام مان ڪو ماڻهو ان وٽ ايندو هو ته ان کي فرمائيندو هو ته ثور بن يزيد کان بچجو. (تهذيب التهذيب: ج ٢ ص ٣٤- ميزان الاعتدال: ج ١ ص ٣٧٢-مقدمه فتح الباري: ص ٤٦٠ ص ٥٧٢) امام مالڪ ان کان هڪ روايت به نه آندي آهي ۾ ماڻهن کي ان وٽ ويھڻ کان روڪيندو هو.

جڏهن ثابت ٿيو ان روايت جا راوي قدريا هئا ته انهن جي آندل روايت حجت ناهي، ڇو ته قدري عقيدي وارن جي لاءِ حضور ﷺ جن جا فرمان هي آهن:

حديث① : حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: "صِنْفَانِ مِنْ أُمَّتِيْ لَيْسَ لَهُمَا فِي الْإِسْلَامِ نَصِيْبٌ الْمُرْجِئَةُ وَالْقَدَرِيَّةُ" (ترمذي: ج٢ ص ٣٧- سنن ابن ماجه: ج١ ص ٢٤)

يعني منهنجي امت سڏائڻ وارن مان ٻه قسم (اهڙا) آهن جن جو اسلام ۾ ڪو به حصو ناهي! هڪڙا مرجئا ٢ ٻيا قدريا.

سوال : قدرين جو عقيدو ڪهڙو آهي ؟

جواب: علماء ڪرام لکيو آهي ته "القدرية هم المنكرون للقدر القائلون بأن افعال العباد مخلوقة بقدرتهم لا بقدرة الله وارادته" (حاشيه ترمذي: ج٢ ص ٣٧)

يعني قدريه فرقو الله تعالىٰ جي قدرت جو انڪاري آهي. اهي چون ٿا ته ماڻهو پنهنجن ڪمن جا پاڻ پيدا ڪندڙ آهن، انهن ۾ الله جي قدرت ۾ ارادي جو ڪو دخل ناهي.(معاذ الله ثم معاذ الله)

حديث② : حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: " اَلْقَدَرِيَّةُ مَجُوْسُ هٰذِهِ الْأُمَّةِ اِنْ مَرِضُوْا فَلَا تَعُوْدُوْهُمْ وَاِنْ مَاتُوْا فَلَا تَشْهَدُوْهُمْ " (رواه احمد - ابوداؤد- مشكواة: ص ٢٢)

يعني قدريه هن امت جا مجوسي آهن. جيڪڏهن بيمار ٿين ته

انهن کان طبع پرسي نہ ڪيو ۽ جيڪڏهن مري وڃن تہ انهن جي نماز جنازه تي حاضر نہ ٿيو. اها ساڳي روايت هنن ڪتابن ۾ بہ آهي: (ازالۃ الخفا مترجم اردو: ص ۲۵۳ ج ۱ - حيات الصحابه: ص ۳۸ ج ۳ - خصائص ڪبرىٰ: ج ۲ ص ۳۲۴)

مذڪور حديثن مان صاف واضح آهي تہ حضور ﷺ جن قدرين کي مسلمان تسليم ڪرڻ ۽ انهن جي جنازه نماز ۾ شريڪ ٿيڻ کان بہ روڪيو اٿن. ان ثور بن يزيد جي اڳيان جيڪڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهه جو ذڪر ڪيو ويندو هو تہ چوندو هو تہ مان ان کي پسند نہ ٿو ڪيان، ڇو جو ان منهنجي ڏاڏي کي قتل ڪيو هو. (تهذيب التهذيب: ج ۲ ص ۳۳) حالانڪ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جو فرمان عاليشان آهي تہ ”لَا يُحِبُّكَ إِلاَّ مُؤْمِنٌ وَلَا يُبْغِضُكَ إِلاَّ مُنَافِقٌ“ يعني اي علي! توسان محبت نہ رکندو مگر مومن ۽ توسان بغض نہ رکندو مگر منافق.

هن روايت موجب ثور منافق آهي ۽ ظاهر آهي تہ جيڪو حضرت علي سان محبت رکڻ جو ڪليل منڪر آهي، اهو يزيد سان محبت نہ رکندو تہ ڇا ڪندو؟ ان جي ڪري اهڙي ماڻهوءَ جي روايت سان يزيد کي جنتي قرار نہ ٿو ڏئي سگهجي.

شاه عبدالعزيز محدث لکيو آهي تہ: ”نزد اهل سنت بغض اهل بيت وامير المؤمنين از قوادح صحت روايت است“ (تحفه اثناعشريہ فارسي: ص ۶۵)

يعني اهل سنت وٽ اهل بيت ۽ امير المومنين (حضرت علي ڪرم الله وجهه) سان بغض رکڻ حديث جي روايت جي صحت کان روڪيندڙ آهي“ اهڙي ماڻهو جي روايت قبول ڪرڻ جي لائق ئي ناهي.

يزيدي يارن جي دليل طور پيش ڪيل روايت جو چوٿون راوي خالد بن معدان حمصي آهي. ان جي متعلق حافظ ابن حجر عسقلاني لکيو آهي تہ (اهو گهڻو ڪري مرسل روايتون بيان ڪندو آهي، جنهن ۾ روايت ڪندڙ صحابي جو ذڪر نہ هوندو آهي. (تقريب التهذيب: ص ۹۰ مقدمہ ترمذي ص ۳ - نخبة الفكر: ص ۶۳) مرسل روايت عقائد ۽ احڪام ۾ قبول نہ هوندي آهي. (شرح نخبة الفكر لعلي القاري: ص ۱۵۲)

مذڪور حديث جو پنجون راوي عمير بن اسود عنسي آهي. هن

جي پيءُ نبوت جي دعويٰ ڪئي هئي ان جي روايت پلي ڪير بہ بيان ڪري، قبول ڪرڻ جي لائق ناهي.

پيارا سچا سني ڀائرو! مذڪور راوين جي حالات پڙهڻ ڪان پوءِ الله ﷻ ۽ ان جي حبيب عليه الصلوٰة والسلام سان محبت جي موج ۾ رهندي فيصلو ڏيو تہ ان روايت سان يزيد ڪي جنتي چئي سگهجي ٿو؟ چئو: نہ هرگز نہ ! ڪڏهن بہ نہ...!

## غور طلب ڳالهيون

مذڪور تحقيق مان ثابت ٿيو تہ جنهن حديث سان يزيد جا يار دليل وٺن ٿا، اها محققن ۽ محدثن جي نظر ۾ شاذ، مضطرب منڪر ۽ دليل وٺڻ جي قابل ناهي ۽ حضرت بيبي اُمِ حرام رضي الله عنها ڪان جيڪا روايت حضرت انس آندي آهي، اها صحيح آهي. محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن ننڊ مبارڪ مان سجاڳ ٿي جيڪي بہ جنگيون بيان ڪيون هيون، اهي ٻئي بحري هيون ۽ يزيد ڪنهن بہ بحري جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيو آهي تہ پوءِ اهو جنتي ڪيئن ٿيندو؟ ۽ اڳين سيني محدثن مذڪوره روايت مان يزيد جو جنتي هجڻ مراد نہ ورتو آهي تہ پوءِ يزيدي يار ڪيئن ان ڪي جنتي چون ٿا؟ ۽ جيڪڏهن هروڀرو هن انهن جنگين مان هڪ قسطنطنيه واري جنگ مراد وٺو تہ بہ يزيد ان ۾ داخل ناهي، چو تہ معتبر ۽ قوي قول مطابق قسطنطنيه جي فتح ڪرڻ جي سعادت سلطان محمد فاتح ڪي حاصل ٿي هئي.

شبلي نعماني ۽ سيد سليمان ندوي لکيو آهي تہ ”مسلمانن خليفن ۽ بادشاهن مان هر همت واري ان شهر فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ازل ڪان اها سعادت سلطان فاتح محمد جي قسمت ۾ اچي چڪي هئي. (سيرت النبي: ص ٦٥٥ ج ٣) ۽ اهو بہ تاريخدانن لکيو آهي تہ قسطنطنيه فتح ڪرڻ ڪان پوءِ سلطان فاتح محمد، الله ﷻ جي شڪر جو سجدو ڪري چيو هو تہ ياالله! تنهنجو شڪر آهي، جو جنهن شهر جي فتح ڪرڻ جي بشارت سيدنا رسول الله ﷺ جن ڏني هئي. الحمدلله اها منهنجي هٿان پوري ٿي.

سيد ندوي جي لکت مان معلوم ٿيو تہ قسطنطنيه تي حملو ڪري فتح ڪرڻ جي آرزو تہ هر مسلمان حڪمران جي دل ۾ هئي، پر اها سعادت سلطان فاتح محمد کي نصيب ٿي. ياد رکڻ گهرجي تہ مذڪور بادشاهہ عالمن فاضلن عابدن زاهدن بزرگن ۽ پنهنجي پير ۽ مرشد ڪان دعائون گهرائي ٢٠ مئي ١٨٥٧ع تي قسطنطنيه تي حملو ڪيو ۽ سندس پير ۽ مرشد تيستائين سجده کان مٿو نہ کنيو، جيستائين شهر فتح نہ ٿيو. ان جي ڪري مشهور آهي تہ قسطنطنيه دعائن سان فتح ٿيو هو ۽ سلطان فاتح محمد ايشيا جي ڪنڌ جا پنج هزار مسلمان اتي رهائي، شهر کي آباد ڪيو ۽ حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنه جي مزار وٽ هڪ مسجد ٺهرائي هئي. اهڙيءَ طرح سلطان محمد خان ثاني "سلطان فاتح" جي لقب سان مشهور ٿيو. (تاريخ اسلام: اڪبر شاهہ نجيب آبادي)

جيڪڏهن روايت ۾ آيل بشارت صرف حملي ڪرڻ سان وابستہ ڪجي تہ بہ يزيد بي ديد ان ۾ داخل ناهي، ڇو تہ تاريخ پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ قسطنطنيه تي پهريون حملو سيدنا عثمان غني رضي الله عنه جي دور خلافت ۾ سن ٣٢ هہ ۾ ٿيو هو. ان لشڪر جو اڳواڻ حضرت معاويه پاڻ هو. مشهور مؤرخ ابو يعقوب لکيو آهي تہ حضرت عثمان حضرت معاويہ جي قيادت ۾ سنہ ٣٢ هہ ۾ لشڪر موڪليو هو، جيڪو قسطنطنيه تائين پهتو هو ۽ گهڻي فتوحات ڪئي هيائين. (تاريخ يقعوبي: ج ٢ ص ١٣٩ طبع بيروت) علامه ابن اثير لکيو آهي تہ "سنہ ٣٢ هہ ۾ حضرت معاويه رضي الله عنه قسطنطنيه تائين پهتو هو، ان سان گڏ سندس اهليہ عاتڪہ بہ هئي. (الڪامل في التاريخ ص ٣٢ ج ٣) علامه ابن ڪثير بہ ائين لکيو آهي. (البداية والنهاية: ص ١٥ ج ٧- تاريخ ابن خلدون: ص ١٩ ج ٣ -تاريخ اسلام ندوي: ص ٢٥٧ ج ٢)

مسلمان ڀائرو! مشهور ۽ معروف تاريخن مان معلوم ٿيو تہ پهريون لشڪر، جنهن قسطنطنيه تي حملو ڪيو ان ۾ يزيد پليد نہ هو، بلڪ ان کان گهڻو اڳ سنہ ٣٢ هہ ۾ قسطنطنيه تي حملا ٿي چڪا هئا ۽ جڏهن يزيد وارو لشڪر پهريون لشڪر نہ هو تہ پوءِ مذڪوره روايت ۾ ذڪر ڪيل بشارت جو بہ نہ يزيد حقدار آهي ۽ نہ ان ۾ داخل آهي، ڇو تہ بشارت پهرئين لشڪر جي لاءِ هئي ۽ تاريخدانن جي لکت مطابق پهريون لشڪر حضرت

عثمان ؓ ني ؓ جي خلافت جي دوران حضرت امير معاويہ ؓ جي اڳواڻيءَ ۾ سنہ ٣٢ھ ۾ ويو هو ۽ يزيد تہ ڄائو ئي سنہ ٢٦ھ ۾ هو.
(البداية والنهاية: ج ٨ ص ٣٢)

علامه سيوطيءَ لکيو آهي تہ "ولد يزيد سنة خمس او ست وعشرين" (تاريخ الخلفاء: ص ١٤٣) حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه لکيو آهي يزيد بدبخت ۽ سرکش سن ٢٥ يا ٢٦ھ ۾ ڄائو هو. (ماثبت من السنة: ص ٢٠-تاريخ ابن الخلكان: ج ١ ص ٣٠٥) ۾ بہ اهڙي طرح آهي. اکثر مؤرخن جو قول اهو آهي. علامه ابن کثير هڪ قول آندو آهي، تہ يزيد سن ٢٧ھ ۾ ڄائو هو. (البداية والنهاية: ج ٨ ص ٢٣٢)

مسلمان ڀائرو! قسطنطنيه تي پهرئين حملي سن ٣٢ ھ وقت يزيد جي عمر پنج يا ست سال بنجي ٿي ۽ ان عمر وارو ڇوڪرو جنگ ۾ شامل ٿيڻ جي لائق ئي ناهي تہ اهو سپہ سالار ڪيئن ٿي سگهندو. علامه ابن الاثير لکيو آهي تہ سن ٥٠ ھ ۾ حضرت امير معاويہ ؓ سفيان بن عون جي زير ڪمان هڪ لشڪر روم جي شهرن ڏانهن موڪليو هو، جنهن ۾ شامل ٿيڻ جي لاءِ يزيد کي بہ چيو هيائين، پر اهو بهانا ناهي ويو ئي ڪو نہ هو. (الكامل في التاريخ: ج ٣ ص ١٨٩) الغرض تہ يزيد جي اڳواڻيءَ ۾ صحابي نہ ويا هئا. اهي سفيان بن عون جي اڳواڻيءَ ۾ ويا هئا يزيد اڳواڻي ڪرڻ جو اهل ئي نہ هو. جيئن علامه بدرالدين عيني لکيو آهي. (عمدة القاري شرح صحيح بخاري: ج ١٤ ص ١٩٨) پر جيڪڏهن ڪو هرويرو ضد ڪري يزيد کي ان بشارت ۾ داخل ٿو ڪري تہ بہ ان مان مراد ان جا ان جنگ کان اڳ ۾ ڪيل گناه هوندا، جيڪي بخش ڪيا ويا هوندا. ان جنگ کان پوءِ حکومت جون واڳون سنڀالڻ کان بعد ان خبيث جيڪي قهر ڪيا، انهن جي ڪري اهو ملعون بہ آهي تہ جهنمي بہ آهي. لاشک فيه ولاريب فيه جنتي ناهي. علامه قاري طيب ديوبندي بہ ائين لکيو آهي. ڏسو سندس ڪتاب "شهيد ڪربلا اور يزيد ص ١٧٨".

حضور پرنور ﷺ جي سنتن ۾ تبديلي ڪندڙ جي لاءِ جيڪي

سزائون بيان ٿيل آهن، انهن جي لحاظ سان بہ يزيد جهنمي آهي. يزيد جون برايون تہ حضور پاڪ ﷺ سندس نالو وٺي بيان فرمايون آهن جيئن هتي لکيل ڪتابن ۾ اهي حديثون مذڪور آهن. ①مسند الفردوس للديلمي: ج۵ ص ۹۲ طبع بيروت ② الصواعق المحرقة: ص ۲۲۱ طبع مصري ③تطهير الجنان برهامش الصواعق المحرقة: ص ۶۴ ④ البداية والنهاية: ج۸ ص ۲۳۱ طبع بيروت ⑤تاريخ الخلفاء: ص ۱۴۵ طبع دهلي ⑥اسعاف الراغبين بر حاشيه نورالابصار: ص ۲۱۰ طبع مصر ⑦ما ثبت من السنة: ص ۳۴) انهن ڪتابن ۾ مذڪور حديث جا الفاظ هي آهن: ”لَا يَزَالُ اَمْرُ اُمَّتِيْ قَائِمًا بِالْقِسْطِ حَتّٰى يَكُوْنَ اَوَّلُ مَنْ يَثْلُمُهٗ رَجُلٌ مِّنْ بَنِيْ اُمَيَّةَ يُقَالُ لَهٗ يَزِيْدُ“ يعني منهنجي امت جو امر هميشہ عدل سان قائم هوندو، تانجو پهريون ماڻهو جيڪو ان ۾ رخنو وجهندو، اهو هوندو، جنهن کي يزيد چيو ويندو.

ٻي روايت ۾ آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ ”اَوَّلُ مَنْ يُّبَدِّلُ سُنَّتِيْ رَجُلٌ مِّنْ بَنِيْ اُمَيَّةَ يُقَالُ لَهٗ يَزِيْدُ“ يعني منهنجي سنت ۾ پهريان تبديلي بنواميہ مان هڪ شخص آڻيندو. جنهن کي يزيد چيو ويندو.

بخاري شريف جي شارح علامه عيني ”مَغْفُوْرٌ لَّهُمْ“ لفظ تي تبصرو ڪندي لکيو آهي تہ ”لا يلزم من دخوله فى ذلك العموم أن لا يخرج بدليل خاص إذ لا يختلف أهل العلم أن قوله ﷺ مغفور لهم مشروط بأن يكونوا من أهل المغفرة حتى لو ارتد واحد ممن غزاها بعد ذلك لم يدخل فى ذلك العموم اتفاقا فدل على أن المراد مغفور لمن وجد شرط المغفرة فيه منهم“ (عمدة القاري شرح صحيح بخاري: ص۱۹۹ ج ۱۴ طبع بيروت) علامہ ابن حجر بہ اها مراد ورتي آهي. (فتح الباري: ص ۷۸ ج ۷)

مطلب تہ جنهن حديث ۾ آهي تہ قسطنطنيه تي حملي ڪندڙ جي لاءِ مغفرت آهي، ان مان مراد آهي تہ ان جنگ کان پوءِ ڪفر نہ ڪيو هجي ۽ مغفرت جي شرائط تي پورو لهي، پر جيڪڏهن انهن مان ڪو مرتد ٿي

ويو تہ اهو ان مغفرت واري عمر ۾ ارشاد ۾ ناهي. يزيد حڪومت جون واڳون سنڀالڻ کان پوءِ جيڪي قهر ڪيا، شراب جي پيئڻ لاءِ اسلام ڇڏي، عيسائي ٿيڻ جا مشورا ڏنا، انهن ڳالهين جي ڪري اهو ڪفر ۾ پئجي ويو. ان لاءِ اها مغفرت ڪانہ آهي.

غير مقلدن جي مشهور علامه وحيد الزمان لکيو آهي تہ هن حديث مان بعض ماڻهن دليل ورتو آهي تہ يزيد جي خلافت صحيح هئي ۽ اهو جنتي آهي. مان چوان ٿو تہ هن حديث مان ڪٿان ٿو دليل ملي تہ يزيد جي خلافت صحيح آهي، ڇو تہ ان بفرض صحت قول جڏهن قسطنطنيه تي حملو ڪيو هو تہ امير معاويہ زنده هو. ان جي خلافت هئي ۽ ان جي خلافت بالاتفاق صحيح هئي، ڇو تہ امام برحق حضرت امام حسن رضي الله عنه ان کي خلافت ڏني هئي. هاڻي لشڪر وارن جي بخشش هجڻ سان هي لازم نہ ٿو اچي تہ ان لشڪر جو هر هڪ فرد بخشيو ويجي. خود حضور ﷺ جن سان گڏ هڪ شخص وڏي بهادريءَ سان جنگ ڪري رهيو هو پر پوءِ بہ پاڻ فرمايائون تہ "اهو دوزخي آهي" ڳالهہ دراصل هيءَ آهي تہ بهشتي يا دوزخي هجڻ ۾ اعتبار خاتمه بالايمان تي آهي جيڪڏهن اهو قول تسليم ڪجي تہ قسطنطنيه تي پهريون حملو يزيد جي اڳواڻي ۾ ٿيو هو، پر حڪمراني تي رهڻ کان پوءِ ان پيٽ مان اهي ڳڻ ڪڍيا جو (معاذ الله) حضرت امام حسين رضي الله عنه کي شهيد ڪرايائين ۽ اهل بيت جي توهين ڪيائين. جڏهن حضرت امام حسين پاڪ جو سر مبارڪ سندس دربار ۾ آندو ويو تہ مردود چوڻ لڳو تہ "هي مون جنگ بدر جو پلاند ورتو آهي" (ان ظالم) مدينہ منوره تي چڙهائي ڪرائي حرم محترم ۾ گهوڙا ٻڌرايا مسجد نبوي ۾ (حضور عليه الصلوٰة والسلام جي ) قبر مبارڪ جي توهين ڪرائي. ڇا انهن گناهن کان پوءِ بہ ڪو يزيد کي مغفرت ڪيل چئي سگهي ٿو؟

(تيسير الباري شرح صحيح بخاري: ص٩٦ ج١١)

دار العلوم ديوبند جي باني علامه قاسم نانوتوي لکيو آهي تہ "تاريخ ڄاڻندڙ ۽ حديث پڙهندڙ حضرات هن ڳالهہ کان چڱيءَ طرح واقف

آهن تہ جهڙي طرح دل ۾ برائي رکندڙ منافقن کي بيعت الرضوان مان الله ﷻ جي رضا حاصل نہ ٿي هئي، اهڙي طرح يزيد بہ روايت ۾ آيل مغفرت کي حاصل ڪندڙن مان ناهي. (مڪتوبات شيخ الاسلام: ص ٢٥٣)

جيڪڏهن ڪو ظالم، شرابي، زاني، مؤمنن جي توهين ڪندڙ ڏکي سڪي ڪنهن جنگ ۾ زبردستي موڪليو وڃي تہ سموري اسلامي لشڪر جي گناهن کي بخشڻ جي باوجود اهو بدبخت اهڙو ئي رهجي ويندو سندس بدنيتيءَ جي ڪري نہ ان کي ثواب ملندو ۽ نہ ان تي الله تعالیٰ راضي ٿيندو. (تذڪرة الخواص: ص ٢٨٨)

**جواب ②:** حضور ﷺ جو فرمان آهي تہ "إِنَّ اللهَ قَدْ حَرَّمَ عَلَى النَّارِ مَنْ قَالَ لَآ إِلٰهَ إِلاَّ اللهُ يَبْتَغِي بِذٰلِكَ وَجْهَ اللهِ" (صحيح بخاري: ج١ ص ٩٣- السنن الڪبریٰ للبيهقي: ج١٠ ص ١٢٣- المعجم الڪبير للطبراني: ج١٨ ص ٢٩)

يعني بلاشڪ الله ان ماڻهو تي جهنم جي باهہ کي حرام ڪري ڇڏيو جنهن الله جي رضا طلب ڪندي لَآ إِلٰهَ إِلاَّ اللهُ چيو. ظاهر آهي تہ هيءَ حديث ان صورت تي محمول آهي جو لَآ إِلٰهَ إِلاَّ اللهُ چوڻ وارو ان جي چوڻ کان پوءِ ان ڪلمي جون تقاضائون بہ پوريون ڪري. هي ناهي تہ بس هڪ ڀيرو ڪلمہ پڙهڻ کان پوءِ سڀ خون ڪري، يا جيڪي گهري سو ڪندو وتي، تہ بہ ان تي ڪا پڪڙ ناهي. يزيد جي يارن کي گهربو هو تہ اهي هيءَ ڪلمہ واري حديث بہ پيش ڪري چون ها تہ ڪلمو پڙهڻ کان پوءِ انسان کي جيڪو وڻي سو ڪري، قسطنطنيه جي جنگ واري روايت ۾ تہ "مَغْفُوْرٌ لَّهُمْ" آهي، مگر ڪلمي واري روايت ۾ تہ ان تي جهنم جي باهہ حرام ڪيل ڄاڻايل آهي. پوءِ جيڪا تاويل ۽ تشريح ڪلمہ واري حديث جي آهي. اها غزوه قسطنطنيه واري حديث جي بہ آهي.

احاديث جي ڄاڃڻ سان خبر پوي ٿي تہ ڪيترن خير جي ڪمن تي مغفرت جي بشارت مليل آهي، پر ان جو مطلب اڄ تائين ڪنهن بہ عالم اهو نہ ڪيو آهي تہ بس ان خير جي عمل کان پوءِ جنتي هجڻ لازمي

آهي ۽ هاڻي ان کي ظلم جي کليل اجازت آهي، جيڪي گهري اهو پيو ڪري، ان جي لاءِ جنت واجب آهي. چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي ته ڪنهن شخص جو نالو وٺي ان کي جنتي چوڻ ٻي شيءِ آهي ۽ ڪنهن جي عمل تي جنت يا مغفرت جي بشارت ڏيڻ ٻي شيءِ آهي. حضور ﷺ جن حضرات عشره مبشره يا سيدنا حسن ۽ سيدنا حسين ۽ سيده فاطمه جن کي نالو وٺي ڪين جنتي سڏيو، پر يزيد جي نالي جنتي نه چيو آهي. ڪنهن روايت جي عموم ۾ داخل ٿيڻ ٻي شيءِ آهي ۽ ڪنهن بشارت ۾ نالي سان بيان ٿيڻ ٻي شيءِ آهي. بلاشڪ ان حديث ۾ قيصر جي شهر تي حملو ڪندڙن غازين جي لاءِ مغفرت جو ذڪر آهي، پر ان جو مطلب اهو ناهي ته هر غازي جنتي آهي. جيستائين ان غازي جي حياتي خير جي عمل تي ختم نه ٿي ٿئي. بالفرض جيڪڏهن يزيد جي يارن جي چوڻ تي يزيد قسطنطنيه جي جنگ ۾ شريڪ به ٿيو هجي پر اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ ان جا گهٽيا عمل ان تي لعنت ڪرڻ جا سبب بڻيا. البت يزيد شايد اهائي ڳالهه سمجهي هئي ته قسطنطنيه جي جنگ ۾ شرڪت کان پوءِ مون تي هاڻي ڪوبه گناهه نه لکيو ويندو ۽ اهو ئي "مرجئه" (گمراهه) فرقي جو مذهب آهي.

**سوال②: جيڪڏهن يزيد ظالم هو ته اصحابن سڳورن ان جي بيعت ڇو ڪئي؟**

**جواب:** يزيد لاءِ جنهن وقت بيعت ورتي وئي، ان وقت ان جا ظلم ۽ بدڪرداري ظاهر نه هئي. جڏهن ظلم ۽ بدڪرداري ظاهر ٿي ته اصحابن سڳورن ان جي ڪيل بيعت به ٽوڙي، سندس کلي مخالفت ڪئي. جنهن جي ڪري ان ظالم مدينه منوره تي حملو ڪرايو (جيئن اڳ ۾ لکي آيا آهيون) ۽ صحابن سڳورن مان ڪير به ان بدبخت سان سندس برن ڪمن ۾ شريڪ نه ٿيو هو.

**سوال③:** هڪ روايت ۾ آهي ته حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کي جڏهن حضرت معاويه جي وفات جي خبر پهتي ته پاڻ يزيد کي ان جي خاندان جو

سنو فرد قرار ڏنو هيائين.

**جواب:** يزيد جو فسق متواتر طريقي سان ثابت آهي، ان جي ڪري ڪابه روايت جيڪا ان جي صالح هجڻ تي دلالت ڪري شاذ ۾ قبول ڪرڻ جي لائق ناهي. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جو صرف اهو بيان اعتماد جي قابل آهي، جيڪو اسين اڳ ۾ لکي آيا آهيون.

**سوال④:** امام زين العابدين يزيد جي حق ۾ حره واري واقعي ڪان پوءِ خير جي دعا ڇو ڪئي هئي؟

**جواب:** اهڙيون ڳالهيون سڀ توجهه جي قابل ئي ناهن. حضرت امام زين العابدين سهٽي ڪان اهي يزيدي ظلم ذهن مبارڪ مان ڪيئن نڪتا هوندا، جيڪي پنهنجي والد ۽ ٻئي خاندان سان ٿيندي اکين سان ڏٺا هيائين. ڪجهه عقل ڪان تہ ڪم وٺو. اهڙي ڪابہ تاريخي ڳالهہ نہ قبول ڪرڻ جي لائق آهي، نہ ٻڌڻ جو ڳي آهي.

**سوال⑤:** ڪربلا جي واقعہ ڪان پوءِ ساداتن سڳورن جون مائٽيون بني اميہ سان ٿيون. جي بني اميه ساداتن جا اهڙا دشمن هئا تہ پوءِ مائٽيون مٽيون ڇو ٿيون؟

**جواب:** ڪربلا جي واقعي ڪان پوءِ حضرت فاطمہ زهرا جي اولاد مان ڪنهن بہ بني اميہ سان مائٽي نہ ڪئي هئي. اهڙيون ڳالهيون جن ڪتابن ۾ آهن، اهي ناصبين جا لکيل اعتماد جي قابل ناهن.

# نتيجو

مسلمان ڀائرو! مون عاجز هن ڪتاب ۾ جيڪو ڪجھ لکيو آهي ان جو نتيجو هي آهي تہ:

- يزيد سان ياري: خباثت ۽ خواري
- يزيد سان ياري: بيحيائي بدڪاري
- يزيد سان ياري: باطن جي بيماري
- يزيد سان ياري: اندر جي انڌاري
- يزيد سان ياري: دوزخ جي لاءِ تياري
- يزيد سان ياري: دين سان غداري.

شال الله ﷻ مون گنهگار ۽ سيني سچن پڪن مسلمانن کي اَلْحُبُّ لِلّٰهِ وَالْبُغْضُ لِلّٰهِ (خدا واسطي محبت ۽ خدا واسطي دشمني) واري نعمت نصيب ڪري ان تي جياري ۽ ان تي ماري، آمين يا رب العالمين برحمتڪ يا ارحم الراحمين.

---

خميس جي ڏينهن شام جو پنجين بجي ١٧ شعبان المعظم ١٤٣٤ھ الموافق ٢٨ جون ٢٠١٣ع تي هي ڪتاب ”التريد القويّ علىٰ من يحب يزيد الغوي (گمراھ يزيد جي محبت رکندڙ جي مضبوط ترديد) لکجي پورو ٿيو. والحمدلله علىٰ ذالڪ حمدا اڪثيرا.

---

آقا عليه الصلوٰة والسلام جي اصحابن ۽ پاڪ ٻچڙن جو خلوص دل سان خادم

**محمد ادريس ڏاهري عفي عنه**

ما ڪان اويمڪن ان يڪون منه

# كتابيات


| | |
|---|---|
| ۱. قرآن كريم | |
| ۲. تفسير روح المعاني | علامه آلوسي بغدادي |
| ۳. تفسير مظهري | علامه ثناءُ الله پاني پتي |
| ۴. تفسير معارف القرآن | مفتي محمد شفيع صاحب ديوبندي |
| ۵. الاكمال في اسماء الرجال | ولي الدين الخطيب |
| ۶. تهذيب التهذيب | علامه ابن حجر عسقلاني |
| ۷. سير اعلام النبلاء | علامه شمس الدين ذهبي |
| ۸. مراة شرح مشكواة | علامه مفتي احمد يار نعيمي |
| ۹. حاشية هدية المهدي | علامه وحيد الزمان |
| ۱۰. البداية والنهاية | علامه ابن كثير الدمشقي |
| ۱۱. تاريخ طبري | ابوجعفر محب الدين طبري |
| ۱۲. الكامل في التاريخ | علامه ابن الاثير الجزري |
| ۱۳. كشف المحجوب | سيد علي هجويري |
| ۱۴. مدارج النبوة | علامه شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ۱۵. تكميل الايمان فارسي | علامه شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ۱۶. كرامات اهلحديث | مولوي عبدالمجيد سوهدروي |
| ۱۷. تاريخ الخلفاء | علامه جلال الدين سيوطي |
| ۱۸. جذب القلوب فارسي | علامه شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ۱۹. المؤطا | حضرت امام مالك رحمة الله عليه |
| ۲۰. صحيح بخاري | امام محمد بن اسماعيل بخاري |
| ۲۱. مشكواة المصابيح | ولي الدين الخطيب |
| ۲۲. سنن دارمي | محمد بن عبدالله الدارمي |
| ۲۳. الصواعق المحرقه | علامه ابن حجر هيثمي |
| ۲۴. تطهير الجنان | علامه ابن حجر هيثمي |
| ۲۵. ارشاد الساري شرح صحيح | علامه قسطلاني |

| | |
|---|---|
| بخاري | |
| ۲۶. مسند الفردوس | محدث ديلمي |
| ۲۷. ماثبت من السنة | حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ۲۸. الدر المنثور في التفسير الماثور | علامه جلال الدين سيوطي |
| ۲۹. فتح الباري شرح صحيح بخاري | علامه ابن حجر عسقلاني |
| ۳۰. حاشية المشكواة | علامه احمد علي سهارنپوري |
| ۳۱. اشعة اللعمات شرح مشكواة | علامه عبدالحق محدث دهلوي |
| ۳۲. مظاهر حق - اردو شرح مشكواة | علامه قطب الدين دهلوي |
| ۳۳. الاصابة في تمييز الصحابة | علامه ابن حجر عسقلاني |
| ۳۴. مسند الامام احمد بن حنبل | امام احمد بن حنبل الشيباني |
| ۳۵. فتح القدير | علامه صديق حسن قنوجي |
| ۳۶. تفسير ابن كثير | علامه ابن كثير دمشقي |
| ۳۷. مجمع الزوائد | علامه ابن حجر هيتمي |
| ۳۸. مرقاة شرح مشكواة | علامه علي القاري |
| ۳۹. ازالة الخفاء | شاه ولي الله محدث دهلوي |
| ۴۰. سنن ابوداؤد | محدث سليمان بن اشعث |
| ۴۱. الترغيب والترهيب | علامه منذري |
| ۴۲. الكواكب الدراري شرح صحيح بخاري | |
| ۴۳. النووي حاشية صحيح مسلم | يحيیٰ بن شرف النووي |
| ۴۴. عمدة القاري شرح بخاري | علامه بدرالدين عيني |
| ۴۵. تذكرة خواص الامة | علامه يوسف المعروف سبط ابن الجوزي |
| ۴۶. نسائي شريف | احمد بن شعيب نسائي |

| | |
|---|---|
| ۴۷. ترمذي شريف | محمد بن عيسیٰ ترمذي |
| ۴۸. دلائل النبوّة | محدث بيهقي |
| ۴۹. نور الابصار | علامه سيد مؤمن شبلنجي |
| ۵۰. المستدرک | محدث حاکم نيشاپوري |
| ۵۱. سرّ الشهادتين | شاه عبدالعزيز محدث دهلوي |
| ۵۲. سوانح کربلا | علامه نعيم الدين مرادآبادي |
| ۵۳. مشارق الانوار | شيخ عبدالرحمٰن مالکي |
| ۵۴. انوار المحمود شرح ابي داؤد | محمد صديق نجيب آبادي |
| ۵۵. سبع معلقات | |
| ۵۶. المعجم الاوسط | محدث طبراني |
| ۵۷. حياة الصحابة | علامه محمد الياس |
| ۵۸. تيسير القاري | علامه نور الحق دهلوي |
| ۵۹. الاتحاف يجب الاشراف | علامه عبدالله بن محمد بن عامر شهراوي شافعي |
| ۶۰. سير کبير | علامه شمس الدين سرخسي |
| ۶۱. صحيح مسلم | مسلم بن حجاج قشيري |
| ۶۲. المنتقیٰ | علامه شمس الدين ذهبي |
| ۶۳. حيواة الحيوان | کمال الدين محمد بن موسیٰ دميري |
| ۶۴. تاريخ يعقوبي | احمد بن ابي يعقوب اصفهاني |
| ۶۵. انساب الاشراف | احمد بن يحيیٰ بلاذري |
| ۶۶. وفاء الوفا | علامه سمهودي |
| ۶۷. النبراس شرح شرح العقائد | علامه عبدالعزيز فرهاروي |
| ۶۸. کمالات عزيزي | شاه عبدالعزيز محدث دهلوي |
| ۶۹. الکوکب الشهابية | مولانا الشاه احمد رضا خان صاحب |
| ۷۰. ختم نبوت | مولانا الشاه احمد رضا خان صاحب |
| ۷۱. عرفانِ شريعت | مولانا الشاه احمد رضا خان صاحب |
| ۷۲. احسن الوعا | مولانا الشاه احمد رضا خان صاحب |

| | |
|---|---|
| ۷۳. مكتوبات شريف | حضرت امام رباني |
| ۷۴. تفسير مواهب الرحمٰن | مولانا مولوي امير علي صاحب |
| ۷۵. تيسير الباري | علامه وحيد الزمان صاحب |
| ۷۶. حجة الله البالغه | شاه ولي الله محدث دهلوي |
| ۷۷. جمهرة انساب العرب | علامه ابن حزم اندلسي |
| ۷۸. معجم البلدان | علامه ياقوت حموي |
| ۷۹. لسان الميزان | علامه ابن حجر عسقلاني |
| ۸۰. مجموعه فتاوىٰ ابن تيميه | علامه ابن تيميه حراني |
| ۸۱.فتاوىٰ عزيزي | شاه عبدالعزيز محدث دهلوي |
| ۸۲. ذوق نعت | مولانا حسن رضا خان بريلوي |
| ۸۳. ابيات باهو | حضرت سلطان باهو رحمۃ اللہ علیہ |
| ۸۴. فتاوىٰ مهريه | سيّد مهر علي شاه گولڑوي |
| ۸۵. مثنوي بو علي قلندر | حضرت سيد بو علي قلندر رحمۃ اللہ علیہ |
| ۸۶. فتاوىٰ لكنوي فارسي | حضرت علامه عبدالحي لكنوي |
| ۸۷. توضيح العقائد | حضرت علامه ركن عالم رحمۃ اللہ علیہ |
| ۸۸. مكتوبات شيخ الاسلام | علامه قاسم نانوتوي |
| ۸۹. شهيد كربلا اور يزيد | قاري طيب صاحب ديوبندي |
| ۹۰.تاريخ اسلام | علامه ڈاكٹر حميد الدين صاحب |
| ۹۱. تاريخ اسلام | پروفيسر عبدالقادر و پروفيسر شجاع الدين |
| ۹۲. رحمة للعالمين | قاضي سليمان منصورپوري |
| ۹۳. تاريخ ابن خلدون | مشهور مؤرخ علامه ابن خلدون |
| ۹۴. العلم الشامخ | علامه مقبلي صاحب |
| ۹۵. الروض الباسم | علامه شمس الدين ذهبي |
| ۹۶.نفحة العرب | علامه اعزاز علي صاحب ديوبندي |
| ۹۷. الاخبار الطوال | مشهور مؤرخ دينوري صاحب |
| ۹۸. طبقات ابن سعد | علامه ابن سعد صاحب |

| | |
|---|---|
| ۹۹. اصول الدين | شمس الدين بزدوي |
| ۱۰۰. فواتح الرحموت | علامه بحر العلوم لكنوي |
| ۱۰۱. بغية الرائد | غير مقلد عالم صديق حسن قنوجي |
| ۱۰۲. مقتل الحسين | علامه خوارزمي |
| ۱۰۳. غنية الطالبين | سيدنا غوث اعظم رحمۃ اللہ علیہ |
| ۱۰۴. اسعاف الراغبين | علامه محمد الصبان صاحب |
| ۱۰۵. خصائص كبرىٰ | علامه جلال الدين السيوطي |
| ۱۰۶. الطيبي شرح مشكواة | شرف الدين بن حسين الطيبي |
| ۱۰۷. وفيات الاعيان | علامه ابن خلكان صاحب |
| ۱۰۸. زجر الشبان والشيبه | علامه عبدالحي لكنوي |
| ۱۰۹. خلاصة الفتاوىٰ | علامه طاهر بخاري |
| ۱۱۰. فتاوىٰ بزازيه | حافظ الدين محمد كردي |
| ۱۱۱. ميزان الاعتدال | علامه ابن حجر عسقلاني |
| ۱۱۲. تحفه اثناعشريہ فارسي | شاه عبدالعزيز محدث دهلوي |
| ۱۱۳. سيرت النبي صلی اللہ علیہ وسلم | علامه شبلي نعماني |
| ۱۱۴. تاريخ اسلام | علامه ندوي |

# مصنف جا ڇپيل ڪتاب

- تفسير احسن البيان مڪمل 9 جلد
- الاربعين فی فضائل الخلفاءِ الراشدين
- جامِ تصوف
- سيرت بادشاهِ بغدادی
- التحفة المرضية شرح القصيده الغوثيہ
- ترجمه مدح نامه سنڌ
- سيرت فاروق اعظم
- سيرت حيدرِ ڪرار
- سيرت اويس قرني
- ماڻڪ موتی لال
- التحرير المقبول اخبار اولادِ الرسول ﷺ
- فضائل مسواڪ
- نماز جي اهميت
- شاهہ جا چوند شعر ۽ سندن مختصر سوانح حيات
- ترجمه النفحات الباهرة (فارسي)
- دلائل ختم نبوة
- مفتاح السرور في تحقيق مسئلة النور
- مجموعة الاشعار
- ثبوة ختم النبوة من القرآن والسنة
- مناقب الصالحين
- احسن التشريح لبردة المديح
- الدولة الڪبرىٰ شرح اسماءُ الله الحسنيٰ
- تحفة الحجاج
- الله جو احسان شرح قصيده نعمان
- احسن التحقيق في سيرت الصديق
- سيرت عثمان غني
- قادري تحفه
- مومنن جی ماءُ سيدة عائشه رضی الله عنها
- سيرت الحسنين
- ترجمه رساله نور
- ترجمه الباقيات الصالحات
- سيرت شهيد گرهوڙي عليه الرحمة
- محبوب جون محبوب دعائون
- دلائل نزول المسيح
- ڪرامات امامِ رباني
- جمعه جافضائل ۽ مسائل
- عيدين جا فضائل ۽ مسائل

ڇپيندڙ: نيو گرين پرنٽرس، صدر حيدرآباد.